# ڪتين ڪر موڙيا جڏهن

## ڀاڱو-٣

ليکڪ

شيخ اياز

سنڌ ادبي اڪيڊمي
ڪراچي

كتاب جو نالو : ڪتين ڪر موڙيا جڏهن ياڳو-٣
ليکڪ : شيخ اياز
كتاب نمبر : پيو
ڳاڻيٽو : هڪ هزار
ڇپائيندڙ : سنڌ اُدبي اڪيڊمي
٥٤٢-سي. پي. اي. سي. ايڇ. ايس بلاڪ
-٢، ڪراچي- ٧٥٤٠٠
پرنٽنگ : ذڪي پرنٽرس، ڪراچي
ڪمپوزنگ : پيس ڪمپوزرس، ٥/١١ رمپا پلازا
بندر روڊ ڪراچي- ٧٤٤٠٠
قيمت : ١٠٠



# انتساب

منهن جي سُرڳواسي سنڌي اديب دوستن سڳن آهوجا، نارائڻ شيام، موهن ڪلپنا ۽ هري ڪانت جي نالي، جيڪي سنڌ ۾ ڄاوا هئا ۽ هند ۾ گذاري ويا.

شيخ اياز

## ترتيب

# ڇڇ مَ قطاران

شيخ اياز جو هڪڙو ڪتاب، مڪتبهء دانيال ڪراچيءَ، ۴ آڪٽوبر ۱۹۹۳ع ۾، ”ڇوليون ڀوليون سمنڊ جون“ سنڌي ادب جي چونڊ ۾ پنهنجي اداري پاران هڪ ڪوشش ۾ تجربي طور ڇپائي پڌرو ڪيو هو. اها ڪوشش ۾خواهش محترمہ حوري نورانيءَ جي هئي جنهن لاءِ هن جس لهڻو. باقي اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اهڙي خوبصورت ڇپائي ۾ سهڻي سر ورق هئڻ جي باوجود، سندس اهو ڪتاب ڇو ايترو نہ وڪاڻو؟ ان جا ڪهڙا سبب ٿي سگهن ٿا. ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهجي؟ اسان ان ڪتاب تي تہ وڌيڪ نہ ٿا لکون، پر ان ڪتاب جي مهاڳ ۾، شيخ اياز جن ڪتابن جي تيار هئڻ جو ذڪر ڪيو آهي تن مان اڪثر ڪتاب ڇپجي ٻہ چڪا آهن. باقي انهن مان منهن جي ڄاڻ مطابق جيڪي ڪتاب ڇپجڻ ڪان رهجي ويا ها، اهي آهن: ”ڪتين ڪر موڙيا جڏهن، ٻاگو ٿيون.“ ڪونجون ڪَرڪن روهہ تي،“ ”مينهن ڪٽيون“. ان ڪانسواءِ ٻيو ڪيترو ڪلام جن ۾ ڪتاب جي نالن جي ڦير گهير آهي، پر اجا تائين اڻ ڇپيل آهي.

اسان جي خواهش آهي ۾ شيخ اياز ايترو لهڻي ٻہ ٿو تہ هن جي ذهن ۾ قلم جي حاصلات، هن جي اوجاڳن ۾ خوابن ۾ لڪيل هر سٽ کي عوام جي امانت سمجهي عوام تائين پهچائي وڃي. ان امانت ۾ ذري جيتري ٻہ خيانت نہ ڪرڻ گهرجي. اسان پنهنجي وس آهر، پنهنجي محدود وسيلن آهر، اها امانت عوام تائين پهچائڻ جو پڪو پهہ ڪيو آهي ۾ هن ڪتاب کان اڳ اوهان تائين ان امانت جو هڪ حصو ”سانجهي، سمنڊ، سپون،“ جي سِري سان اوهان تائين پهچائي چڪا

آهيون. هاڻ هي ٻيو حصو "ڪتين ڪر موڙيا جڏهن" جو تيون ڀاڱو اوهان تائين رسائڻ جي پوري ڪوشش ڪري رهيا آهيون ۽ ان ۾ پنهنجي حد تائين تہ ڪاميابي ماڻي اٿئون. اميد تہ اوهان اسان کي ان ڪوشش کي ساڀيان بخشڻ لاءِ ضرور اڳ جيان سهڪار ڪندا. جيئن اسان اوهان تائين شيخ اياز جا مڪتبہ دانيال جي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيل باقي ڪتاب پڻ پهچائي سگهون.

شيخ اياز لاءِ لفظن ۽ خيالن جا مٽ موڪيءَ اُپٽي ڇڏيا آهن ۽ هو جيتري تڪائيءَ سان قلم وهائي ۽ اڃي تي ڪارو ڪندو ٿو وڃي، اسان جي دؤر ۾ ڪوبہ ڇپائيندڙ هن جي رفتار سان پڄي نہ ٿو سگهي. اسان جي بہ وس جي ڳالهہ ناهي ۽ شايد خريدار جي وس جي بہ ڳالهہ نہ هجي. تنهن هوندي بہ اسين آس ٿا رکون تہ پڙهندڙ اسان کي جوڳي موٽ ڏيندا، جيئن اسان عوام جي سموري امانت جيئن جو تيئن پهچائي سگهون.

شيخ اياز جن پنهنجي ترتيب ڏنل ڪتابن جو ان ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي تن ۾ "ڪاريون ڏاريون رات جون" "اولڙا،" "اڪين نند اڇهي"، "ڇانو- ڪپر"، "ڪارونپار ڪڪر" ۽ "موڪيءَ مٽ اپٽيا" جي سِري هيٺ ۽ ڏهہ ڪن ڪتاب نثري شاعريءَ جا آهن. هاڻ پڙهندڙ پاڻ ليکو ۽ فيصلو ڪن تہ اسان وٽ ڪنهن بہ اداري جي ايتري تکي ڇپائيءَ جي رفتار ڪٿي آهي. اسان وٽ ادبي ادارا آهن ئي ڪيترا؟ وري جيڪي آهن، انهن ۾ اسين تہ اڃا پنهنجو نالو ڳڻائي ئي نہ ٿا سگهون.

اسان جي دعا آهي تہ شيخ اياز تي، لکڻ لاءِ اڃا بہ جوڀن ڏينهن هجن ۽ هو پنهنجي تجربن، مشاهدن ۽ مطالعي جي آڌار، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ايترو ڪجهہ ڏئي وڃي، جيئن ايندڙ ڪيترين صدين تائين، اسان جي ٻوليءَ لاءِ ڪو ڀڙڪ بہ باقي نہ سگهي.

**ستار**

# مهاڳ

مون کي ان جو اعتراف آهي تہ پوئين پيري بيماريءَ کان پوءِ منهن جي تحرير ۾ حد کان وڌيڪ قنوطيت اچي وئي آهي، پر ان کان ڪجهہ وقت اڳ جي شاعري رجائيت پسند آهي، جيئن ڪتاب ۾ شامل گيتن ۽ غزلن ۾ نظر اچي ٿي. هوريان هوريان مون کي زندگيءَ جي حسن ۾ ساڳي دلچسپي موٽي آئي آهي، جيڪا منهنجن نون هائيڪن ۽ چوسِتن مان ظاهر آهي. ائين ٿو لڳي تہ مان ڪنهن خواب پريشان مان جاڳيو آهيان ۽ اجا پرهہ جي ٿڌي هير جا جهوٽا لڳي رهيا آهن.

هن ڪتاب ۾ شامل غزل بحر طويل ۾ آهن، جيئن مير تقي مير جو هڪ شعر آهي:

دور بہت بھاگے ہو ہم سے سیکھے طور غزالوں کا،
وحشت کرنا شیوہ ان اچھي آنکھوں والوں کا.

يا فاني بدايونيءَ جو هيٺيون غزل آهي:

فصل گل آئی یا اجل آئي، کیوں درِ زندان کھلتا ہے.
کیا کوئي وحشی اور آ پہنچا یا کوئي قیدي چھوٹ گیا.

انهيءَ بحر طويل ۾، مون مير تقي مير کان وڌيڪ تجربا ڪيا آهن. انهيءَ بحر طويل ڪانسواءِ مون ٻيا بہ بحر طويل ۽ ڪجهہ بحر خفيف استعمال ڪيا آهن، جيڪي ائين ئي آهن، جيئن فارسي ۽ اردوءَ ۾ آهن، پر (منهنجو غزل اردو ۽ فارسيءَ جي روايت کي ڪوهين دور ڇڏي ويو آهي. اردو ۽ فارسيءَ جا غزل چڱ سئو لفظن جي گهيري ۾ آهن ۽ انهن تي بندش ۽ روايت جو لوڙهو ڏنل آهي. مان هر بندش ۽ روايت کان باغي رهيو آهيان. هنن مان ڪنهن بہ غزل ۾ ڪنهن مغل شهنشاهہ جي باغن جي گلن جي خوشبوءِ نہ آهي، انهن ۾ ٿر جي ماڪ ۽ آلين ولين جي مهڪ آهي.)

اردو ۾ مسلسل غزل جو رواج گهٽ آهي. اهڙا غزل جي غالب ۽ اقبال لکيا، سي اردوءَ ۾ ورلي ملن ٿا. غالب جي غزلن:

مدت ہوئی ہے یار کو مہماں کئے ہوئے

---

جب کہ تجھ سا نہیں کوئی موجود پھر ھنگامہ اے خدا کیا ہے.

۽ کجھہ ہین غزلن ۾ اهو تسلسل ملي ٿو، يا علامہ اقبال جو غزل:

کبھي اے حقیقتِ منتظر نظر آ لباسِ مجاز مین

پر غالب کان وٺي فراق ۽ فيض جي غزلن تائين، ڪنهن بہ شاعر سان منهنجي غزل جي هيئت ۽ مواد هڪ جهڙو نہ آهي.

اردوءَ ۾ ميراجيءَ سيني کان چڱا گيت لکيا آهن ۽ ٻيا بہ ڪجهہ اردو شاعر آهن، جن چڱا گيت لکيا آهن، جي مون پڙهيا آهن. مثال طور:

ان جانے نگر من مانے رہے، من مانے نگر ان جانے رہے.

پنجابي ۽ هندي گيتن جو بہ مون تي اثر ٿيو آهي. مثال طور مون ”جي ڪاڪ ڪکوريا ڪاپڙي“ ۾ پنجابي گيت جي هڪ سٽ، ”ڦس نين بدل برسي“ لکي آهي يا هنديءَ جي ڇايا ديوي اسڪول جي شاعره مهاديوي ورما جو هينيون گيت مثال طور ڏئي سگهجي ٿو:

آج رات سنگھار کروں گی
کھلے پھول سا جوبن لے کر کانٹوں کے بن پار کروں گی.

مون ڪيترين ئي ٻولين جي لوڪ گيتن جو مطالعو ڪيو آهي، مثال ايترا اڪٺ آهن، جو هن پيش لفظ ۾ سمائي ئي نہ ٿا سگهجن.

هي ”ڪتين ڪر موڙيا جڏهن“ جو ٽيون ڀاڱو آهي، جنهن جي پهرين ٻن ڀاڱن جي نظم ۽ نثر ۾ جن شخصيتن جا نالا ورتا ويا آهن، انهن تي جامع مضمون بہ آهن.

اسان جي پنهنجي ڪلاسيڪي شاعري ماترائن جي ڇند تي ٻڌل آهي. دؤرِ جديد ۾ بہ ماترائن جي حساب سان مون اڪيچار شعر لکيا آهن. اميد تہ پڙهندڙن کي هنن گيتن ۽ غزلن ۾ نواڻ ۽ تازگي نظر ايندي.

**شيخ اياز**

٦ جولاءِ ١٩٩٦

٢٧-اي، پرنس ڪامپليڪس،
ڪلفٽن روڊ، ڪراچي



نہ ٻولي ۾ اچي ڪائِي، چوان ٿو ”تون“ تہ تون آهين!
اِهائي وات مون وائِي، چوان ٿو ”تون“ تہ تون آهين!

ڪڏهن تون رَقصُ و رنگُ آهين، ڪڏهن پيو ڪو اُمنگ آهين،
اڙي ڪَهڙي اَڪيلائِي، چوان ٿو ”تون“ تہ تون آهين!

ڪڏهن پارُون پُڪارون ٿي، اچين ٿو تون اُڏارون ٿي،
اِها ڪويل بہ تون جائِي، چوان ٿو ”تون“ تہ تون آهين!

اگر تنهنجو خمار آهي، سَرءُ مون لئہ بهار آهي،
سدائين آهہ سَرهائِي، چوان ٿو ”تون“ تہ تون آهين!

ڪڏهن تون ڪو اَٿو آهين، ڪڏهن سڀ ڪان گهٽو آهين،
مڃان ٿو آنءُ يَڪتائِي، چوان ٿو ”تون“ تہ تون آهين!

ڪڏهن تون چارَ ۾ چَرڪين، ڪڏهن تِي ڪونج ٿو ڪَرڪين،
صدا جا روهہَ مان آئِي، چوان ٿو ”تون“ تہ تون آهين!

”**اياز**“ آهي وِتِي توڪي، تہ هُن جي ڳالهہ ڳائي وَٽُ!
وَڃي جئن روز شهنائِي، چوان ٿو ”تون“ تہ تون آهين!



••

اِهـو گـل جو شـبـاب آهـي، اِهـو نـاهـين، اِهـو نـاهـين!
اها خوشـبـو تـہ خواب آهـي، اهو نـاهـين، اِهـو نـاهـين!

مـقـدس آهـ پـر تـون، هـر مـقـدس کـان، مـقـدس آن،
اِهـو کـوئـي کـتـاب آهـي، اِهـو نـاهـين، اِهـو نـاهـين!

ڏسان تـو مان، اُهو کنهن عـکس جو آ رقص دريا ۾،
اِهـو چا مـاهـتـاب آهـي؟ اِهـو نـاهـين، اِهـو نـاهـين!

چوَن ٿـا تـون خُدا آهين، کـڏهـن کـان تـون جُدا آهين؟
کـڏهـن جو کـو حـسـاب آهـي، اِهـو ناهين، اِهو نـاهين!

ستـارا ٿـا پيـا گونجَن، صدائون ڇو کـيـون ڪُونجَن،
اِهـو کـهـڙو رَبـاب آهـي؟ اِهـو نـاهـين، اِهـو نـاهـين!

اگـر تـون شمس تبريزي، تہ نـکـري لحد مان ايندين،
مـثـان هـو آفـتـاب آهـي. اِهـو نـاهـين، اِهـو نـاهـين!

نـہ آ مـعـلـوم چا آهـين؟ اگـر مـعـدوم، چا آهـين؟
مـگـر جنهـن سـان خِطاب آهـي، اِهـو نـاهين، اِهو نـاهين!

فـنـا چا بـيـکـران آهـي؟ کـروڙيـن آسـمـان آهـي؟
بـقـا چا کـو حـجاب آهـي؟ اِهـو نـاهـين، اِهـو نـاهـين!

"**اياز**" اچ پَـکَ سـان آهـن، ڏِنـا تـو لَـکَ سَـبَ هُن جا،
اِهـو تُنـهـنـجو جواب آهـي! اِهـو نـاهـين اِهـو نـاهـين!



●●

تون آڌيءَ رات اُتارين ٿي، ۽ منهنجي ننڊ ڦٽائين ٿي.
جي رهجي ويا ها گيت اڻي، سي مونکا گيت لکائين ٿي.

اڌ راتِ اڃي جاڳائين ٿي، ۽ ڇم ڇم ڇيرُون پائين ٿي،
تا پيرَ پُڄن آڪاش مٿان، هِي ڪهڙا ناچ نچائين ٿي.

مان تنهنجا چنڊ ستارا هان، ڪيڏيءَ نہ تجليءَ وارا هان،
ڪيڏا نہ گلن جا ڪارا هان، سنسار سڄو مهڪائين ٿي!

سڀ سازَ سُرَندا تُنهنجا ها، آواز نہ ڀُرندا منهنجا ها،
هر ڇَوِنرو ڪوئي ڀوِنرو آ، گنجار اٿين ڦهلائين ٿي!

هر ذات بہ تون، برسات بہ تون، ۽ ساري ذات صفات بہ تون،
۽ ساوڻ جي پرڀات بہ تون، ٿي مورَ سوين پرِچائين ٿي.

تون مندر جو در کولين ٿِي، پر دير ڏسي جابولين ٿِي،
ٿي گهنڊ هزارين ٻولين ٿي، تون سڀ جي ننڊ ڦٽائين ٿي.

سنسان ڊگر، ويران نگر، ڪنهن وقت هيو آباد مگر،
ٿي منهنجا پيرَ ڇڪين اَن ڏي، ۽ منهنجو پنڌ پُڄائين ٿي.

هر وقت هوا جون هيرون ٿي، اڌ رات سُگنڌن- سِيرون ٿِي،
رابيل ڦٽائين ٿِي ڪيڏا، ۽ هارَ هزارين پائين ٿِي.

مان ڇا آهيان، مان ڇو آهيان، ڇا آءُ سنڌ ء ڀاڄو آهيان؟
هي جيوَن ٿي ڀتڪائين ٿِي، ڀو مون مان جِندُ ڇڏائين ٿِي.

هي گيتَ غزل گهاڙيتي ۾، جڻ تولئہ ڳهٽا ناهن ٿا،
سينگار ڪري سانباهن ٿا، ٿِي ڪنوار لڳين جي پائين ٿي.

مان تنهنجوئي پڙلاءُ تہ هان، مان تنهنجو جهونو گهاءُ تہ هان،
تون جنهن ڪي روز اکڙين تي، ۽ ڀيهر خون وهائين ٿِي.

هي جيون جڻ تہ ڪَرَڻ- ڦل آ، ۽ باک اُفق تي ڪو گل آ،
هِئن روز نئين خوشبو وانگر، ڇو مون مان گيت ڇڪائين ٿِي.

تون سَرد- سياري باک بہ آن، تون منهنجي لوئيءَ لاکَ بہ آن،
تون ڪائي سُک جي ساک بہ آن، جا ڳائي گيت چوائين ٿِي.

ڇا هيلَ اها رابيل هُئِي جا، اڳ بہ سُڳنڌون ڏيندي هئي،
هن جيون جي ڦلواڙيءَ ۾، تون پاڻُ وَرِي ورجائين ٿِي.

هي ڳالهہ ازل جي ڳالهہ آهي، هي جڻ تہ اُهائي مالهہ آهي،
اي ذات ڀَرين تي ڪِنگريون، تون ڀيهر ڪوهُہ هلائين ٿِي.

مان ڪير؟ آلا مان ڪير آهيان؟ ڪنهنجو تہ ڀَلائيءَ ڀيرَ آهيان،
آيو تہ "**اياز**" اويرو آ، پر ڀوءِ بہ سات نڀائين ٿِي.





نچي تــو مــورُ چو مَن ۾، گــهــتــا گــهنگــهــور آئـي آ.
ڪَري تــون اوڙڪــون آئــينءَ، وَرِي مـــون دل لــڳائــي آ.

اچن تــا دُور تان گـهـنگـهـرو، وڄين ٿـي وِڄَ وانگـر تـون،
ڪَئي ڪويَل اِئين "ڪُو" "ڪُو"، ورِي ڪا ياد لائي آ!

سِرنهن جي ڇانوَ ۾ توسان، ملاقاتيون ڪيون جي مان،
اِهـي عُزلــت نــشــيــنـي ٿـي، وَيون جڳ کــان جُدائــي آ!

خبـــر نــاهــي تـــ تــون ڇاهــين؟ بـــ تــي پُرڇائِيـــون آهــين!
اَنـــذاري رات آهـــي ۽، اڪـــيـــلائـــي، اَڳـــهـــائـــي آ!

وريءَ ســـوريءَ سَڏو آهــي، لـــڏيــو ڪــوئــي لَڏو آهــي،
اِهو ڪـنهـنجو ڦَڏو آهـي؟ گهـري ڪـنهـن هـيءَ خُدائي آ!

هَرڻ آيــو تــرائــيءَ تــي، لَهـي ٿـــو سچ لَيـــارن ۾،
نـــ ڏرتــيءَ تــي خدا، تــصـــويــر ۾ِي اهــڙي بڻــائــي آ!

اَتــو اي مــيــڪـــدي وارَؤ! رڪــو هــي جامَ مــون پــارَؤ!
ڏِســو هــو سچَ ســامــهــون، مــيــڪــدي تــي اُسَ آئـي آ!

وَٽـي ٿـي واٽَ هِيءَ سـارِي، مــتــان جيــڪـي بـــ آ پــيــاري!
وڃي تــو ڏانــهــن تــي اِن ۾، پـــلا ڪــهـــڙي بُرائــي آ؟

اها صورت ڏِني آهي، اڳي وانگر مِٽي آهي،
ڪٿي آخر؟ ڪٿي آخر؟ اِها ڳولها اجائي آ.

پيو آ سمند هي سارو، جڏهن آيو سنڌ وارو،
ٿِيي موتِي ڪٽِي آئي، وَنين وارِي سَجائي آ.

اُفق تي تون شفق آهين، لَهي ٿو سجُ ساحل تي،
اجا ڪجهه تَرسٽو آهي، اجا ڪِشتِي نه آئي آ.

اها ڪا شاعري آهي: "آتو ناهي"، "لتو ناهي"،
"**اياز**"! اِن ڳالهه ۾ آخر، پَلا ڪَهڙِي پَلائي آ.





اجا تہ ڪجهہ ڏينهن ٻيا بہ آهن، اجا نہ ويندس، اجا نہ ويندس.
اجا تہ جذبا ڪُتا بہ ناهن، اجا نہ ويندس، اجا نہ ويندس.

اجا تہ توکي ڏسي وري، آرزو تئي تي وڏيڪ جيئان،
اجا پيا چَپ پيارُ چاهن، اجا نہ ويندس، اجا نہ ويندس.

چَڪُو جئين تارِئين تڙن تا، تئين پرينءَ ۾ اُپار آهي،
اجا تہ پيارا پيا نباهن، اجا نہ ويندس، اجا نہ ويندس.

چِتُون پيا آمَ ڏي اُڏامن، بهار پورو ڏٺو نہ لامَن،
اجا تہ رَسَ رُوپَ ڏينهن آهن، اجا نہ ويندس، اجا نہ ويندس.

"اياز" ڪئن موتُ گيت هَهڙا، ڪسي ڪڏهن چئن سان وِهندو!
صديون مِلي ٻيئيون گيت ناهن، اجا نہ ويندس، اجا نہ ويندس.





ٻَڌا نہ آهن اجا ستارا، ڪڏهن تہ ايندين، ڪڏهن تہ ايندين!
اجا وَئي ناهہ ويلَ پيارا، ڪڏهن تہ ايندين، ڪڏهن تہ ايندين!

اجا نہ رابيل ماڪ ۾ تي ڀِڄي، نہ پويا اجا تہ گجرا،
اجا نہ ٿيا باڪ جا نِهارا، ڪڏهن تہ ايندين، ڪڏهن تہ ايندين!

اجا تہ تون هير ۾ ترين ٿو، اجا تہ تون سار ۾ ٻَرين ٿو،
اجا تہ ڏيئا ٻَرن ڏڪارا، ڪڏهن تہ ايندين، ڪڏهن تہ ايندين!

اجا تہ مرندس نہ ايستائين، ڏسان، ڪڏهن نينهن ٿو نڀائين!
ڪيا ڪِئي وارِ موت وارا، ڪڏهن تہ ايندين، ڪڏهن تہ ايندين!

اجا تہ سورج ٻُڏو نہ آهي، شَفق لهي ٿي، نديءَ ٻُڏي ٿي،
سواءِ تنهنجي مگر نظارا؟ ڪڏهن تہ ايندين، ڪڏهن تہ ايندين!

"**اياز**" تون خواب، هُو حقيقت، ٿِئي ملاقات ڪئن اوهانجي؟
چيو اَٿي مانس: ڀَر خدارا، ڪڏهن تہ ايندين ڪڏهن تہ ايندين!





مــوتــان بــہ يــا نــہ مــوتــان، آ دوُر دوُر ڪـهــڻــو.
تــون ئـي ســراءِ ۾ رَهــہَ، مــون ڪـي نــہ آهــہ رهــڻــو!

اي دوستا! تُنهنجو مُنهنجو، سارو حساب چُڪتو،
هن نِندَ منجهہ ڪنهن جو، ڪنهن ڏي نہ آهہ لَهڻو.

ڪــيــڏو ســويــرَ آنــدي، مــون لاءِ تــو سوُاري!
پــر قــافــلــو وڃي تــو، مــون ڪــي بــہ آ اُسَهــڻــو.

جيڪي گهڙيون گذاريئہ، مونسان چڱيون گذاريئہ،
تـو اڄ بـہ جيءُ جرڪي، هئـي ڳالهــہ ڳالهــہ ڳهــڻــو!

آغوشَ اڄ ڪــتــي ســي، ڪَلــهــہ جن ۾ نــنــڊ آئــي؟
هــاڻــي تــہ راتــڙيءَ جو، ڪــنــهــن هــنڌ آهــہ ڍهــڻــو!

راهِي "اياز" ڪــيــئــي، ويــنــدا لَهــو لَهــان تِي،
بــس، پــنــڌ يــاد رکــجو، تِن جو اُداس پــهــڻــو!





تاڪئين آهه دل ڪيستائين هلي؟
جندڙي! جيستائين نيائين، هلي.

هي جدائي ته آهي اَتل، ڇا ڪجي!
سوچيو ساٿ توسان سدائين هلي.

تي گهلي اي پرين، اَڄ سَرءُ جي هوا،
ڪٿ چوان ڪيتري دير تائين هلي.

هونءَ پوري ڪئي مون حياتي هِتي،
ها، اڃان دوستي جي وڏائين، هلي.

اَنب تي ڪويليون ٿيون پڪارن "اياز"،
تي وڃيئي هتان رُتِ، پائين هلي!





مِينهَن جي ڏينهن جو تون رلين تي پَئي!
واءُ وانگر گهتيءَ ۾ گهلين تي پَئي !

سَمندَ وانگر تري ۾ رکي ڳالهيون،
پاهران هِيئن چالئي چلين تي پَئي.

واءُ ۾ ڪيترا گل اڏامي ويا،
جيئن رابيل جو گل ڪلين تي پئي.

پيار تنهنجو ڏنو هونءَ ڪنهن نانهه پر،
واءُ ۾ ڳالهه وانگر هلين تي پئي.

ڪالهه وارو اهو آهه ساڳو "اياز"،
تو سڃاتو نه پر، تون ڀلين تي پئي!



●●

عمر بس تُنهنجي وِڇوڙي ايتري!
زندگاني آهه ڪوتِي ايتري!

پياس اڄ موکي ٻُجهي ٿي ڪين ٿي،
مَتَ ڪيڏا پو بہ لوٽِي ايتري!

ٿي چوي پل موتُ منهنجي گهر اچي،
زندگي ڇو آهه ٿوڙِي ايتري!

ڪيترا چمڪات وِڄُ جا ٿي ٿيا،
ڪين نڪتي رات ڇوڙِي ايتري!

ناوَ سان گڏجي وري موٽي "اياز"،
● ڪانگڻي ڪالي ڪلوٽِي ايتري!

●●

---

● ڪالي ڪلوٽِي: ڏاڍي ڪاري (اُردوءَ جو محاورو)



تـــي ٻَريـــو جامُ، مـــنـــدَ پـــاري جي،
اِئـــــن ڪَتِي راتـــڙي سِيـــــــاري جي.

آنءُ، چولـــــيـــــــون اُڏارَ جن اُڀ ڏي،
تـــوڪـــئـــي ڳالـهـــ تـــي ڪـنـاري جي.

مـــون ڇِڪِي ڪـالـهــ رات ٻـوڪـي ۾،
ڪـــوهــ مـــان روشـنـي سـتـــاري جي.

جئـــن ڪـــئـــي چنـــڊ - راتِ تـــو چارڻ!
ڳالـهـــڙي ٻـي ڪـِئي نـــ پـيـــاري جي.

تـــي ويـــا ڪـيـتـــرا نـــ وســـڪـــارا،
پَتِ تـــــوئــــــي رڪـــــي اُجاري جي.

ســـڙهــ سنبـاهيـا "اياز" تـــو چالــــءِ؟
• مـــون ڪـئـي ڳالـهــ جيـئـن ڪـاري جي.



---

• ڪارو:- سمنڊ



جهـول منهـنجي اجا ٻَريـن پـيـئـي.
كيـتـرا قـول روز ڏئـين پيـئـي.

جا گــهــڙي آهـ جڻ مِنـي تَڙ آ،
ڇا سـبـب، زهـر مـار ٽـئـين پيـئـي؟

هـيءُ آكـاس وَڻ جيـان آهـي،
جڻ سـتـارا سـويـن ڇنـين پيـئـي!

تـون سـرشـتـي كـروڙ نـيـڻ آهـين،
آنءُ پـانـيـان تـہ سَـڀُ ڏسين پيـئـي!

تـون كـسـيءَ جڻن كـتـي نـہ ٿِي آهين،
ڏات! دريـاهـ جئـن وڇين پيـئـي.

نـہ ڏيـاتـي نـہ در كـلـيـل اڳِ جان،
اڄ "**اياز**" آ كـتـي؟ ڏِسِين پـيـئـي؟





ٿُنهنجا ڳلَ گلابن جيئن،
منهنجا هٿ شرابن جيئن.

تنهنجا چَپَ چَپَن وانگر،
پوء بہ آهن خوابن جيئن.

توکي ڳوليندي گذري،
ساري عمر سرابن جيئن.

سانجهيءَ وقت ڪنول- ڪوٽيون،
اکڙيون هيٺ حِجابن جيئن.

تنهنجيءَ ياد تہ چيڙيو آ،
مُنهنجو روح رَبابن جيئن!

جڻ تہ عبادت لاءِ هيو،
هو مُنهنڙو محرابن جيئن!

اونداهيءَ ۾ آئِي آنهه،
مون وٽ تون مَهتابن جيئن.

پيري اڳيان اچ تہ "اياز"
آئي آهي حسابن جيئن!





چَپَ چمِين کــي ڳولــن تــا.
وِچِڙِي ڪِن کــي ڳولِــن تــا؟

تــارا اُيـــري آڌيءَ جو،
ڪَهـــڙن ڀن کـي ڳولـن تـا؟

مـوتـيـا ڏَئـي مَهـڪـارون ڪِٿ،
اڄ بـــہ تِن کــي ڳولــن تــا.

بَنــد ويــا تــي مَئــخانــا،
رِنــدَ ڪَڙيــن کــي ڳولــن تــا.

وِهـُ نـہ وِهـاتـيـو هر ڪـنهن کـي،
ڪـي تـہ وَتـين کـي ڳولـن تـا.

تـوســان ڪـلـنـدي جو گـــذري،
اَهـــڙي ڪِن کـــي ڳولـــن تـــا.

● ڪـالَهـہ جيـان وانـجهـاڻَ وجهـي،
ڪـيـر مـڇين کـي ڳولـن تـا.

ڇا تـــو ڳاتـــوگـــيـــت "**اياز**"؟
لَڙڪ اکـين کــي ڳولــن تـــا.



---

● وانجهاڻ: چارَ



مُنهَن- اَنڌيرو ويو باک آئي پرين!
ساريان ٿو سنڌ ۽ سانورائِي پرين!

تون انوکيون نِهارون ڪٿي ٿي اڃين،
تون ڪٿي آنهه مون لئه پَرائي پرين!

ڪالهه مون راهه تنهنجِي تڪِي ڪيترو،
جا سڳنڌ آهه تو ۾ نه آئِي پرين!

مون ڏنو چنڊ جي پيچري ڪان پَري،
ايتري ڇو ڪئي تو جدائي پرين!

رات زنجير توتي وفا جا هُئا،
ظاهري سڀ هئي بي وفائِي پرين!

ڪئن وِساريان اِهي چار همدرديون،
زندگي هون ۽ آهي اَجائِي پرين!

تو سَنو ڪيترو آهه چاتِي "اياز"!
دل ڏني پانَ، ناهي ڦرائِي پرين!





ايتـرو كـالـهـ مـوهـي ويـا رَت- جڳا؟
مـون ٻُڌا چو نـ، تـي گـهِـنڊَ كـيـئـي وڳا!

ايتـرو تـيـز تـنـهـن جاءِ تـي ٿـو وچين،
سـاٿُ كـنهـن جو ڏيـن جِت نـ يـائر سڳا!

سـمـنڊ تـي كـيـتـري ريـشـمـي شـام آ،
كـيـر پـيـڙائـتـو، ويـس كـنهـن جا وڳا؟

مـوتَ كـي مـاتِ ڇا كـنـهـن ڏنـي آ "اياز"؟
جي بـ سـامـهـون ٿِيـا، سـي بـ آخر ڀڳا.





سوچجي چا پيو بزم- افلاڪ ۾؟
رات يا ڏينهن جو ڪو تہ آتاڪ ۾!

موت مُرڪي پيو ڪَرَ اُتاهان ڏسي،
سانت سِر جي پئي هر وڏي واڪَ ۾.

ڪيترا ٽهڪ ها، جي گلن ۾ ٽڙيا،
ڪيترا لڙڪ ها جي لِڪا ماڪَ ۾!

چو نہ ٿا سا ڏسن ڏِڱ ڪنهن ڏيان سان،
جا اُڏامي پئي ڏوڙِ هر ڏاڪَ ۾؟

نيٺ پيرِي جهُڪِي ٿي عجب سان ڏسي،
بَرڪشي جا هئي عمر- بي باڪَ ۾.

ڏيڍپا نيٺ ڏيجي وڃن ٿا "اياز"!
آدمِي خاڪ آ ٿو مِلي خاڪَ ۾.



---

برڪشي: سامهون ٿيڻ

●●

نہ جنهن جو مُنڍ آهي ڪوئي، نہ جنهن جي ڪا پُڄاڻي آ،
حياتي آدمي ٿنهنجي، ڪهاڻيءَ تي ڪهاڻِي آ.

چَوي ٿو چنڊ هو مُنهنجا، مُهاندا سڀ وياڪا ڏي،
رِلي اڌ رات جِي جنهن، وقت قبرستان تاڻي آ.

سَڏي ديوارو در توکي، ڪٿي آهين؟ ڪٿي آهين؟
اَزل جيڏي اڪيلائي، نہ ساٿي آ نہ ساٿِي آ.

ڏسين اوسيرڙو ٿي تون، ڪٿي توکي ڏنو آهي؟
نِگهہَ ڪنهن تاڪَ وانگر آ، دري ڏاڍي پُراڻي آ.

لڳو آهي مياڻي هِينءَ، ميڙاڪو عجب آهي!
مَڇيءَ جون چڻ اکيون هُن تي، ڪُپون اهڙي مهاڻي آ.

گِرَڻ جئن نيڻ آهن هِي، ڪَرڙ وَڍ کي وئي سَمجِهي،
ڏِسڻ ۾ نينگري آهي، مگر ڏاڍي سياڻي آ.

پکي! تو پريت ٿي وئي آ، اِنهيءَ بنجر نڪاڻي سان،
اُڃا اُڏرين نہ ٿو ڇالئہ؟ رهيو داڻو نہ پاڻي آ.

نہ ڪر ڳڻتي ”اياز“ اُن جي، اِجهو هي باک اُڀري آ،
ڪٿي هو رات ڪاري آ؟ وِهاڻي آ وِهاڻي آ.



سَرَءُ اچي وئي بهار کان گل، وڏيڪ توم ڪِڙي پيا ڪئن؟
هوا تہ ڏاڍي ٿَڌي لڳي ٿي، پوئنر هزارين مِڙي پيا ڪئن؟

نہ منڌ آ پيار جي مگر ڇو، پڪي اچن ٿا اِئين اُڏامي،
چوان پيو ڪنب مورٽين جا، جِتي ڪٿي ائن ٽِڙي پيا ڪئن؟

ڇُٽي پئي تِير اچ جواني، نہ عمر جي آهہ ڪا نشاني،
پکي ڳِهري پيڃَري اچن ٿا، خبر نہ آ اِئن ڇِڙي پيا ڪئن؟

لهي پيو سجُ، نَدي نہ معلوم، ڪنهن طرف ٿي وڃي اُبهري،
"اياز" سورج مُکِي ڏسان ٿو، تہ شام جو اِئن ڪِڙي پيا ڪئن؟





مان ڳالھہ تہ سادي سودي هان، اج مون کي ڇو ٻرِ پا تا ٿي؟
جي گيت ٻرن تا تارن ۾، تِي ڪويليون اج ڳاتا ٿِي.

ڪو ڪيئن وجي، ڪو ڪيئن وجي، ڪو ڌَڪَ پيچي ڪو اِئين وجي،
آ منزل هر ڪنهن لئہ آتِي، ڇا پنهنجا گهٽَ سجاتا ٿِي.

آڪاس گهٽائون ٿِي ويو آ، تون ڏور ڏسين ٿو چونئري ڏي،
ڇا لاءِ تڪين ٿو گوڻري ڏي، جي پيرَ پرينءَ لئہ آتا ٿِي.

پريات اجا تہ نہ ٿي آهي، ۽ هَٽُ ڪلال نہ ٻوتيو آ،
گهر ڏانهن گهِتي آهي تہ سڏي، ڪهڙي ڳتي مدماتا ٿِي؟

ڪيڏيون نہ چميون سڀ اوڏر تي! هي ناريون ساريون تو ڏَر تي!
ها آءُ وَهيءَ جي ڪولِ وَهِي، هي تنهنجا سارا ڪاتا ٿِي.

تو لاءِ تڪيندي نيٺ ڊَڪيا، مون نيڻ تہ تون آئي آهين،
در ڪڙڪائي تي مِهٽو ڏين: "مون ساڻ رکيا ائن ناتا ٿِي"!

تو آنءُ "اياز" مجان هر پَلَ، آ تو وٽ ڪوئي گيت پَليلَ،
آ جيڪي تو ۾ هائي ڇُل، چوڌار ڪَوي سڀ ٻاتا ٿِي.





هر هنڌ پيئي سا نانهہ نئي، جا تو وٽ آ برساتِ پئي،
تا دُور ستارا ٽِمر ٽِمر ڪن، پر آهي ڪيڏي راتِ پئي!

تون پنهنجو هٿ ڦهلائين ٿو، يا ٻَڪَ ڪڍي تون ڳائين ٿو،
ڪِٿ ڏاتِ سنڌءِ ٿِي مات ٿِئي، تو تازي ٿي مرجات پئي!

تون وَر وَر جهول وِرهائين ٿو، ۽ وَر وَر جاڳي ڳائين ٿو،
۽ سوچين ٿو ڪنهن وقت ڪُٺي، آ تو وٽ ڪيڏي ڏات پئي!

تنهن وقت "اياز" ڇُليو ڇولِين،ٿي دنبورو درياهہ جيان،
جنهن وقت اُتيا جهر جهنگَ هتي، جنهن وقت لَوَن ۾ لات پئي.





ناس تيون ٿا پَيا يا بچُون ٿا پيا؟
آسمانو! اوهان ڏي اچون ٿا پيا.

باکَ جي سج جي چيرَ پائي کري،
نينهَن وارو! اوهان سان نچون ٿا پيا.

جيئن آهن شفق ۾ پکِي پارَ جا،
رنگَ ۾ تيئن تُنهنجي رچون ٿا پيا.

موت جو آ مُگر مانُ جاري "اياز"،
مست ٿي کيترو ئي مَچون ٿا پيا!





پنھنجي عُمر آجائِي وئي،
مينھُن ڦڙيون ٿي آئِي وئي.

چانوَ چَپر جي ڪِھڙي ڙي!
ڌرتي آھ پرائِي، وَئي.

نم جا پَن ڪَڪا ٿي ويا،
چار گھڙيون ھُئي سائِي، وئي.

چنڊُ متاھون مڪليءَ تي،
ساري راتِ سجائِي وئي.

مون ٿـ چيو ھو: ڪَڏَ آتوَ،!
ھا، پر وڪَ وڌائِي وئي.

ساري سارِي رات "اياز"
سوچي اڪ نہ لائِي وئي.





ڏينهن ڪُجهہ زندگيءَ جي اَنَل تِي لڳي.
هونءَ پنهنجي حياتي ڪُتل تِي لڳي.

جهولَ پنهنجي گلن سان ڀري آهہ مون،
پو بہ ڪائي تہ خوشبو ڪُتل تِي لڳي.

ڪيئن چئجي تہ ڪوئي نشانو چُڪي،
زندگي تيرَ وانگر چُتل تِي لڳي.

زندگاني رڳو هڪ حَقيقت هئي،
جي چتائي ڏسون موت- پلُ تِي لڳي.

هيئن سيلابَ جئن شاعري اڳ ڪتيَ!
ذات جي هيلَ ڪائي اَتل تِي لڳي.

اي ”**اياز**“! اڄ تہ طوفان ۾ دوستي،
نِمُ جي ڏار وانگر ٽُتل تِي لڳي.





ڪڏهن پيار برسات وانگر اچي ٿو،
وسي رات پريات وانگر اچي ٿو.

گهٽائون گهٽائون مُحبت اچي ٿي،
پريو مينهن بارات وانگر اچي ٿو.

ڪڏهن رات تي روپَ وانگر اچي ٿو،
ڪڏهن ڏينهن جو ڏات وانگر اچي ٿو.

ڪڙِي جيئن سورج مُکي اِئن ڪڙي ٿو،
جڏهن شام تي مات وانگر اچي ٿو.

ڪڏهن هو ڪُليءَ دل ڏئي ٿو صدائون،
ڪڏهن هو حجابات وانگر اچي ٿو.

نہ اوڙي نہ پاڙي ٻُڌو نانهہ ڪنهن کان،
تہ هُو ذات يا پات وانگر اچي ٿو.

"اياز" آهہ ڪوشش ڪئي ڪا نہ ان لاءِ،
اچي ٿو مدارات وانگر اچي ٿو.





نـــئـين مَتِ آهـــي نـــئـين ڳالـــهـــ آهـــي،
مـگـر پـو بـہ کـيـڏي سَنـئـين ڳالـهـہ آهـي.

اِئـين کـيـتـري وقـت کـان هـي بـڌون تـا،
ڇُمـيءَ سـان اگـر تـون ڇئـين، ڳالـهـہ آهـي.

اِهـا سـانـجهـہ کـان ٿِي هَلـي بـاک تـائـين،
نـہ تـون چَنـڊَ وچ ۾ پَئـين، ڳالـهـہ آهـي.

اسـان آڌَ ۾ کـالـهـہ اُن کـي ڇڏيـو سـي،
"اياز" اج وري تـوکـنـئـين، ڳالـهـہ آهـي.





- انب جا ڪوڪِلا ڪنهن پچايا پَئي،
ڏورڪي ڏينهڙا ياد آيا پَئي.

لوڙهه سوڏو ڪنول ڪلهه ڪڍيائون پئي.
- پار ڪونتل متان لڙ مچايا پئي.

- مارِ ان ڪي نه، ڪُون ڪُون ڪئي جوڪُتي،
چوڪرا! چند ڪي خار آيا پئي.

- ڪونج ڪونجار ڪئي، مَنهن- انڌيرو هيو،
نارَ اج ساجهري ڪنهن وهايا پئي.

- ڪو ڪِڙاندِوُ! ڪتي راتڙي ڪاتِيوَ،
ڪِرڙ ڪَندِيون ته سڀ جهڙ جهمايا پئي.

ماڪ آ باڪ جو چا رني رات پَر؟
وَل متان لڙڪ ڪنهن چڻ وهايا پئي.

اي "اياز!" آسرو آهه ڪاري گهَٽا،
ڏرتيءَ پيرَ ڏاڍا جلايا پئي.

---

- ڪوڪِلا:- انب جي ڪوڪڙيءَ اندر سُڪل مواد. پتو
- ڪو نتل:- پيڙيءَ جو نالو (در اصل اهولفظ سنسڪرت جو آهي، جنهنجي معنيٰ ڪويل آهي. سنڌيءَ ۾ ان چوڪريءَ ڪي به چئبو آهي، جا ڪويل وانگر چهڪندڙ هوندي آهي.)
- ڪُون ڪُون:- ڪُتي جو آواز.
- ڪونجار:- ڪونج جو آواز
- ڪوڪڙاندِ:- موسمي پکي (جمع ۾ استعمال ٿيل)



تــو چيــــو زنــد گـــانِي حـــقـــقَت هُئــي،
كــيـــتـــري زور ســـان مـــوت جي لَت هـئــي!

تــون نـــ آئـيـنءَ تـــ ڇڻ سـجَ نـيـــزي لُٽـــو،
تــوبــنــا مـــوت سـچ پـچ قــيـــامَت هـئــي!

سِر ڏنــوســي ڪِلــي، ڪــو نـــ پـر هــوءَ مـلــي،
ڇا ڪــجي دوســت ڳالــهـــ تــي ڳت هـئــي!

اوءَ پَرمَتـــڙيـا ڪــو نـــ ســمـــجهــي سـگــهـين،
هـيءَ ڪـويـتــا نــ هُئـي، ڪـا نـئـين مَتِ هـئـي!

اي " اياز"! هـــوءَ اڄ مـــن لِيـــائـــي وئـــي،
مُنــهــن هـيـس ڇَنـڊ جئـن تــورڙي ڇت هـئـي.





نــاوَ تُنــهــنجي ڪَڙِي آ، ڏســون تــا پيــا،
مــوڪـلائـڻ تــہ ڏَي، بَس هـلـون تــا پـيــا!

ڪــيــــتــرو تــاربــا مـــوت ســـان واعـــدا،
ويـچ! جيـڪـي بہ چوءُ، اج وڃون تـــا پـيــا.

ڪــيــــتــــري دلــربـــا، چَنــدَ جي رات آ،
دل مــجي ڪــا نــہ ٿـي، پــر لَڏيـون تــا پـيــا.

دل تــہ آهـي اجا ٻـيــا بہ ڪـجهــہ گـل چنون،
پـل تــہ خوشـــبــو ڏيَن، ائـن ڏســون تــا پـيــا.

پـل تــہ لاتـيــون لَنوو، اي پـکـي پـيــار جون،
چڻ تــہ پـويـون دفــعــوسـي ٻـڌون تــا پـيــا.

اي "اياز!" اج تــہ ڏرتــي ڇڏي ڪــا نــہ ٿــي،
پـيـــار جي ڳالـهـــہ وِچ ۾ ڇڏيـون تــا پـيــا.





سمند تي سجَ پيرين پَئي موڪلايو.
هو نه آيو، نه آيو، نه آيو، نه آيو.

زندگيءَ جو سفر ڪيترو مختصر آ!
الوداعون ڪري، تي ڪَپَر تِمتمايو.

ڳلَ تنهنجا پرين سَلَ جڻ هانوَ ۾ ها،
تو جڏهن پارِ بيهي پئي موڪلايو!

ويچ! هي ڇيچ ڇا جي هٽو تا، وچون تا،
ڪيستائين پيا تا مُدي ڪي وَڌايو؟

ڪير ڄاڻي "اياز" ايءُ توڪان زياده،
گلَ ته مرجهائبا جي سرءُ واءُ آيو!



---

نوٽ:- غزل ۾ وزن فاعلن، فاعلن، فاعلن، فاعلاتن، جواستعمال نئون تجربو آمي. (ش- ا)



رات ڳچيءَ ۾ ٻرندڙ ٻانهون ياد پيون،
جي نہ چپن تي آيون، آهون ياد پيون.

وَهہ تي ٻيڙا، هو روئيندڙ نارين جا،
سنڌو توتي ساريون ڪاهون ياد پيون.

آئينو هئي يا پنهنجي تاريخ هئي،
ديس! سموريون تنهنجون دانهون ياد پيون!

جن تي سِر جي سَٽَ ڏئي سرويچ وَڃَن،
سوچي سوچي ڪيڏيون راهون ياد پيون!

تون ئي اُنهن جي پيڄٽي آهين اي مارو!
مونکي تولئہ جيڪي ڳاهون ياد پيون.

چانڊوڪيءَ ۾ پَٽَ تي ويهي رات "**اياز**"،
چِتَ چرئي کي پوريون چاهون ياد پيون!





تـي كـٽـي كـوهـَ تـان اڄ بـہ ســاڳو گــهڙو،
آ شـفـق وانـگـيـان مـارئـيءَ جو پڙو.

جڪَ مــاري پـيـا پَـنـڌُ پـورو كـيـو،
سج لـهـنـدو وڃي هـاڻ پُـنـتـي لَڙو.

چو نـہ آئـينءَ اڃان كـوهـہ تـي تـون كـڌهـن!
چَـنـڊُ كـنـڊيءَ مـتـان اڄ بـہ آهـي ڪَڙو.

يـار جي پـار تـان سَڏ پـيـا تـا پَوَن،
رات بـرسـاتِ جي، پـيـو وسـي تـو ڳڙو.

تـهـكَ بـيـنـا ڏيـن چهـڪ تـاريـخ كـي،
كـوٽ كـوٽـان كـيـو ڪُجهـہ نـہ ڏيـنـدو دڙو!

اي "اياز!" آهـہ تـوكـي شـكـايـت اهـا،
مـوت دَرتـي ڪَڙو، آهــہ هُو بـي وَڙو.





ڳاتن جي ڳهراتن جئن،
موت اچي تو ماتَن جئن.

جڻ آڳانجهي آهين تون،
سانجهيءَ جي سُرہاتَن جئن.

تنهنجو آکيرون مِلهي،
من جي جهنگن گهاتَن جئن.

اوجهڙ جي اونداهيءَ ۾،
پيار اچي تو لاتَن جئن.

شاعر! ٻکَ پليري آ،
بيکَ نہ مڱ تون پاتَن جئن.

سارو ڳوٺ پيو جاڳي،
آڌيءَ جي راتيانَن جئن.

راجستاني جڻ تہ لڳا،
مون کي سنڌ- سماتَن جئن!

پيو کو اُپريو آهي ڇا،
هاڻ هتوڙن ڏاتَن جئن؟

اڄُ ٻــ تــارا ٽِمــــڪــن ٽــــا،
انـــڌو ٿـــيءُ نـــہ ڀـــاتَن جئـــن.

پکَ نــــہ آيـــا پـــارُ پُلـــــي،
ڇڻ ڪـلـهـــہ جي ڪُوڪـاٽـن جئـن.

ســـنـــڌُ اڄا تــائــين ٻــہ ”اياز“،
چڪـــــيءَ جي ڀِن پـــاتَن جئـــن.





ڇا لاءِ مَرن ۽ مارن تا، هي جڳ جا جهيڙا ڇا معنيٰ؟
ڪنهن ساڻ وڙهين ٿو سپني ۾، هي گوڙ بکيڙا ڇا معنيٰ؟

هي ساٿي ڪهڙا ساٿي ها؟ آ هر ڪنهن پنهنجي راهه وَرِتي،
هو هَر ڪنهن کي هيڪل وِڃُو، هِي سارا ميڙا ڇا معنيٰ؟

هي چوڪُو آهي چار گهڙيون، پو پَنکَ پکيڙي اُڏرين ٿو،
ويا هر ڪنهن جا ڪيڏانهن ولَر؟ هي واءُ وِڪيڙا ڇا معنيٰ؟

آ ڪيڏو سمنڊ اَجهاڳُ پرين، هت ناهي ڪنهن جوماڳُ پرين!
ڪوئي بہ ڪنارو ڪونہ آهي، هي تُنهنجا ٻيڙا ڇا معنيٰ؟

تو مَڌُ پيتو هن وَستيءَ ۾، ۽ واڳ وٺين ٿو مستيءَ ۾،
پَر تنهنجوماڳُ "اياز" ڪٿي؟ هي سارا ليڙا ڇا معنيٰ؟





ڇا لاءِ بلندين تي پهچي، تون هر هر هيٺ نهارين ٿو؟
هو ماٺهو ڪيڙا ماڪوڙا، ڇا لاءِ انهن کي سارين ٿو؟

هي ساري مايا سَپنو هئي، جڻ وَهندي جَرتي ڦوٽو هئي،
جا گذري وَئي سا گذري وئي، تون لڙڪ اجايوهارين ٿو!

ٻي انت ستارا پرِ ڪرتي، تون ڪاءُ وَرِي تن ڏي ڦِر تي،
اک ٻوٽ تہ ٻوتا ڪاڏي ويا، ڇو ڪَڻ ڪَڻ ريت سنپارين ٿو؟

ڏس هاڻ مِٽيءَ سان مِٽي ٿي، هي تنهنجوگهر هي گهِٽي ٿي،
هي سايا ڪُوڙي سايا آ، جا سپني سنگ اپارين ٿو.

جا وجٽي آسا وجٽي آ، سا ڪنهن جي مورُ نہ مجٽي آ،
تنهن لاءِ "**اياز!**" ڏسي پنتي، تون ڇا لئہ ڳوڙها ڳارين ٿو.





کيــــڏا ڇارَ وڏا آهــن تــو،
جن ۾ يـــار وڏا آهـــن تـــو.

ٽُڙِڳائـي تـانـگهـي ۾ تـن کـي،
کـارونـــيـــارَ وڏا آهـن تـو.

آنءُ بہ تِن ۾ھـک آهـيـان ڇا؟
کـيـــــڏا هَار وڏا آهــن تــو!

سـپـنـي ۾ ڦـاسـائـي سَيـئـي،
اي سـنــســـارَ وڏا آهـن تـو!

گـهـايـل مـن کـي هـئـن ٽِڙڪـائـي،
ڏک جا ڏارَ وڏا آهـــن تـــو.

جيون- رَٿَ کيڏانهن وڃي ٿو؟
سَو ســيــنـگـارَ وڏا آهـن تـو.

اونـــهـــي آهـــي ڪَڏَ "**اياز**"،
سـب تـكــرارَ وڏا آهـن تـو.





عشق جي موت تي اوچنگارون ڏئِي،
روءُ تون، پَل ڏسي لوڪ اي ڇا ٿي ٿي!

پاڻ پنهنجو وِڃائيءَ ڇَنيسر ڏئي،
هارُ ڪا چيز هو؟ حيفُ توتي هَئي!

عشق تارا نيارا ڏَئي تو ڇڏي،
گهور ۾ تو ڇئي ڳالهه جا آڻ ڇَئي!

قافلا تا وڃن دور، تون ننڊ ۾،
تا ستارا ڇِپن رات ايڏي رَئي!

تون معافي طلب آءُ آهيان نہ رب،
ياد رهندي سدا آهہ جا تو ڪَئي!

هيل آڪاس کي تو سمندر ڇُهي،
هونءَ توريون ستون، ويرَ آئي وئي!

بيهہ اي چنڊ! توکي وري مان چمان،
نينهن آهي نئون، رات آهي نَئي.

مُنڊَ ڪائي ڇپيءَ جيئن ڇرڪي ”**اياز**“،
باهڙي تي ٻري رات ٻَر ۾ پَئي.





اڪيلو ڇڏي ڏينم، من ٿوچوي،
پَري گهر اَڏي ڏينم، من ٿوچوي.

زمانا! لڳي دل نہ ٿي هِت اِئين،
پرين تون گڏي ڏينم،مَن ٿوچوي.

رُليو آهيان ڪيترو آنءُ، اڄُ،
لَڏائي تڏي ڏينم، مَن ٿو چوي.

نہ آ دور ڪا شيءِ، اُنهيءَ ڪان "اياز"،
متان هو سَڏي ڏينم، مَن ٿو چوي.





ڪيترو ڪالهه آنءُ پڇتايو!
هيئن ڇا لاءِ مون هرڻ گهايو؟

ڳَدَ جي گهاوَ جيئن وقت آهي،
هي تَتو روهه، سِجَ جو سايو!

چندُ سوچي پَيو ته گهوڙي جي،
ڪنهن پُنيءَ تان سوارُ ڪيرايو!

هي ڪنڌيءَ تي قطار هيڙهن جي،
بازُ آيو، اِجهو مٿان آيو!

ڪئن نه واري وَتيءَ ويچون تا پيا،
ڪئن نه سڀ کي زمين ڳڙڪايو!

موتُ تنهنجي اُداس واديءَ تي،
آهه ڪاري ڪڪر جيان ڇايَو!

سانت ۾ پانت پانت گيتَ آهن،
گوڙ جو گيت تو رڳو ڳايو!

جنڊڙي، جيت هار، سڀ سپنو،
ڇا سِجايو به آهه کو لايو؟

هيءَ اوطاق ڪانا آ منهنجي،
جيتري وقت لاءِ ترسايو.

بي گهري اوچتي چمِي تنهنجي،
زندگيءَ جو عجيب سرمايو.

زندگيءَ ۾ ”اياز“ هن پيري،
چندُ ڪيڏو نه ويجهڙو آيو!





ڪيتري پيهه ۾ تڳين پيئي،
گلِ لالا جيان لڳين پيئي.

عمر اڳ جئن روان دوان آهين،
هِي ڪنارا رُڳو ٺڳين پيئي!

ڇا نه الجهاءُ آهه مايا ۾،
ڇيڙهه جئن آهه اڄ ڇڳين پيئي؟

هاڻ هَلُ! ڇو پهاڙَ تي پڳلي،
پيرَ ڪوڙي ورِي ڦٻين پيئي!

ٿِي ڪويتا اچي ”اياز“ اچڪلهه،
ڇڻ ته امرت جيان رڳين پيئي.





ماڪ ۾ تون گلاب جي گل جان،
آنهن چڻ ڪنهن ثواب جي پَل جان!

ننڊ ڏاڍي اَچي وَئي آهي،
ڪويليون دورِ تي ويون هَل جان!

چَنڊ تائين پُڳي به يا نه پُڳي،
شاعري ڪالهه سَمنڊ جي ڇُل جان؟

هيءَ چُمي ڪيتري وَٺي پيئي،
اي پرين، پيار جي ڳري مُل جان !

گل مَهر سڀ ويا تڙي پکڙي،
● آ هوا سرد، جيءَ جي جَل جان!

ڏات جي ڏيهه ۾ اچا تائين،
ناهه ڪوئي "اياز" جي ڪَل جان!



---

● جَل: هِنديءَ ۾ "فريب" کي چئبو آهي.



پيـــار تـي ايـتـــرو لَهـي پـيـــو آ!
شــام تِي، كــاڪ ڏي ڪَهـي پيـو آ!

ڪــالـهـــ جهـولـوَ لـڳو هُيـو ڏاڍو،
ڏس تـــ آڪـــيـــرڙو ڍهـي پـيـــو آ؟

بَنـدِ تِي وئـي سَراءِ، وقـت تــيـــو،
هِي مــســـافـــر اچا رَهـي پـيــو آ!

هـو سَهـو ڪـوڙڪـيءِ ۾ ڪـيـڏو،
چُپ ڪَري سُورڪـي سَهـي پـيـــو آ!

هـو اڏامــي ويـو هِتـــان،سـچ پـچ!
ڪـٿَ تـي ڪـيـرُهـيـئـن هِي پـيـو آ؟

ويـــڙهـــ ڏاڍي هَلـــي ”اياز“ مـگـر،
مـــوتَ جي مـــاتِ تـي ڍهـي پـيـــو آ!





دردَ جي راتِ آزمائي ڏس !
جا ڏِني ڏکَ ڏاتِ، ڳائي ڏس!

وقت وَهنديِ نديِ، ڪٿي نہ بهي،
سورَ سَپ سِير ۾ سمائي ڏِس!

اي پرين! آگريون مِڙي نہ وڃن،
آءِ بَربط وَرِي وَڄائي ڏِس!

سمند اونهو، اُداس سانجهي آ،
ناوَ ڪي هيڪلو هلائي ڏس!

چو چٽين تو گلابَ! ترس اجا،
آهہ تو سوري سُڳند ڳائي ڏس!

هيءَ رستو سڌو سنئون آهي،
نہ سَڄي ڏانهن ڏس نہ ڏائي ڏِس!

پاڻ رابيل تا ترڙَن تولئہ،
تون رڳوهَتَ ڪي وڏائي ڏِسُ!

ڪيترا گل اجا "اياز" آهن،
ڪَنڌ ذرتيءَ متان نِوائي ڏِسُ!





ڇا سڄو آب تاب گذري ويو؟
خواب ڀرجڻ تہ خواب گذري ويو!

عُمر پنهنجو پڙاءُ ڪِٿ نہ وڏو،
قافلو هو، شِتاب گذري ويو.

ياد تُنهنجي جڏهن جڏهن آئي،
موتُ،جئن ڪو جواب گذري ويو.

هي جواني هئي؟ خبر ناهي!
لَهر تي ڪو رباب گذري ويو.

وقت جو وهڪرو اُهو ئي آ،
آدمي؟ ڄڻ حُباب گذري ويو.

سڀ ۾ اڄ ڇڏي "اياز" آخر،
عشق جو آفتاب گذري ويو.





وري اڃون تـا گنـاهگـارو، اسـان مـجي مـات كـا نـہ آهـي.
پـئـو پِـئـو صـبـح جا سـتـارو، وئـي وئـي رات كـا نـہ آهـي.

اڃي ويون اوچتيون گهٽائون،وَري وُٺي جون لڳيون هوائون،
ڪَساب تي ويا ڦڙي نہ پئي آ، گهڙي بہ برسات كا نـہ آهي.

نہ مـاهتـا بي ائين ڪِڙي آ، ڪڏهـن بـہ ناريـل جي ڇَڙين ۾،
اچين پئي ياد ڪيـتـرو تون، مـگـر مـلاقـات كـا نـہ آهـي.

ڏِسين نہ تِي وقت آهہ قـاتـل؟ نہ جيءَ جذبا مُدام رهـنـدا!
نہ تـون اُها آن، نہ آنءُآهيان، نہ تـانـگهہ آهي، نہ تات آهي.

مِلين ڪڏهن تون مَسين مَسين تِي، خبر نہ آهي ڪِٿي وَسين تي!
گلاب جهڙي ڪڏهن ڏسين تي تہ ماڪ جڻ هي حيات آهي!

ڪڏهن ڪڏهن تون اَچي ملين تي، ڇڻ نئين زندگي ڏئين تِي
حـيـات آ قـيـد جي عـلامَت، رُڳو مـحَبت نـجات آهـي.

جڏهن جڏهـن رات شبنمي آ، "اياز" اِن ۾ ڪِتي كَمـي آ؟
اِنهي كري آهي خوبصورت، نـہ كا بـہ اِن كي ثبات آهي.





ڇو ڪنهن سان اڪِ اڙائين ٿي؟ ڇو ڇوري پيار وَڌائين ٿي؟
آزاد هوا جئن آهين تون، ڇو ڳٽُ ڳچيءَ ۾ پائين ٿي؟

تقدير به پنهنجي آهين تون، زنجير نه وجهه تدبير مٿان،
ڇو ڪنهن سان عِشق نڀائين ٿي؟ ڇو پُنتي موتَ نه ڪائين ٿي؟

ميهارُ جڏهن تو ڪوني ٿو، تون آنهه هوا ۾ ڇڻ ته گهڙو،
ڇا تنهنجي لاءِ انوکو آ؟ تون ڪيئي پيارَ ٻڌائين ٿي!

هي مرد به ساڳيا فرد آهن، هابيلَ جيان قابيل جيان،
هي پاڻ مَرَن پر پائن ٿا، تون تِن جو خون وَهائين ٿي!

ٿا ماڻهو سي سنسارُ پَسن، هر وقت جِتي ملهارَ وسن،
جنهن وقت هوا ۾ هيرون ٿِي، تون ڇيلَ ڇبيلي ڳائين ٿي!

ڇو آزادي قربان ڪَرين؟ ڪنهن لاءِ ڳرين ڪنهن لاءِ مرين؟
ڪيڏو نه "اياز" وٺين پيئي، جي تنها ساز وڄائين ٿي!





چڻ تہ جھومي ٿي پئي ھيءَ ڪائنات.
تون ڪٿي آھين پرين اج عيدَ راتِ؟

آنءُ آھيان ماتِ پنھنجي موتَ جِي،
تون پُلو آن،موتُ منھنجي ناھہِ ماتِ.

چنڊ مون لئہ جامُ ناھي تو اچي،
تون صراحي ٿي پَرين اي ڪائنات!

موت ھر ڪنھن ڏي اچي تو اي پرين،
پيار ٿُنھنجو؟ پيار جي ڀي آھہ باتِ!

ٿيون اچن ڪاريون گھٽائون مون مٿان،
آزمايُوَ جام منھنجي جي ثَباتِ؟

وَار ڪولي ڪالھہ تون آئي ھُئينءَ،
چڻ گھٽائون ٿي وَئي ھئي ڪائنات!

چڻ ازل ۾ تو ڏئي وَر وَر ٿُبي،
نِمُ تان ڪھڙي پڪيءَ جي آھہ لاتِ؟

چڻ اُتر جو واءُ هُن لئي آڇَهو،
جيئن تي ڏونگر ڏِسي، تيئن تيزُ ڏاتِ!

ڪو پَرندو هئن ڏٺو آهي نه مون،
جِيئن پيجري مان اُڏامي تِي حيات؟

جندڙي رهندي خلا ۾ ڪيترو؟
مون چيو: "اڪيوٿَ وانگر آ مماتِ".

درد ڪي پنهنجو وجود آهي "اياز"،
موتُ آهي ننڊ وانگر ڏينهَن راتِ.



••

جو چنڊو ڪونہ، گهاءُ آهين تون.
رَت ٽِمي ٽوچِڪاءُ آهين تون.

جڻ تہ رابيل مان ڦٽي آهين،
ايترو جو مهڪاءُ آهين تون!

دُور تان اِئن اچين پئي مونکي،
چانڊنيءَ جو چٽاءُ آهين تون.

پيار ۾ ياڪُرين پَئي منهنجي،
آگ آهين،الاءُ آهين تون!

جڻ تہ رڳ رڳ رچي وئي آهين،
جڻ تہ لنءَ لنءَ لڳاءُ آهين تون!

پوهہ جي اسَ جيئن ڪونہ آهين،
پر جياپي جٽاءُ آهين تون.

بيو ڪَويتا اُپاءُ ڪونہ ڪپي،
آهہ جي ڪو اُپاءُ آهين تون.

رات جو لڙڪ ٽِپي لهين ٿي تون،
باک کان اڳ اُهاءُ آهين تون.

پاڻ سورج مُکيءَ جيان پوتيان؟
سانجهہ تي آ، سماءُ آهين تون.

جو ڦِکي تي تئين "اياز" اڱيان،
جي اُبهرو چِٽاءُ آهين تون.





چنڊ درياهہ سان جيئن ڏوران هلي،
جيستائين هلي سات توسان هلي.

ڪا بہ ڊوهِي نہ آ، هَتَ ڇو هي نہ آ،
پيار تو ساڻ تو سانوڻيءَ جان هلي.

عُمرِ! تُنهنجي ندي بيهڻي ڪا نہ آ،
جيستائين ڇُلين پيار توسان هلي.

جو بہ پَل تو گذاريو ويو موت ۾،
جهولَ تولئہ جَهلي موتَ پنتان هلي.

موت جي ڳالهڙي تورڙي آ ”اياز“،
اڪ پورِي مگر جڳ اڳي جان هلي.





تون ئي سراءِ ۾ رهہ مونکي نہ آهہ رهڻو،
موتان يا نہ موتان آ دوُر دوُر کَهڻو.

اي دوست! تنهنجو منهنجو سارو حساب چُڪتو،
هن ننڊ منجهہ ڪنهن جو ڪنهن ڏي نہ آهہ لَهڻو.

ساجهر سوير آندي مون لاءِ ناهہ سواري،
پر قافلو وڃي ٿو مونکي بہ آ اُسهڻو.

جيڪي گهڙيون گذاريئہ، مون سان چڱيون گذاريئہ!
تو اڄ بہ جيءُ جرڪي، هيءَ ڳالهہ ڳالهہ ڳهڻو.

آغوش سي ڪٿي اڄُ، ڪَلهہ جن ۾ ننڊ آئي؟
هاڻي تہ راتڙيءَ جو ڪنهن هنڌ آهہ ڍَهڻو.

راهِي "اياز"! ڪيئي ويندا لَهو لَهان ٿي،
بس پنڌ ياد رکجو، تَن جو اداس پهڻو.





شام ٿي، سورج مکي مُرجھائيا،
هنجَ جي اڏري ويا ها، آئِيا؟

باک توتان لاکَ کنهن لاهي وَتي،
روئندي مون گيت تُنهنجا ڳائيا!

تو کَيو ڪاتو تہ ها ڪيڏا هرڻ،
اوچتو جي رُجَ ڪَلهہ رولائيا؟

باغ ساري تي سَرءُ وئي ڇانئجي،
چار ڳاڙها گل، اهي ڪنهن ڇائيا؟

گردنون ڪيڏيون ڪَپيون ڏاتي پئي،
۽ هتوڙي ڪيترا سِر گهائيا!

"فيض" اڄ ۾ ئي مري ويو اي "اياز!"
جيئرا شاعر سَوين شرمائيا.





ايتري ذاتِ تي ويو آهين،
موتَ جي ماتِ تي ويو آهين!

ڪيترا گيت تا هلن توسان،
جڻ تہ باراتِ تي ويو آهين!

جهانجهہ تي ڪا وَڄي شِوالي ۾،
چَنڊ جي راتِ تي ويو آهين.

ننڊ ۾ هوءَ اِئن اَچي پيئي،
جڻ مُلاقات تي ويو آهين.

روز اُيري پئي گهَٽا توتي،
تون تہ برسات تي ويو آهين.

جهولَ خالي ڏسي سواليءَ جي،
عِشقَ! سوغات تي ويو آهين.

جاڳَ- سپنا ”اياز“، پَر ايڏا؟
تون تہ ڪا تاتِ تي ويو آهين!





عمر ساري تمام ٿي ويئي،
پيار جو انتقام ٿي ويئي.

مئڪدي جي اُداس راتِ وَري،
چڻ ته لبريز جام ٿي ويئي.

ياد تُنهنجي اکيون اجاري وَئي،
مُرڪ ڪائِي مدام ٿي ويئي.

عُمر جي خار زار ۾ خوشبو،
اوچتو همڪلام ٿي ويئي.

پيارَ- سورج مُکي نه مُرجهائيو،
آ شفق- رنگ شام ٿي ويئي.

عشق جي اي "اياز" ناڪامي،
شاعريءَ جو دَوام ٿي ويئي.





زندگي جڻ تہ خواب جئن گذري،
آب ۾ ماهتاب جئن گذري.

اوتَ تي اوتَ، جا ڪِتي نہ ڪُٿي،
عُمر جامِ شراب جئن گذري.

ڪنهن مغني اهو بہ چاتو آ،
روح تي چا رباب جئن گذري.

يار سان سَئُرُ، سمنڊ جو ساحل،
شامَ پنهنجي حُباب جئن گذري.

هي بہ تون نانهہ، هُو بہ تون ناهين،
زندگي انتخاب جئن گذري.

سر سَراهت ڪري سگِهي پرسان،
ڪنهن مُقدس ڪتاب جئن گذري.

ياد ماضي "اياز" اِئن آيو،
رات روزِ حساب جئن گذري.





جي مـــان مـــري وجانءَ تــہ ايــڏو نـــہ روئـــجانءِ!
لاڙي ٻـــہ چار لڙڪ رُئـــي هـــار پـــوئـــجانءِ!

مـــون کـي وســـارجانءِ ٻـہ تـي گـــيت ســـارجانءِ!
جي آبــشـــار جيـــئـن گـلـي ۾ ســمـــوئـجانءِ!

بـرســات هـيـئـن کـا ٻـہ وسـي نـاهـہ ديس ۾،
جي ٿـي سـگـهـي ســمـــاج سـڄو وقـت ڌوئـجانءِ.

آ لـوڪ ٻـوڪَ، نـانـهـہ سـنـدس اعـتـبـار کـو،
جي لوڪ کـجهـہ چوي ٻـہ تـہ مـونـکـي نـہ لـوئـجانءِ.

تـــو لاءِ مـــون صـــديـــون نـــہ ڇَڏِي ٻُکَ روح لاءِ،
هـــي گـــيـــت هـــا "اياز"، ٻَريـــون روز ڍوئـــجانءِ.





ڪِئن ڏينهن تئي، ڪئن رات لَهي، مان ڇا ڄاڻان مان ڇا ڄاڻان؟
ڪِئن دل ٽِي ايڏو درد سَهي، مـان ڇا ڄاڻـان، مـان ڇا ڄاڻـان؟

هـر لـهـر هُئِي مـضـراب جيـان، ۽ سـارِي عُمـر رَبـاب جيـان،
آ وقـتُ جيـئِين دريـاهـ وَهـي، مـان ڇا ڄاڻـان، مـان ڇا ڄاڻـان!

هِن رُوح هَرڻ جي ڳولا ۾، ڪـو پـاڻـي آهـي؟ يـا ڪـونـه آهـي؟
ڪيڏانهن وڃي ڪيڏانهن ڪَهي، مان ڇا ڄاڻان، مان ڇا ڄاڻان؟

سـنـسـار تـه ڪـوئـي پَل آهـي، ۽ ان جو انـت اتـل آهـي،
ڪنهن وقت نـهي ڪنهن وقت ڍهي، مـان ڇا ڄاڻان، مان ڇا ڄاڻان؟

پَلُ پـيـار بـنـان ڄڻ وَئـل آهـي، هـي جيـون ڄڻ ڪـوبـئـلُ آهـي،
تـو چَڪَرِ ۾ ڪـيـڏو نـه ڳهي، مـان ڇا ڄاڻـان، مـان ڇا ڄاڻان؟

من روز مُنجهـائـي تـو سـاهِي، ڪـنـهـن وقـت "**اياز**" تـري تـائـين،
تـو سِپَ ڏِسِي مـوتِي نـه لـهي، مـان ڇا ڄاڻـان، مـان ڇا ڄاڻان؟





تِي ننڊ اچي جي نيٽن کي، هِي ذات ڏهاڳڻ جاڳي ٿي،
تا شعر اچن برسات جيان، دل ڪيڏا ٿَر بَر جهاڳي ٿي.

هي ذاتِ ڪٿي ٿي پوڙهي آ؟ تِي اَج بہ تہ ٻاڙها گل روڙي،
پر پوئي ڪَنڊيون پائي تِي، ۽ خوشبوءِ سان بَنُ واڳي ٿي.

هي پَلُ ڇا ڪائي پَلِ آهي، درياھُ وَهي ٿو جنهن هيٺان،
تون پير ڪٿين جي سوچي ڪڻ، ڏِسجانءِ تہ لڙڪي ڏاڳي تِي!

جئن ڪينجهر تي ڪنهن وقت ولر، تيئن شعر اچن ٿا چار پهر،
ڪي ننڊَ اُڏارون تِي آيا، ۽ ڦاٿا ڪي اوجاڳي تِي.

ڪيڏانهن ڪهين توڃاڻُ اِهو، ٻيو ڪجهہ ناهي هن ذات جهو،
ڇُڙواڳ "اياز" اڃا رهنديِن، ڪو ماڳ ڏسِي اَن ماڳي تِي.



●●

جنهن وقت اَسُر جي هِير اچي، جنهن وقت پکي پَر ڪوهِن ٿا،
تنهن وقت گلن تي ماڪَ ڦڙا، مَنَ منهنجو ڪيڏو موهِن ٿا!

مون ڄاڻَ ٻڌائي ڄَر جيءَ ڄِي، ڄڻ آهه تَپت ڪنهن آويءَ جي،
تا تن مان ڇاڇا تانوَ جُڙن، جي ڪَنير مِٿي ڳوهِن ٿا!

هو ڪير هُيا جن ڳاتو تي؟ جن اونهو سمند سُڄاتو تي؟
سُر سارا نڪتا سانت منجهان، اڄ جيڪي ساز سَموهِن ٿا!

ڪنهن وقت اَچي تي ڪِريَ مَتان! ڪر پيار "اياز" وڏيڪ اڃا،
سي ماڻهو جُڳ جُڳ شال جِيَن، جي پريت ڪري پاٻوهِن ٿا.

●●



اِئن دل ۾ ڪيئي سال رَهي، اي شعر صدائون ٿِي ويندءُ،
مون چاتو هو، مون چاتو هو، گهنگهور گهٽائون ٿِي ويندءُ!

هن جيون ۾ جي ٻهر هُيَءَ، سي چانڊوڪيءَ جي لَهر هُيءِ،
رهندءُ نہ اِئين ڪنهن چاتو هو، ڪنهن وقت جفائون ٿِي ويندءُ!

اي هَرڻين جهڙا نينَ اِئين، ڪنهن وقت ڳٽون ڳتڪائيندوءُ،
ائن دوُرِ رَهي ايندءُ نہ ڪَهي، ڪي ريتِ- هوائون ٿِي ويندءُ!

وِرلي تہ ڪِرو ٿا اي ڳوڙها، وِيران اکين مان ورهين ۾،
ڪنهن چاتوهواچ بارش جون، مون لاءِ دعائون ٿِي ويندءُ!

هي چار ڏهاڙا چانڊوڪي، ايڏو نہ تڏو اِن ڏانهن ڏِسِي،
بس، آهہ "اياز" عجب اِن تي، انسانَ خُدائون ٿِي ويندءُ!





جنهن وقت گهَٽا گهنگهور اَچي، ۽ مورَنچن، تو جامَ ڀَريان،
ٻي آنءُ عبادت ڪَيئن ڪريان، ڇَوءُ ڪيئن ڪريان، ڇَوءُ ڪيئن ڪريان؟

تَنهن وقت هوائون ٻُتجن ٿيون، جنهن وقت ٻڪي ٿو آنءُ ڪُهان،
تَنهن وقت سمندر گهُٽجي ٿو، جنهن وقت مچي ٿو آنءُ تَريان!

• مون ٻيهر لاٿوڪوسُ آهي، ڏس چنڊ اچا آ ٻاٽيءَ ۾!
جي تون ٻه ڇِڪائين او ساٿي، مان چاهيان ٿو اُن ڪي ٻه ڀريان!

هي تارِ صراحي اوڏو آ، جو پيئين، پيءُ انهيءَ مان تون!
ڪنهن بادل تان ڪنهن سپني مان، تون آئي آهين ذاتِ پَريان!

تون پيار ڏئي سنسارُ ڏِنو، تو مونکي پارُ آپارُ ڏِنو،
هي خونُ تہ منهنجو ڪُجهہ ناهي، مان تُنهنجي ٻيو ڇا ڀيٽَ ڌريان؟

اي همعصرو! جيڪي بہ چئو، ٻيهار "اياز" نہ ايندو ڪو،
خاموش رهان ٿو ان لئہ جو، مان ڪنهن تي مَگ ڌريان!



---

• ڪوسَ:- ٿر ۾ چمري جي ڏول کي چَوندا آهن.



وِئي عمر خوشبوءِ جيان اي گلابو، وري ڪا نہ ايندي، وري ڪانہ ايندي!
آڏامي تہ شبنم جيان آفتابو، وري ڪانہ ايندي، وري ڪانہ ايندي!

اِهي ميڪدا ڪونہ ھيھارَ ڳلندا، وَرِي رِندَ ترّندي ڪٿي ڪونہ رلندا،
خُمار آهہ ڪوئي جواني، شَرابو، وَري ڪا نہ ايندي، وري ڪا نہ ايندي!

ڪِٿي ڪانہ بِهندي ڪٿي ڪانہ بهندي، اها آبشارن جيان تيز آهي،
ڏسو ٿا انهيءَ جي رواني حُبابو، وَري ڪانہ ايندي، وري ڪانہ ايندي!

اها چاندني رات ڪجھہ پَهر آهي، وَجي ٿِي اِئين جيئن ڪا نهر آهي،
ڪٿي نَهر آهي اِنهيءَ ماهتابو؟ وري ڪانہ ايندي، وري ڪانہ ايندي!

نشاني اها سوال جِي آهہ يارو، جُدائي ازل کان لکي آهہ پيارو!
ڪيو غور ڇا تي پيا لاجوابو؟ وَري ڪانہ ايندي، وَري ڪانہ ايندي!

"اياز" آهہ هي نانَو جي ڇانوَ ڪيسين؟ ڏيَن ٿا رڳو ڏِ ڏِ هُو هانوَ ڪيسين؟
انهن کي ڇَٽي ڏي تہ خانہ خرابو، وري ڪا نہ ايندي، وري ڪانہ ايندي!





يار سان پيار جي ڳالهه آ.
ڪا تہ اقرار جي ڳالهه آ.

موت جڻ مُسڪرايو ہُئي،
زندگي ہارَ جي ڳالهه آ.

تو اَڏامي پکي واءُ ۾،
لاتِ؟ ہي پارَ جي ڳالهه آ.

چَندَ لائون لهي تو مٿان،
ڪنهن تہ دلدار جي ڳالهه آ.

اي "اياز" اوچتو موت ڇو؟
بس اها خارَ جي ڳالهه آ.



---

● نوٽ: هي غزل ٽي ڀيرا "فاعلن" تي ٻهريون ڀيرو لکيو ويو آهي. (ش-١)



ڏِسُ هـــي ڦـــــــول ڦلارَ ۾،
روهـــــيـــــــڙي جي ڏارَ ۾!
نيٺ تہ سڀ ڪجهہ ڇڏڻو آهي.

چانـدوڪـيءَ ۾ ڪـيـئـي چوءَنـرا،
ڪـــيـــــڏا جوڙا پـــيـــــارَ ۾!
نيٺ تہ سڀ ڪجهہ ڇڏڻو آهي.

ڪـيـــڏا گـيـت سـمـــايـل آهــن،
تـــنـــبـــــوري جي تـــارَ ۾؟
نيٺ تہ سڀ ڪجهہ ڇڏڻو آهي.

لَنءَ لَنءَ ڪـيـــسـين لـرزش هـونـدي،
واريءَ جي ڌـــــــد ڪـــارَ ۾؟
نيٺ تہ سڀ ڪجهہ ڇڏڻو آهي.

ڪـئـن ڇئـجي، ڪـيـــسـن رهـڻـو آ،
مـــتـــيءَ جي مـــهـــڪـــارَ ۾؟
نيٺ تہ سڀ ڪجهہ ڇڏڻو آهي.

تـنـهـنجا وارَ گـهـتـائـون ٿـيـندا،
ڇا اڳـتـــي انـــڌ ڪـــارَ ۾؟
نيٺ تہ سڀ ڪجهہ ڇڏڻو آهي
هر مـاڻـهـوءَ جئـن لـڏڻـو آهـي
پـيـو ڪـوئـي گـهـر اَڏڻـو آهـي.





تو ماٺيون جي رنگ رَليون،
ڪَوڙيون جهڙيون ٿوهرَ- وليون.
آنتُ نہَ چاتئہ!

نيٺ چڏيندين ميلو تون،
هوندين نيٺ اَڪيلو تون.
آنتُ نہَ چاتئہ!

سجُ لهي ويو سنڌوءَ ۾،
سانجهہ لٿي ساري جُوءَ ۾.
آنتُ نہَ چاتئہ!

وَڻُ جو ٻَر تي بينو آ؟
نيٺ تہ اَڪڙي وڃڻو آ!
آنتُ نہَ چاتئہ!

سانجهيءَ جو مانداڻ ڏِٺئہ؟
ءِ پاڻيءَ ۾ پاڻ ڏِٺئہ؟
آنتُ نہَ چاتئہ!

هر شيءِ اچڻي وڃڻي آ،
تُنهنجي مُور نہ مڃڻي آ.
آنتُ نہَ چاتئہ!

سارو ڏينهن رڳو ڳاتئہ!
آنت نہ چاتئہ، ڇا پاتئہ؟
آنتُ نہَ چاتئہ!
آنتُ نہَ چاتئہ!





تنهنجي ڪارڻ ڇا نہ ڇڏيو آ،
آڪيرو جنهن جاءِ اَڏيو آ،
سو وڻ تون ئي آهين.

تارا جئن فانوس ٻرن ٿا،
لوءِ ڇڏيو ٻي لوءِ لَڏيو آ،
آڪيرو جنهن جاءِ اڏيو آ،
سو وڻ تون ئي آهين.

آنءُ تہ تنهنجي راهہ وَتي هئي،
پر هِي جاتل ڪيرُ گڏيو آ؟
آڪيرو جنهن جاءِ اَڏيو آ،
سو وڻ تون ئي آهين.

جنهن تي پنهنجو پاڻ پَڏيو آ.
سو وڻ تون ئي آهين.
سو وڻ تون ئي آهين.





مـــان جو وڳهـــ ڪــوٽ ۾،
ســـــاڳو پـــــاڳو پـــــانَ،
تـــنهـــنجو هـــان مـــهـــمـــان،
چارڻ تـــــورا ڏيـــنــهـــــڙا!
مُنهنجي چَنگ چِڪـن تـا سـڌڙا،
شـــهـنـايـون تـي مـنـهـنـجا هـڌڙا،
ڳائـــــي تـــــو ارمـــــــانَ.
تـــنهـــنجو هـــان مـــهـــمـــان،
چارڻ تـــــورا ڏيـــنــهـــــڙا.
واهـــيـــري جي ويـــرَ اچي وئـــي،
تَنـــدُ اڳي ڪـــــان وَڏِ مَچي وئـــي،
جيءَ ڏنـــــــــــــو جولانَ.
تـــنهـــنجو هـــان مـــهـــمـــان،
چارڻ تـــــورا ڏيـــنــهـــــڙا.
پـرڪـي ويـنـو اڄ ٻـ چنيـسـر،
منـهـنـجي مُک تـي گـيـت منو-هَر،

دودا! گـــيـــتَ مـــهـــانَ.
مـــان جو پـــــاڳو پـــانُ،
تـــووٽ هـــان مـــهـــمـــانَ،
بـــاقـــي تـــــورا ڏيـــنــهـــڙا.
بـــاقـــي تـــــورا ڏيـــنــهـــڙا.





گـــاهـــ هُيـــو يـــا ســـاوا بـــادلَ،
جـئـن جـئـن هِيـــرَ گـــهُلـــي!

ســـمـنـدبَ ڏنـــي ڏيـــكـاري اَپ تـــي،
آهـن كـيـــڏيـون لـهـــرون جَل ٿَل،
ســـــاري پِيـــــڙَ پُلـــي!

تـرسـو مــان بـــ هـلان مـرغـابـيـون،
دور اوهـان سـان گـهـاريـان كـي پَلَ!
چولـــيءَ جيـــئـن چُلـــي.

ڏرتـــيءَ جا زنــجيـــر جڏهـن تـــا،
كِهلـن پيـــرَ، نــ كـا تـن جي جَـهـلَ.
چاٽـــي روهـــــ رُلـــي!

كـيـــڏي لـونءَ پـئـي كـانـداري،
چڻ تـاكِـيـو كـو كـولـيـو بـخمَلَ!

ســانـجهي جيـــئـن كُلـــي،
پـيـــهـــر هِيـــرَ گـــهُلـــي،
پـيـــهـــر هِيـــرَ گـــهُلـــي.



●●

واتـــــهـــــڙوءَ جي واٽَ نـــــ جَهـــل،
ڏاڍو ڏورُ وڃي ٿـــــــو هـــو.

تُنهنجا نيڻ چلن ٿـا چوري، پـاڻ تـہ پَل!
ڏاڍو ڏورُ وڃي ٿـــــــو هـــو.

هيءُ اڪيلو آهہ سفر ۾، سامهون ڳهَلِ!
ڏاڍو ڏورُ وڃي ٿـــــــو هـــو.

روڪي واڳ نہ ڇڏ ڪجهہ هن کي، اي ويا ڪَل !
ڏاڍو ڏورُ وڃي ٿـــــــو هـــو.

ٻَڌ هُو ٻڙ تان ڪنهن لئہ، ڪُوڪي ٿي ڪويَل.
ڏاڍو ڏورُ وڃي ٿـــــــو هـــو.
ڏاڍو ڏورُ وڃي ٿـــــــو هـــو.

●●

●●

سِجَ لـهـي ويـو ڏونـگـرڙن ۾،
پـــويـــاڙي آئـــي.

سـيـئـي مـوتـن تـا گـهـرڙن ۾،
پـــويـــاڙي آئـــي.

ڏيـــهـــي روز ويـــا ڏرڙن ۾،
پـــويـــاڙي آئـــي.

كـنـهـن جي ذات هـئـي ڌرڙن ۾،
پـــويـــاڙي آئـــي.
پـــويـــاڙي آئـــي.

●●



سَرَ تي سَنَ لَتي آ ايڏِي،
سانجهہ پئي اَجُ ڳائي!

دُورِ افق ڏي واجهائن تا،
ڦَڙ ڦَڙ پرڙا ڦڙڪائن تا،
چو اِئن هنج آلائي!

ڪنهن تہ پِريان جي پُورَ اُڏامِي!
ويندا گهوري گهور اُڏامِي،
واٽ پَئِي واجهائي !

مانسرو ور تي گهرُ تِن جو،
ڪوبہ نہ آهي ٻيو تَر تِن جو،
جيڪو تَنِ ترسائي.

ڪَنبي ڪٺن تا تارا تَن لئہ،
تيسين هيٺ نِهارا تَن لئہ،
جيسين واءُ اُڏائي.

تِن جو اَنت نہ پائي ڪوئي،
تِن جو گيت آلائي ڪوئي،
سانجهہ پئي اَجُ ڳائي.





مــــانــجهــي وو!
مــــانــجهــي وو!
هــنــجهـــ أڏاٿــا انــڌيــاري ۾،
آئـــي سَرَ تـــي ســــانــجهِي وو.
مــــانــجهــي وو!

مــون وٽ آهــ مــچيءَ ســان تــولــئـہ،
اڄ تـــہ ڪُنــيءَ ۾ ڪــانــجهِي وو،
مــــانــجهــي وو!

هــان! هــي پــويــون ڏُڪُ، سَڏي پَئي،
اونـــدهــــ ڪـــا آڳانـــجهِي وو،
مــــانــجهــي وو!

ڪـائـي جوت پَريان جِهــمــڪي ٿِي،
واٽَ نـــہ جنــهــن ڪــان وانــجهِي وو،
مــــانــجهــي وو...
مــــانــجهــي وو...
مــــانــجهــي وو....!



••

چَنڊُ مون سان هَلي ٿو پيو.
وات ٿي ڳالهہ تنهنجي سَلي ٿو پيو.

ٿي وڃي واٽَ پرڏيهہ ڏي دُرر تائين،
لاٽَ ٿي لاٽَ پرڏيهہ ڏي دُورتائين،
پاڻُ پنهنجو نہ مون کان پَلي ٿو پيو.
چَنڊُ مون سان هَلي ٿو پيو!

روشنيءَ جا سَهارو، سِتارو ڏسو ٿا،
رات جو ڪيترو دُور چارو ڏِسو ٿا؟
جيءَ کي جڳُ ويندي جهلي ٿو پيو!
چَنڊُ مون سان هَلي ٿو پيو!

رات کي مات ڏيندا وَجون ٿا ٻَئي اَجُ،
ڳجهہ جي ڳالهڙي ئي ميجون ٿا ٻئي اَجُ،
پر سڄي ڳالهہ مون کان اَلي ٿوپيو،
چَنڊُ مون سان هَلي ٿو پيو!
چَنڊُ مون سان هَلي ٿو پيو!

••



تـــون تـــــ لَوَن جون تــــاريــــون تــــوڙي،
كــــــــاريـــــون جوڙي.
آئـــــــي آهـــــين وِچ بــــــــزار!

كـــنــهـــن كـــنـــهـــن جي ڦــلــواڙي آهـــي،
جيــــــكــــــو چاهـــي.
تُنــهـــنـجي كـــارِي پــيـــاري نـــارِ.

ڇا كـــنـــهـــن پـــوكـــيــــا گل گـــلابِي،
جيــــئـــن شـــرابـــي،
آهــــي بــــاكَ پِرهــــــَ جي پـــــارِ.

كـــاري رنـــگ مُهــــــاڻــــي ڳِنـــهـــنـــدي،
۽ پـــــــوكـــــــنـــــدي،
كـــارِي هـــيءَ كـكـــيءَ ســـــان تـــار.

تــــنــــهــــنــجي كِرت اِهــــائـــي كــــارِ،
آسَ نـــــراسَ وِســـــــــــارِ.
آئـــــــي آهـــــين وِچ بــــــــزار!
آئـــــــي آهـــــين وِچ بــــــــزار!



●●

چَنڊَ ڏِڳڙُ ڳِڙڪائي ويئي،
ڪاريءَ رات ڪي،

ڪير چوي!

ٻُڪَ نئين ٻڙڪائي ويئي،
ڪاريءَ رات ڪي،

ڪير چوي!

هيلَ گهٽا پچر ڪان آئي،
۽ پوساري جڳ تي ڇائي،
اونده کي ڦهلائي ويئي،
ڪاريءَ رات ڪي،

ڪير چوي!

●●

●●

باک ڦٽيءَ جو ڪويَل ڪوڪي،

مُنهنجي ننڊَ ڦِٽي!

جيئن هوا ڪمري ۾ ڏوڪي،

مُنهنجي ننڊَ ڦِٽي!

ٻيرِ جڏهن تارين کي ٻوڪي،

مُنهنجي ننڊَ ڦِٽي!

● پردا جَرڪن سجَ- پِيوڪي،

مُنهنجي ننڊَ ڦِٽي!

●●

---

●پِيَو ڪي: - شعاع.

••

• ڪـنـهـن جي لاءِ اُداس؟ مَنـوا !

هِي جڳَ، هو جڳ جنهن سان جرڪي، جيڪو آهي پاسُ، مَنوا!

چَنڊُ وجي ٿـو اڄ چيـريـنـدو، اونـداهـو آڪـاسُ، مَنـوا!

جنهن جي آهي هيءَ سِرشتي، جنهن ۾ ڪجهـ بـہ نـہ نـاس،مَنوا!

جيڪوڪو نـہ جهُري ٿو اُن سـان، توڙي ماٺـهوءَ ماس، مَنوا!

جيـڪـو نانهـ ڪڏهن مُرجهـايو، وَر وَر سـاڳو واس،مَنوا!

آسَ- ڏياٽي، جنهن سـان رم جهم،جيڪو نانهـ نراس،مَنوا!

سانجهـ لٿي پر سورج مُکيءَ جئَن، آهي مون وشواس، مَنوا!

ڪـنـهـن جي لاءِ اُداس! مَنـوا!

ڪـنـهـن جي لاءِ اداس؟ مـنـوا!

---

• مَنوا:- اي مَن!



ڪَهنديِ اُسهنديِ آءُ!
توکي منهنجو مَن سَاري.

ڳهٽا شفق جا، پويان جَڙائوُ،
پو رات لهندي، آءُ!
توکي منهنجو مَن ساري.

پاران اَچِي ٿا تِتَر تنوارن،
تِي پکَ ڪَهندي، آءُ!
توکي منهنجومَن ساري.

هي وهڪرو ٿي ڪنهن هنڌ پورو،
وهلورَ وهنديِ، آءُ!
توکي منهنجو مَن ساري.

هي ڏِيتُ نگري آ نيت ڏَهٽي،
ها، پَکَ ڏهندي، آءُ!

توکي منهنجو مَن ساري.
توکي منهنجومَن ساري.





مان تہ تنھنجي ساٿ آھيان،
تون اَڪيلي ناھہ پَنڌِ.
تــــــــــون اَچين ٿِي!
تــــــــــون اَچين ٿِي!

راتِ جي رائــيءَ جيــان تــون،
آنــھــــ ڇڻ ڪــائـي سُڳنـڌِ
تــــون اَچين ٿـــــي!
تــــــــــون اَچين ٿِي!

روح ۾ ايــــڏو رَچي وئـــــي،
ڪــا تــہ مـــوڪِي آھـہ مَنـڌِ.
تــــــــــون اَچين ٿِي!
تــــون اَچين ٿـــــي!

تــون نــہ ڇاتــو اي ڇيــيـلِي!
تــون تـہ منھـنجي آنـھـہ ڇَنـدِ.
تــــون اچين ٿـــــي!
تــــون اچين ٿـــــي!





آنءُ ڪنول جو ڦول ڏسان،
تون ياد اچين!
آنءُ ڀنوَر- گنجار ٻڌان،
تون ياد اچين!
رات جڏهن گهنگهور هجي،
جيئن هوا گهوگهاٽ ٻڌان.
تون ياد اچين!
پرجن منهنجا نينڻ- ڪڪر،
ورڪا تي تولاءِ وسان.
تون ياد اچين!
دڙ لاتا درياهه گهٽا،
تون لهرن ۾ چنڊ جيان.
تون ياد اچين!
آنءُ ڏياتي روز جهلي،
ڪيسين چائنٽ تي ترسان،
تون ياد اچين!
هر ڪو واتهڙو آهه چڻ،
مان ڪنهن ڪنهن لءِ واجهه وجهان.
تون ياد اچين!
نيٺ ته اچڻي آهين تون،
ها، پر جي مان ئي نه هجان.
تون ياد اچين!
تون ياد اچين!
تون ياد اچين!





ڪاري اُس حقيقت آهي،
خوابَ نسوري چانو.

آگميا هر وقت رهن ٿا،
ڪڪريون بڻجي دور ڪهن ٿا،
رم جهم رم جهم ساريون راهون،
گامَ هُيا ياگانو.

ويندي ڪيڏو پير سڙن ٿا،
اُيرِي ڪيئي سجَ لڙن ٿا،
جيئن پوءِ تپت آ ڏاڍي،
ڪيڏِي مونجهه نہ هانوَ!

سانجهہ لَٿِي من ويڳاڻو آ،
جيون ساڳو ئي گهاڻو آ،
متيءَ ڪان ٻاهر بہ تہ هوندا،
ماڻهوءَ لئہ ٿِر تانوَ.

هار ڪري ٿي پو تاهر ڪنهن،
رَتَ چِڪَندا گهاوَ هُيا جَنهن،
منهنجي ڪهڙي ڪم آيا هِيِ،
ڏُکَ ڏنا جي ڏانو؟

مون لئہ رَتَ ولوڙا ساڳا،
ماڻهو اَنڌا ٻوڙا ساڳا،
اهو ايچيوتن جو مون تي،
ڇاتائون ٿي نانو.





ڇا لاءِ ائـــــين دِل لاتِي ٿِي،
هـيءَ دنـيـا ڪـوئِي پَلُ آهـي.

هي رِم جهم رات سدا ناهي،
جا ســـانـــوڻ رُت ڀرڳاتِي ٿِي،
هـيءَ دنـيـا ڪـوئِي پَلُ آهـي.

ها، جيسين جيئين جِي وَٽ تون،
هـيءَ چانڊوڪـي مـذمـاتِي ٿِي!
هـيءَ دنـيـا ڪـوئِي پَلُ آهـي.

ڪو سنگ سدائين ڪو نـہ آهي،
ڪجهہ وقت اِهي گهر ياتِي ٿِي!
هـيءَ دنـيـا ڪـوئِي پَلُ آهـي.

ڪيڏانـهن اڳي تون وِڄڻو آن،
ڇا پـنهـنجِي راهـہَ سُجاتِي تـي؟
هـيءَ دنـيـا ڪـوئِي پَلُ آهـي.

جيڪـا بـہ چڱائي چاهين، ڪَر!
هي تـورو وَقتُ حـيـاتِي تـي.
هـيءَ دنـيـا ڪـوئِي پَلُ آهـي.

اي مورتيو! نِکرو بہ کڏهن،
اڄ آهي جيسٽي آتِي تِي!
هيءَ دنيا کوئِي پَلُ آهي.

آ کيڏي لات ايا اڳتي!
ٻولي تہ رهِگو هک جهاتِي تِي،
هيءَ دنيا کوئِي پَلُ آهي.

اک ٻوتِ تہ پيارا کجھہ ناهي،
هي پريت اَجائي پاتِي تي!
هيءَ دنيا کوئِي پَلُ آهي.
هيءَ دنيا کوئِي پَلُ آهي.





پَري نـــ پنـهـنجو پـنـڌُ،
اِهــو ئــي هـنــڌُ،
اِتـي ئـي مـوتـي ايـنـداسـين.

مــايـــا روپُ انـــوپُ،
اُنـــهـــيءَ جو روپُ،
مَڌُر كـــا مُنـــد،
لـــڳي جئـــن مَنـــڌَ!
اِتـي ئـي مـوتـي ايـنـداسـين.

اُن جو پــيـــارو سـنـگُ،
جئـــين مَرڏنـــگُ،
اُهـــــــو آواز،
ســـــدا سَوڳنــــد،
اِتـي ئـي مـوتـي ايـنـداسـين.

جيــســين گـــذري رات،
تـــئـــي پـــريـــات،
مـــتـــان جو چَنـــڊُ،
اُنـــهـــي ڏي كَنـــڌ!
اِتـي ئـي مـوتـي ايـنـداسـين.
اِتـي ئـي مـوتـي ايـنـداسـين.





صَدائون تہ هونديون!
جڏهن مان نہ هوندس.
محبت تہ هوندي،
وفائون تہ هونديون!
جڏهن مان نہ هوندس.
اڙي چندَ تنهنجون،
چِتائون تہ هونديون!
جڏهن مان نہ هوندس.
مسيحا تہ هوندا،
اَدائون تہ هونديون!
جڏهن مان نہ هوندس.
شگفتہ شگفتہ،
صبائون تہ هونديون!
جڏهن مان نہ هوندس.
پَيا مينهَن پَوَندا،
گهَٽائون تہ هونديون!
جڏهن مان نہ هوندس.
آڙي جڳَ توتي،
جَتائون تہ هونديون!
جڏهن مان نہ هوندس.
جڏهن مان نہ هوندس.



# تُلسي داس

تُلسي داس جي باري ۾ ائين ڄاڻ گهٽ آهي، جيئن هُن جي سهيوڳيءَ شيڪسپيئر جي باري ۾ ڄاڻ گهٽ آهي. ٻنهي پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ نئي نام-ڪَنيا ۽ چنگ چڙهيل هُيا. ٻنهي جي باري ۾ ڏند ڪٿائون ۽ ڪهاڻيون آهن، جي وسهڻ جوڳيون نہ آهن. سچ تہ تلسي داس جي باري ۾ ٿورا تفصيل ملن ٿا، جن کي للڪاريو ويو آهي، يا انهن کان بنهہ انڪار ڪيو ويو آهي. انهن مان اڪثر تفصيل تہ هڪ ٻئي کي رَدَ ڏين ٿا. هُن جي جيون ڪٿا جا مُنڍَ ۽ مُهڳ ڪيئي آهن، انهن سيني مان ميل ڪائيندڙ ۽ نهڪندڙ اُهي آهن، جي تُلسيءَ جي لکڻين ۾ ملن ٿا. ٻيا هن جي جيونين جي ٻهير ۾ ملن ٿا، جي هن جي سهيوڳي يا لڳ ڀڳ سهيوڳي ويشنو سنتن لکيون آهن، جن مان ڪَويءَ جي جيون جي باري ۾ ڪجهہ پتو پوي ٿو.

هن جي ڄم جي روايتي تاريخ تہ بسنت ١٥٥٤ع آهي، جنهن موجب هن جي ڄمار هڪ سئو ويهہ ورهيہ ٿئي ٿي. ٻيو رايو اِهو آهي تہ هو بسنت ١٥٨١ع ۾ ڄائو هو ۽ ٩٩ سال جيئرو رهيو هو. گريئرسن بسنت ١٥٨٩ع کي وڌيڪ اعتبار جهڙي تاريخ مڃيو آهي. تُلسي ڪٿي ڄائو هو، ان جي باري ۾ بہ ڪا خاطر خواهہ شاهدي نہ آهي. لڳي ائين ٿو تہ هو راڄا پورَ يا ايوڌيا ۾ ڄائو هو. هُن جي گروءَ جي باري ۾ بہ پورو پتو نہ آهي. هو پنهنجي جڳ-پَرسڌ ڪتاب ”رام چرت مانس" (جنهن کي سنڌي هندو شري تلسي رامائڻ چوندا آهن) ۾ چوي ٿو تہ:

”مان پنهنجي گروءَ جي چرنن جي پوڄا ڪيان ٿو،
جو ديا جو ساگر آهي، نارا روپ هري،

جنهن جا ٻول ڪرڻا آهن.
جي مايا جي انڌاري کي هٽائي ڇڏن ٿا."
ٿي سگهي ٿو ته هُن جي گروءَ جو نالو "نارا روپُ هري" هيو، جيتوڻيڪ انهيءَ لفظ جي معنيٰ آهي، "هريءَ جي روپ ۾ ماڻهو" ۽ اهو امڪان رد ڪري نه ٿو سگهجي ته اِهي لفظ هن لغوي معنيٰ ۾ لکيا آهن.
هن جي ٻالاتڻ، ۽ ڳڀرو- پڻي جي ڳالهين جي باري ۾ به پورو سُڌ سماءُ ڪونه آهي. هن جي پنهنجين لکڻين مان پَرو پوي ٿو ته هن جو وواهه سنبت ١٦١٢ (١٥٥٥ ب-ا-م) ۾ ٿيو هو. ڪي چون ٿا ته هُن جي ڌرم پتني واهڻي هئي ۽ هن کان هڪ سال ننڍي هئي ۽ ڪي چون ٿا ته هوءَ تلسيءَ کان ڏهه سال ننڍي هئي ۽ جمنا نديءَ جي ڀرسان ڪنهن وستيءَ ۾ رهندي هئي. هن جي ڪويتا ۾ جنهن استريءَ لاءِ لَنوَن ۽ پريتڻي جو اظهار ملي ٿو، اهو ٻي ڪنهن استريءَ جي باري ۾ آهي.
تلسيءَ جي وِديا جي باري ۾ به ڏڪا هنيا ويا آهن. "رام چرت مانس" ۾ هن چيو آهي ته:
"مون پراڻن ۽ ٻين ڪيترن مُول گرنٿن
جي ڪوهه مان پاڻي پريو آهي ۽ والمڪيءَ
جي رامايڻ مان به ڪافي ڪجهه پرايو آهي."
هُن هونءَ ته ڪيئي ڪتاب لکيا ها، پر "رام چرت مانس" لکڻ کان اڳ هن ڪيئي سفر ڪيا. هو هَردُوار ويو، هماليه ۾ نارا ناراڻيا، ڪيدار ناٿ، گنگوتري، جمنوتري، ڪيلاش، گوري گنيش ۽ آخر ۾ مانسروور جي تيرٿ استانن جي ياترا ڪيائين. هو جڏهن ياترا تان موٽي ايوڌيا آيو، تڏهن رام جي جنم پونءَ تي رهي، اها ڊگهي ڪَوتا شروع ڪيائين. اُن کان پوءِ هو وري ياترا تي ويو. هن اوير طَرف گومتيءَ جي ڪناري وڃي اشنانَ ڪيو، اُن کان پوءِ ڪاشيءَ ويو، جتي مَڪر سَنڪرانتيءَ جي ڏِڻ تي ماگهه جي مهيني ۾ سِنان ڪيائين ۽ مهينو پوءِ چترا ڪُٽا جي پهاڙين ۾ هليو ويو. اتان هو بسنت ۾ موٽي وري اَيوُڌيا آيو، پر اُتان وراڻسيءَ هليو ويو. ياترا هن کي اولهه طرف تِروينيءَ (الله آباد) ۽ اُتان اُجين حي رستي گوداوريءَ نديءَ جي ڪناري وٺي وئي، جتان هو راميشور ۽ ڪنيا ڪُماريءَ ويو ۽ پوءِ الهندي طرف کان سَور شاستر ويو، جيئن هو ڪُر ڪيتر ۽ متِرا وڃي سگهي، جتي هن کي راڌا ۽ ڪرشن سان ڀڳتي ڀاؤ ٿي ويو. هن جي ياترا نربدا جي ڪنٺي تي پوري ٿي، جتان هو وَراڻسي موٽي آيو. اِها ساري ياترا، رام چرت مانِس، سان ڪيئن لاڳاپيل آهي، اِهو چِٽو نه آهي. لڳي ائين ٿو ته پوءِ وراڻسيءَ ۾ هن جي ڏاڪ ويهجي وئي. هن پاروتيءَ منگلا (پاروتيءَ جو وواهه)، ڪوتا ولي، گوتم

چندريڪا، ڀڳت مالا، گيتا ولي، ڪرشن گيتا ولي وغيره ڪتاب بہ لکيا ۽ آخر ۾ وِنيہ پتريڪا لکيو، جنهن ۾ هن رام کي پرارٿنا ڪئي تہ هو ڪيس جڳ جي دک ۽ پيڙا مان ڇوٽڪارو ڏئي، پر هُن جو سيني ڪان سنو ڪتاب ”رام چرت مانس“ (شري تلسي رامائڻ) آهي.

ناڀاداس نالي ڪويءَ چيو هو تہ: ”تلسيءَ ۾ آدي ڪوي (ازلي شاعر) پيدا ٿيو آهي.“

اهڙي واڪاڻ ورلي ڪنهن جي ڪئي وئي اهي. سنبت ١٦٧٣ (١٦١٦ ب.ا.م) ۾ وراڻسيءَ (بنارس) ۾ ڪائي وبا يا مري پئي. تلسيءَ جي نِرو آئي ۽ صحت ڇڇي پئي ۽ هن جي پوئين ڪوتائن ۾ هن جي روڳ ۽ ضعيفائيءَ ڏانهن ڪيئي اِشارا آهن. شايد اهوئي سبب هو جو هُن پنهنجيءَ حالت ۾ زياده گهريءَ معنيٰ جي تلاش ڪئي ۽ پنهنجي اندر ۾ نئين سِر جهاتي پاتي.

ونيہ پتريڪا ۽ ڪويتا وليءَ ۾ انهيءَ تبديليءَ جا پهريان آثار آهن، جنهن ۾ ١٦١٦ بعداز مسيح واري مريءَ ڏانهن واضح اشارو آهي. هن جا بہ بيا ننڍا پُستڪ ”هنومان ڀڳت“ ۽ ”دوها ولي“ انهن ڪان پوءِ لکيا ويا، جن ۾ هن جي پنهنجي ڪَشٽ ڪشالي ڏانهن اشارو آهي ۽ جن ۾ اُن پيڙا جو ورنن ڪيل آهي، جا هن کي پيرن، پيٽ، ٻانهن ۽ مٿي ۾ هئي ۽ هن جو سڄو سرير سُور ۾ ٻرجي ويو هو. انهن پستڪن ۾ انهيءَ دوا درمل، سُٽين ڦڪين، ٽوٽڻ ڦيٽن ۽ پرار ٿنائن جو بہ ذڪر آهي، جن جو هن تي ڪوبہ اثر نہ ٿيو هو. انهن ڪويتائن ۾ جا اڻ ترڻ، آنڌ مانڌ ۽ تانگهہ تات آهي، اها هن جي اڳين ڪويتائن ۾ نہ آهي، جي هن مَن جي مانائيءَ، سانتيڪائيءَ ۽ ٿانهر سان لکيون آهن، انهيءَ وَبا ۾ تُلسي سنبت ١٦٨٠ (١٦٢٣ بعد از مسيح) ۾، اَسي ورهين جي عمر ۾ مري ويو ۽ هن جا سنک گنگا ۾ پرواهہ ڪيا ويا.

راما نند جي باري ۾ پوري پڪ نہ آهي تہ هُن جا ويچار ڪهڙا ها ڇوتہ هن جي باري ۾ ڪتاب ٿا ملن، پر شنڪر ۽ رامانج پنهنجين لکيتن پنهنجين مَتين ۽ فيلسوفين جي باري ۾ ڪافي انبار ڇڏيا آهن، پر هن جي درشٽيءَ (نکتہ نظر) کي سمجهڻ لاءِ هن جي ويچارن جو پورو فيلسوفاڻو تجزيو (ڇيد) نہ ٿو ٿي سگهي، ڇوتہ هو ڪوي هو ۽ ڪويتا ۾ فيلسوفيءَ کي جذبو جنديءَ تي چاڙهي، رڳي ڇڏي ٿو. پوءِ بہ هُن جي ڪويتا ۾ هُن جي ويچار ڌارا جي چٽي تصوير ملي ٿي. ”شري تلسي رامائڻ“ جو شري لوڪرام ڏوڏيجا سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. لوڪ رام ڏوڏيجا بہ سال ڪن اڳ گذاري ويو.

(مواد اُردوءَ تان ورتل)

# تيمور لنگ

(٨ اپريل ١٣٣٦ع کان ١٨ فيبروري ١٤٠٥ع تائين)

هُو امير تارا غاميءَ جو پُٽ هو ۽ سڪينہ خاتونءَ مان ڄائو هو. هن جي خاندان جي دعويٰ هئي تہ اُهو چنگيز خان جي اولاد مان آهي. هو خواجا ايلغار نالي هڪ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو جو هاڻي مولود خاني جي نالي سان مشهور آهي. تيمور کي لنگ ان ڪري چوندا هئا جو هو جنگهہ ۾ هڪ ڀيرو پيرَ ۾ ڦٽ جي ڪري منڊو ٿي پيو هو.

هُو مشرق جو هڪ وڏو حاڪم ۽ فاتح سمجهيو ويندو آهي، جنهن جون دور دراز مُهمون هن کي جنوب روس کان هندستان ۽ وچ ايشيا کان ترڪي تائين وٺي ويون. "تيمور" ترڪي ۽ منگول زبان ۾ "لوهہ" کي چوندا آهن. حُسنِ اتفاق سان استالن جي نالي جي روسيءَ ۾ معنيٰ بہ ساڳي آهي. يورپ ۾ هن کي تئمرلين (Tamerlane) چوندا ها. هو برَلاس جي امير طبقي مان هو، جيڪي چنگيز خان ۽ اُن جي پٽن کان پوءِ ترڪي ٻولي ڳالهائيندا ها ۽ مذهبِ اسلام اختيار ڪيو هيائون.

تيمور پاڻ ترڪي ۽ تاجڪ ٻوليون ڳالهائيندو هو (تاجڪ فارسيءَ جي ديسي ڀاشا آهي ۽ انهيءَ فارسيءَ سان ملي جُلي ٿي جا اسان هندستان-پاڪستان ۾ ڳالهائي سگهندا آهيون. مان اُها تاجڪستان ۾ چڱيءَ طرح

سمجهي سگهندو هوس.) هو اڻ پڑهيل هو، پر هُن منشي محرر رکيا ها جي
کيس پڑهي ٻڌائيندا ها. خاص ڪري تاريخ ۽ هُن جون مهمون "ظفر نامي"
جي عنوان سان لکيون هيائون، جي ٻن نسخن ۾ هُيون. تيمور لنگ جوانيءَ ۾
ئي نهايت ذهين ۽ شجاع هو. هن جي جواني جي باري ۾ ٿن هنڌان معلومات
ملي ٿي. هڪ تہ هينري ٽين جي هسپانوي وزير وٽان، جنهن سمرقند ۾ عظيم
مهر جُوءِ سان ملاقات ڪئي هئي، ٻيو دمشق جي "عرب شاهہ" نالي هڪ
عرب جون تحريرون (جن مان هن جي دشمنيءَ جي بوءِ اچي ٿي) ۽ ٽيون
روسي رسالي "نِڪون" ۾ لکيل اتهاس مان . حيرت جي ڳالهہ آهي تہ روسين
کي تيمورلنگ جي باري ۾ جيتري خبر هُئي اوتري تيمورلنگ کي روس جي
باري ۾ نہ هئي. تيمور هڪ رهزن جنگجو جي حيثيت ۾ زندگيءَ جي ابتدا
ڪئي ۽ هن کي ٿورا ساٿي هيا. هڪ ڀيري هن کي رڍن جي چوري ڪندي
مقابلي ۾ ڪلهي ۽ چنگهہ تي زخم رسيا، اُن سبب هو ساري عُمر پنهنجي
چنگهہ يا ٻانهن جهَڪائي نہ سگهندو هو. جڏهن ١٩٤١ع ۾ سمرقند ۾ هُن
جي مرقد کي کوليو ويو. تہ هُن تي انهن زخمن جا نشان اچا بہ هُيا. (مون
سمرقند ۾ هن جي قبر ڏٺي هُئي.)

هن جي دور ۾ سمرقند هڪ مسلسل جنگ جو مرڪز هو. شهر جي
چوڌاري چغتائي خاندان جون زمينون هيون، جي وڏا تنتائي ۽ رڳڙائي
جهڳڙائي هيا. انهن ۾ چنگيز جو ٻيو پٽ بہ هو. ڏکڻ اولهہ طرف هلاڪوءَ
جي پوٽيرن جون ٻنيون هيون، جو بہ چنگيز خان جي خاندان مان هيو.
اُتر-اولهہ ڏي لشڪر زِرين هيو، جنهن تي ڪنهن وقت چنگيز جو وڏو پٽ
"جوڃي" راج ڪندو هو. اُهي منگول روس جا وڏا رئيس هيا. اوير طرف
سمرقند جون سرحدون چين سان ملنديون هيون ۽ اُتي بہ منگول هيا. جي
چغتائي خاندان کان علحده ٿي ويا ها. انهن مان ترڪي ڳالهائيندڙ خانہ
بدوشن ۽ فارسي ڳالهائيندڙ راهڪن ۽ نخلستانن جي باشندن ۾ جهيڙا جهڳڙا
۽ دنگا فساد وڌي ويا ها. خانہ بدوشن کي مراعات (سهوليت) يافتہ سمجهيو
ويندو هو، جن مستقل رهائش اختيار ڪئي هئي، اهي ئي زياده تر باج گذار
هيا.

۱۳٦۱ع ۾ پنجويهن ورهين جي عمر ۾ ڪيئي سئو ماڻهو هُن جي لَڙهَ لڳا ها. ان وقت تيمور لنگ هڪ حملہ آور منگول خان جي نوڪري ڪئي هئي، جيڪو ڪاشغر جو تغلق تيمور هو ۽ جنهن هُن کي سمرقند جي هڪ حصي جو حاڪم بڻايو هو. ۱۳٦۹ع ڌاري، تغلق-تيمور جي موت کانپوءِ ۽ پنهنجي پيٽوي امير حسن تيمور سان عناد کانپوءِ، جو هن جي موت تائين هليو، تيمور لنگ بلخ کان سمرقند تائين، ساريءَ ڌرتيءَ جو ڌڻي ٿيو. ان کانپوءِ هن جون سياسي، فوجي ۽ اقتصادي تدبيرون ۽ اُپاوَ هڪ چٽي آدرش وانگر ٿيا. هن سمرقند کي پنهنجو علائقو سمجهي، اُن تي پاڻ حڪومت ڪئي ۽ پنهنجيءَ جنگي مهم ۾ ڪيل ساريءَ ڦرلٽ سان سائو ستابو ڪيو ۽ اهڙو اڏي چڏي جو رولو قومن ۽ گهر ڪري ويندڙ قومن ۾ ويچو ۽ تناءُ نہ رهيو. هُن انهن جي گڏيل سڏيل آباديءَ کي فوجي تربيت ڏني، ان مان پيادو لشڪر، انجنيئر (گهيراوَ لاءِ) ۽ رسالا ٺاهيا. هن جي جنگي فن جي نئين ريت اها هئي تہ هو جنگ ۾ پهريون رسالن کي منهن ۾ ڏئي مقابلي جو ڏوڏو سهسائي ويندو هو ۽ تيستائين پيادل فوج کي ترسائيندو هو، جيستائين دشمن ۾ مونجهارو يا ڦڙڦوٽ نہ پئجي وڃي.

هن جي پنهنجي علائقي جي چوڌاري، زبردست مُلڪ هئا. انهن مان ڪجهہ ملڪن ۾ هن مقامي حاڪمن کي شڪست ڏني هئي ۽ پوءِ ڪين کي تابعدار جاگيردارن ۽ ٻيلين وانگر ٻيهر تخت نشين ڪيو هو. انهن لاڳيتن علائقن کان گهڻو پري هن جي جنگي مهم جا ٻہ مقصد هئا، هڪ تہ لٽ ڦر ڪرڻ ۽ ٻيو تہ ڪنهن ٻہ مخالف طاقت ۽ ريسائتيءَ پُجنديءَ واري کي اُڀرڻ کان روڪڻ، پر هن کي اُتي ڪوبہ ڪوڙي ويهڻ جو ارادو ڪونہ هو.

۱۳۷۳--۷۴ ۽ ۱۳۸۸ع ۾ هن کي جنگي مهم آمو درياهہ مان هيٺ ڪئسپين سمنڊ ڏانهن وٺي وئي. ۱۳۷٦ع ۾ هن طوقطمش جي سفيد جرگي جي مدد ڪئي، جو زرين جرگي جو حريف ٿي پيو هيو. ۱۳۸۰ع ۾ طوقطمش زرين جرگي کي تابع ڪيو. جڏهن جرگي روسي شهزادي دِمنزي هٿان شڪست کاڌي، ان ڳالهہ طوقطمش کي ايترو زورائتو ۽ ٽساٽو ڪيو، جو تيمور ۱۳۸۹ ۽ ۱۳۹۱ع ۾ هُن تي ڪاهڻ لاءِ مجبور ٿي پيو ۽ ۹۵-۱۳۹۴ع ۾ هن کي مات ڏنائين. تيمور زرين جرگي (Golden Horde) کي ايترو تہ

آگهاٽي، نستو ڪري ڇڏيو جو، چاٽي واٽي تہ نہ پر اٽچاٽو روس جي مرڪزيت ۽ اتحاد ۾ چڻ واهڙ ڪيائين. تيمور کي پنهنجيءَ فوج کي ڏورانهن ڏيهن ڏانهن طول طويل ڪوچ ڪرائيندي ڊپ ڊاءُ نہ ٿيندو هو.

جڏهن بہ هو سفر ۾ هوندو هو، پنهنجي فوج جي پرگهور لهندو هو ۽ نہ رڳو اڳواٽ محافظ موڪليندو هو ۽ اُن کي پاڻهن. بغل ۽ ڪمروٽ محافظ مهيا ڪندو هو، پر چارين ۾ جاسوسن جا لڏا بہ اُنهن جي مخبريءَ لاءِ موڪليندو هو. هُن اِهو اصول ٺاهيو هو تہ مختلف مُهمون مختلف وقتن تي، مختلف طرفن ۾ ڪري، جيئن ريسائٽا سرواڻ نہ اُپري سگهن. ١٣٨١ع ۾ هن ايران تي حملو ڪيو. ١٣٨٦ع، ١٣٩٢ع ۽ ١٣٩٩ع ۾ هن اٽي "تہ-سالي" "پنج-سالي" ۽ "ست سالي" مهم شروع ڪئي، جا هن کي ١٣٩٢ع ۾ آرمينيا ۽ جارجيا، ١٣٩٩-١٣٩٨ع ۾ هندستان ۽ ١٤٠٢-١٤٠٠ع ۾ شام ۽ تُرڪي وٺي وئي. پوئين مهم ۾ هن ائليپو ۽ دمشق تي قبضو ڪيو ۽ تُرڪيءَ جي سلطان بايزيد پهرين کي انقره وٽ شڪست ڏئي قيد ڪيو ۽ قسطنطنيہ تي عثمانيہ جي فتح کي پنجاهہ سال پٺتي ڌڪي ڇڏيو. انهن دور دراز مُهمن ۾ جن جو مقصد رڳو ڦرلٽ ڪرڻ ۽ ڌهڪاءُ پيدا ڪرڻ هو، هن اهي ظلم ڪيا جي ناقابلِ فراموش آهن. دهليءَ ۾ هن هڪ لک ماڻهو مارائي، اُنهن جي سِرَن جو مينار ٺهرايو. اصفهان ۽ ايران ۾ هن ستر هزار کوپرين جو ڍِڳ لڳرايو هو.

ايتري ڏاڍ ۽ انڌير کان پوءِ بہ تيمور لنگ ڪيئي محل ۽ مسجدون ٺهرايون، جن مان سيني کان وڌيڪ دلڪش مسجد سمرقند ۾ آهي. مذهب کي هو پنهنجي سياست لاءِ استعمال ڪندو هو ۽ گهرج پوندي هُيس تہ شيعن ۽ سُنين کي هڪٻئي سان ويڙهائيندو هو ۽ حسبِ ضرورت ڪڏهن شيعن جو پاسو وٺندو هو تہ ڪڏهن سُنين جو. چيو ويو آهي تہ هو چين خلاف مهم لاءِ وڃي رهيو هو تہ مري ويو، پر اهڙي ثابتي نہ آهي تہ هو ان مهم ۾ سنڪيانگ ۽ ٻيروني منگوليا کان پري وڃي ها. جيئن هو ١٩ جنوري ١٤٠٥ع تي مري ويو، هن جي سلطنت جُهرڻ لڳي پر هڪ صديءَ کانپوءِ هن جي پوٽئير بابر هندستان ۾ مغل حڪومت جو پايو وڌو.

تيمور جي شهرت جو اثر ڪرسٽا فرمارلو جي ڊرامي "تيمرلين" تي ڪافي نمايان آهي. مون ان جو انگريزيءَ ۾ ترجمو پڙهيو آهي. جڏهن مان ١٩٧٦ع ۾ هن جي قبر تي بيٺو هوس تہ گائيڊ جي تقرير ٻڌي هڪ ڏهن ٻارهن سالن جي آمريڪي ٻار تي ايترو اثر ٿيو هو جو هو چاڪ سان زمين تي لکي رهيو هو:

"هتي ستر هزار پٿر رکيا وڃن تہ هڪ هڪ سياح هُن جي قبر تي پٿر هڻندو وڃي، انهن ايران ۾ اصفهان جي ڪوپرين جي ياد ۾ جي تيمرلين ڏڳ ڪري رکيون هيون ۾ پاسي سان هڪ لک پٿر رکيا ........"

# ٽيپو سلطان

(٣٠ نومبر ١٧٥٠ع کان ٤ مئي ١٧٩٩ع تائين)

ٽيپوسلطان هندستان جي سلطنت ميسور جو آخري بادشاھ هو ۽ نواب حيدر عليءَ جو پٽ هيو. هو هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ جو سپهه سالار ۽ پهريون شهيد هو. هو دکن ۾ پيدا ٿيو. ٽيپوءَ جو اصل نالو فتح علي يا ابن فتح هو.

مون ٽيپوءَ تي ڪنهن انگريزي ناول نويس جو پهريون انگريزيءَ ۾ ناول (جنهن جو نالو ياد نٿو اچي) تڏهن پڙهيو هو، جڏهن ٽئين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهندو هوس. اهو ناول منهنجيءَ زال جي مامي شيخ واجد عليءَ پڙهڻ لاءِ ڏنو هو، جو پوءِ مسجد منزل گاھ تحريڪ جو ليڊر هو. تازو هن تي هڪڙي سنڌيءَ * ڀڳوان گدواڻيءَ هڪ ناول "The Sword of Tipu Sultan" (ٽيپو سلطان جي تلوار) لکيو آهي، جو هندستان ۾ ٽي وي سيريل ڪري ڏيکاريو ويو آهي ۽ مون کي منهنجي دوست لڇمڻ ڪومل جئپور ۾ تحفي طور ڏنو هو. ڪيئي تاريخ نويس جيڪي ٽيپوءَ جا مخالف هيا، تن هن کي متعصب حڪمران ڪري ڏيکاريو آهي، پر ڀڳوان گدواڻيءَ جي ناول ۾ هو هڪ نهايت عظيم انسان دوست ۽ بصيرت وارو حڪمران ڏيکاريو ويو آهي، جيڪو هر مذهب کي عزت جي نگاھ سان ڏسندو هو.

* ڀڳوان گدواڻي: ١٩٢٣ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو (جنهن سال آءٌ ڄايس)

سامراج جو وڏو دشمن هو ۽ ٿامس پين جي Rights of man (انساني حق) جو معتقد هو. هن آمريڪا جي آزاديءَ جي پڌرنامي کي خوش آمديد چيو ۽ فرينچ انقلاب جو وڏو مداح هيو. هو پهريون هندستاني قومپرست هو، جنهن ڏٺو تہ هندستان کي نہ رڳو ٻاهرين طاقتن ڪمزور ڪيو هو، پر بيماريءَ، تخريب ۽ اندروني نااتفاقيءَ جو بہ ان ۾ وڏو هٿ هو. هو نيپولين کان بہ ڪافي متاثر هيو، جيتوڻيڪ پڪ سان چئي نٿو سگهجي تہ هن ۽ نيپولين جي وچ ۾ خط و ڪتابت بہ ٿي هئي.

هو آخري دم تائين نهايت بهادريءَ سان وڙهندو رهيو. ڪڏهن ڪنڌ نہ جهڪايائين ۽ هن جي محبت ۽ يقين زندگيءَ جا اهڃا قدم هيا، جيڪي هن کي نهايت پيارا هيا. هن کي ان ڳالهہ ۾ ايمان هيو تہ فقط قربانيءَ سان ئي هندستان جي ايندڙ نسل کي بچائي سگهجي ٿو. مون ٽيپو سلطان جي سوانح حيات تي اردو ۾ ۽ انگريزي ۾ لکيل تاريخ جي ڪتابن ۾ ڪيترو ئي مواد پڙهيو آهي ۽ هن جي شخصيت مون کي متاثر ڪيو آهي، جو مون هن جي باري ۾ ڪجهہ نظم بہ لکيا آهن.

# رابعہ قزداري

رابعہ بنت ڪعب قزداري پهرين عورت هئي، جنهن فارسيءَ ۾ شاعري ڪئي هئي. هن کان اڳ ڪنهن بہ عورت فارسيءَ ۾ شعر نہ چيو هيو. (مان يانيان ٿو تہ سنڌيءَ ۾ جنهن عورت پهريون شعر لکيو هو، سا ”داسي“ تخلص استعمال ڪندي هئي.) رابعہ انهن شخصيتن مان آهي، جن فارسي ادبيات ۾ شرڪت ڪئي آهي، جيتوڻيڪ هن جي ڪلام مان گهڻو ڪجهہ نہ بچيو آهي. هن ڪي فارسي ۽ عربي چڱيءَ طرح ايندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجن شعرن ۾ انهن ٻنهي ٻولين جا لفظ گڏي سَڏي ڪم آندا اٿائين.

هن جي شهر جو نالو قزدار هيو. ”مجمع الفصحا“ ۾ لکيو ويو آهي تہ هن جو پيءُ ڪعب هڪ عرب هيو. بلخ ۽ قزدار، قندرا ۽ سيستان هُن جي حوالي هوندا ها. رابعہ جي ڀاءُ حادث ڪي بڪتاش نالي هڪ خوبصورت تُرڪ غلام هوندو هو، جنهن تي رابعہ دل هاري ويٺي. ڪنهن وقت بادشاهہ جي مجلس ۾ ايران جي عظيم شاعر رودڪيءَ جي واتان حادث اهو عشق جو واقعو ٻڌو ۽ جهالت سبب يا غيرت سبب اُن غلام کي ڪنهن کوهہ ۾ لڙڪائي بند ڪري ڇڏيائين. رابعہ کي گرمابي (پاڻيءَ جي وڏي حمام) ۾ ڦٽي ڪيائين، جيستائين هن جون رڳون سڙي ويون، سرن ۽ مٽيءَ سان ديوار ٺاهي هن کي مَسدود ڪيائين. رابعہ پنهنجي خون سان گرمابي جي ديوار تي ترانا لکيا. بڪتاش پنهنجي جان ڇڏائي کوهہ مان ٻچي نڪتو ۽ گرمابي وٽ پهتو،

پر دير ٿي وئي هُئي ۽ رابعہ حياتيءَ جي نعمت کان محروم ٿي چڪي هئي. اهو ڏسي بڪتاش ايترو بيخود ٿي ويو جو حادث کي اڌ رات جو ڳولي لڌائين ۽ هن جو سر تن کان جدا ڪري ڇڏيائين ۽ پنهنجي سيني ۾ خنجر هڻي، پنهنجي حياتيءَ تان بہ هٿ ڌوتائين.

رضا قلي خان "مجمع الفصحا" ۾ رابعہ ۽ بڪتاش جي محبت جو داستان منظوم ڪيو آهي ۽ اُن کي "گلستانِ ارَم" نالو ڏنو اٿائين. رابعہ اصل عرب هئي ۽ هن جا وڏا ابو مسلم خراسانيءَ جي زماني ۾ قزدار ۾ اچي رهيا ها. رابعہ، رودڪيءَ جي زماني ۾ رهندي هئي ۽ رودڪيءَ هن جا شعر بخارا جي بادشاهہ کي ٻڌايا ها. جاميءَ هن کي زاهد ۽ صوفي تسليم ڪيو آهي ۽ ابو سعيد ابوالخير لکيو آهي تہ:

"ڪعب جي ڌيءُ غلام تي عاشق هُئي، جيتوڻيڪ هن جو عشق عشقِ مجازي ڪونہ هو."

# راسپيوٽين

(١٨٧١ع کان ١٩١٦ع تائين)

مان جڏهن ١٩٧٦ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي موڪليل اديبن جو اڳواڻ ٿي. يو. ايس. ايس. آر ويو هوس، تڏهن سفر دوران مان ۽ اردوءَ جي مشهور پنجابي ناول نگار قدسيا بانو لينن گراڊ به وياسين. لينن گراڊ اُئين ئاهي بيهاريو ويو هو، جيئن ١٩١٧ع ۾ انقلاب کان اڳ هو. ان ۾ نه ڪنهن جاءِ جو اضافو ڪيو ويو هو ۽ نه جنگ ڪانپوءِ تباهيءَ جي بعد ان ۾ ڪا ڦيرڦار ڪئي وئي. رڳو بمباريءَ ۾ ڊٺل جاين جي مرمت ڪري، انهن کي ساڳيو رنگ روپ ڏنو ويو هو.

راسپيوٽين، لينن گراڊ ۾ ماريو ويو هو. مون هُن تي پندرنهن ويهه ڪتاب پڙهيا ها. جيتوڻيڪ انگريزيءَ ۾ "راسپيوٽين" لفظ ڀهروپيءَ، فريبيءَ، شعبده بازي جي معنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي. منهنجيءَ نظر ۾ هو روس جي تاريخ جو هڪ نهايت دلچسپ ڪردار هو. مون پنهنجي گائيڊ لينا کان پڇيو ته:

> "مون کي اهو واهه ڏيکاري سگهنديئن جنهن جي ڪنڌيءَ تي بجليءَ جي ٿنڀي کي راسپيوٽين ٽپو ڏئي جهليو هيو، جڏهن هن کي ڪائونٽ يوسوپوف جي محل ۾ شراب ۾ ايتري سائنائيڊ پياري هيائون، جيتري ساري لينن گراڊ جي ماڻهن کي پيئارجي ته سڀني کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪافي هئي،

پر پوءِ بہ هو اھا پچائي ويو. جڏھن هو محل مان نڪتو تي تہ
ڪائونٽ يوسوپوف ۽ ھن جي ساٿين ھن تي پنج ڇھہ فير ڪيا
ھا جي ھُن جي ڇاتيءَ ۾ لڳا ھا، پر پوءِ بہ هو تيز ڪائيندو.
محل مان نڪري ويو هو ۽ وڌيڪ فير ڪان پاڻ کي بچائڻ لاءِ
مائڪا ڪئنال جي پرسان بجليءَ جي ٿنڀي (Lamp post) ۾
ٽپو ڏئي هٿ وڌو هيائين. ان ڪانپوءِ جڏهن هو بيهوش ٿي
ويو هو، تہ هُن جي دشمنن ھن کي ڳوٺ ۾ وجهي تهہ سياري
۾ نيوا نديءَ ۾ ڦٽي ڪيو هو."

ليناً منهنجي ايتري ڄاڻ ڏسي واٽڙي ٿي وئي ھئي ۽ چيو هيائين تہ:
" لڳي تہ ائين ٿو تہ تون نيٺن گراڊ ۾ ڄائو آهين. مون
راسپيوٽين جو نالو تہ ٻڌو آهي، پر منهنجي عمر ٢٥ سال آهي
۽ هو مون کان گهڻو وقت اڳي مري ويو هو. ترس، مان اديبن
جي بيورو مان توکي پُڇي ٻڌايان."

ھن منهنجي روبرو بيورو ڏانهن فون ڪيو هو تہ بيورو مان فون ڪندي
ڪوئي روسيءَ ۾ پُڇيو هو: "هي راسپيوٽين جي باري ۾ ڇو ٿو پڇي؟"

جڏھن لينا مون کي اهو سوال انگريزيءَ ۾ ٻڌايو هو تہ مون لينا کي
چيو هو: "ھن کي چئہ تہ مون انقلاب جا سورهيہ ۽ انهن جون جايون سمائني
وغيره سيئي ڏٺيون آهن، هاڻي مان روس جا رهزن بہ ڏسڻ ٿو چاهيان."

جڏهن لينا ھُن کي اهو روسيءَ ۾ ٻڌايو تہ ٽيليفون تي وڏو ٽهڪ آيو:
"ها ... ها ... ها ... ھن کي فلاڻي هنڌ وٺي وڃ ۽ ڪائونٽ يوسوپوف جو
محل بہ ڏيکارينس، جنهن کي ٽيچرس ٽريننگ انسٽي ٽيوٽ ۾ بدلايو ويو
آهي."

لينا مون کي ھُن جو جواب انگريزيءَ ۾ ٻڌائي چيو تہ: "مون ٻڌو آهي
تہ راسپيوٽين ڏاڍو چڱو ماڻهو هو، پر اسان جي ملڪ ۾ تہ ھُن تي ڪوئي
ڪتاب نہ آهي، تو ھُن جي باري ۾ ضرور مغرب ۾ ڇپيل ڪوئي ڪتاب پڙهيو
هوندو."

مون لينا کي ٻڌايو تہ: "مغرب ۾ ھن جي باري ۾ اٽڪل ٻہ سئو ڪتاب
ڇپيا هوندا، جن مان ٻہ چار ڪتاب تہ مون پڙهيا آهن. ڪن ۾ ھن کي
شيطانِ مجسم ڪوٺيو ويو آهي ۽ ڪن ۾ فرشتو چيو ويو آهي."

راسپيوٽين روسي دربار جو ماٺهو هو ۽ هڪ مذهبي شخصيت هيو. هو سائبيريا جي توبولسڪ صوبي ۾ ۱۸۷۱ع ۾ پيدا ٿيو هو. هن جو اصلي نالو نوديخ هيو، پر پوءِ هن تي راسپيوٽين نالو پئجي ويو، جنهن جي معنيٰ آهي "اوباش" ڇو تہ پنهنجين جنسي ارڏاين ۽ بيهودگين جي ڪري بدنام هو. هن جي تعليمي لياقت مختصر هئي، پر جڏهن هو ٽيهن سالن جو ٿيو تہ هو مذهبيت طرف رجوع ٿيو. پنهنجي علائقي ۾ هن کي اهڙو پرهيزگار تسليم ڪيو ويو، جنهن کي اڳڪٿيءَ جي ذات هئي. هن پڇتاءَ جي ذريعي نجات جي راهہ ٻڌائي ۽ هن انسانذات کي دعوت ڏني تہ: "هو گناهہ پلي ڪَن ۽ پوءِ پڇتاوَ جو اظهار ڪن."

ان طرح هو پنهنجيءَ قوم ۾ هڪ مقبول رهنما ٿي پيو. جيتوڻيڪ هن ۱۸۹۵ع ۾ شادي ڪئي هئي ۽ هن کي ٽي ٻار هُيا. هو پنهنجي ڪٽنب کي ڇڏي، زيارتن تي هليو ويو، خانقاهن ۾ ترسيو ۽ هڪ تارڪ الدنيا وانگر زندگي بسر ڪيائين.

۱۹۰۴ع ۾ راسپيوٽين نيسٽ پيٽرسبرگ جو سفر ڪيو ۽ فادر فيوفان سان مليو جو ڪليسائي اَڪادميءَ جو انسپيڪٽر هو. ٻئي سال ۾ هن جي ڊيوڪ نڪولائي نڪولائيوچ جي خاندان سان واقفيت ڪرائي وئي ۽ گرانڊ ڊَچيس مِليتسا هن کي پنهنجيءَ سرپرستيءَ هيٺ ورتو. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ هو دربار ۾ حاضر ٿيو ۽ اليڪسس، ننڍي زارِيوچ (زار جي پٽ) جي هيموفليا (وڍ يا زخم اچڻ ڪانپوءِ رت جو نہ بيهڻ: Haemophilia) روڪڻ لاءِ ذميوار سمجهيو ويو. جڏهن ڊاڪٽر زار جي پٽ جو خون روڪي نہ سگهندا ها تہ راسپيوٽين، هن جي ٻانهن جهلي ٽُٻيءَ ۾ اچي ويندو هو ۽ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ اليڪسيءَ جو رت وهڻ کان بيهجي ويندو هو. ان سبب راڻي اليڪزينڊرا راسپيوٽين جي اثر هيٺ اچي وئي ۽ راڻيءَ معرفت هو زار نڪولس ۲ تي بہ اثر انداز ٿيڻ لڳو. ۱۹۱۱ع ۾ هن قومي سطح تي پَر-پچار پيدا ڪئي، جڏهن هَن هڪ اِمي ڪِسان کي، توبولسڪ جو بشپ مقرر ڪرايو، ڇاڪاڻ جو اُهو ڪِسان هن جو دوست هيو. پهريون هن پنهنجو اثر رسوخ گِرجا ۾ تقررين تي ڪم آندو، پر ان کي رياستي اُمور جي باري ۾ بہ استعمال ڪرڻ لڳو ۽ حڪومت ۾ مونجهارو ۽ انڌ انڌوڪار پيدا ڪري ڇڏيائين. ڪنهن بہ

سياسي پروگرام سان هن رهت وان ۾ کهٽيءَ ڪرٽيءَ وارو ساٿ نہ ڏنو. (گهٽ ۾ گهٽ ڪميونسٽ پروپيگنڊا تہ ائين ڪئي وئي آهي.)

هن پنهنجي هلنديءَ ۾ چَوَ چاءَ کي انڌيءَ اونڌيءَ ريت ڪم آندو. هن زارينا جي ذريعي، زار تي ايترو اثر پيدا ڪيو هو، جو پهرينءَ جنگ عظيم ۾ هن ڪئبينيٽ منسٽر پنهنجي مرضيءَ تي مقرر ڪرايا ۾ جو بہ هن جي سامهون ڦِريو ۾ آڏو آيو اُن کي بي مانو ڪيو ويو يا تڙي ڪڍيو ويو. چيو ويو آهي تہ هن جي انهيءَ گهاتي ڪاريہ ۾ دربار تي بُري زور بار سبب شهزادي يوسوپوف، گرانڊ ڊيوڪ دمتري ۾ ٻين اميرن ڪٻيرن هن کي قتل ڪرڻ جي سازش ڪئي.

١٦-١٧ ڊسمبر ١٩١٦ع جي رات جو هن جي دعوت ڪئي وئي ۾ هن کي شراب ۾ تمام گهڻو زهر ڏنو ويو، پر زهر هُن تي ڪوئي اثر نہ ڪيو. ان ڪان پوءِ سازشين هن کي روالور جون گوليون هيون، پوءِ بہ هو تيز ڪائيندو در ڪولي نڪري ويو ۾ وڏيڪ گوليءَ ڪان لنوائڻ لاءِ ٽپو ڏئي بجليءَ جي ٿنڀي ۾ لڙڪي پيو. آخر ۾ سازشين هن جو لاش نيوانديءَ جي برف هيٺان اچلائي ڇڏيو. راڻيءَ جي حڪم تي هن جو لاش ڳولي لڌو ويو ۾ هن کي شاهي محل جي پرسان پوريو ويو.

مون ڪجهہ ڪتابن ۾ پڙهيو آهي تہ ١٩١٥ع ۾ آخر پيري هن جي پُٽ جي وهندڙ رت روڪيندي راسپيوٽين زارينہ کي چيو هو تہ: ”جيستائين مان جيئرو آهيان، تيستائين تنهنجو پٽ ڪونہ مرندو، پر مون ڪان پوءِ چاٿو ٿئي، اهو چئي نٿو سگهجي.“

راسپيوٽين ١٩١٦ع ۾ مري ويو ۾ هڪ سال پوءِ ١٩١٧ع ۾ انقلاب آيو. زار ۾ هن جو سارو خاندان گرفتاريءَ کانپوءِ شوٽ ڪيو ويو.

# رامبو آرٿر
## (RIMBAUD AURTHER)
(۱۸۵۴ع کان ۱۸۹۱ع تائين)

فرينچ شاعر هو. ۱۹ صديءَ جي فرينچ ادب ۾ وڏو انقلاب پيدا ڪيائين ۽ جڏهن هن جي عمر صرف چوڏهن سال هئي، تڏهن هن شاعريءَ جي هر صنف ۾ اختياريءَ سان بغاوت ڪئي. هو نہ رڳو هڪ بي چيو ٻار هيو، پر گهر مان بہ ماءُ پيءُ جي سيکت کان باغي ٿي ڀڄي نڪتو. هن Cabbalis-tic (يهودي ڳجهي ٽولي جي علم) ۽ علم الڪيميا جي محاورن لاءِ پنهنجي پسند ڏيکاري ۽ هن جا نظم مذهب، سياست ۽ ادبي سَپَتَ (Orthodoxy) کان بنهہ آزاد آهن. ۱۷ ورهين جي عمر ۾ هن پنهنجا بهترين نظم لکيا ۽ اهي حقيقتون جي انساني نظرن کان پوشيده آهن، انهن تي گيت لکيا، جيڪي شاعرن جي ٻن نسلن لاءِ چڻ مذهبي صحيفا ٿي پيا. ۱۹ ورهين جي عمر ۾ هن جي شاعرانہ زندگي پوري ٿي وئي. فرانس جي مشهور شاعر ورلين سان تعلقات کان ۽ انگلنڊ جي سفر کانپوءِ سندس حواس تهہ و بالا ٿي پيا ۽ انهن هن کي هڪ آواره گرد ۽ غيب دان ۾ بدلائي ڇڏيو. ۱۸۷۱ع کان ۱۸۸۳ع تائين، هو ورلين سان گڏ برطانيا ۾ رهيو. انهيءَ دوران هن بهترين نثري ۽ پائبند نظم لکيا ها، جنهن ۾ هن پنهنجي اخلاقي ۽ نفسياتي ناڪامين جو ذڪر ڪيو هو. هُن پوءِ شاعريءَ کي مسترد ڪري يورپ ۽ آمريڪا جي

اتر-اوڀر واري حصي ۾ هڪ رولوءَ جي زندگي گذاري، پويون گهڙيون گهاريون.

ايندراسٽارڪيءَ، رامبوءَ ۽ بودليئر جي زندگي تي عاليشان جيوتيون لکيون آهن، جي مون شايد جيل ۾ نهايت دلچسپيءَ سان پڙهيون. دراصل، رامبو، بودليئر ۽ ورلين فرانس جا عظيم ترين شاعر تسليم ڪيا ويا آهن، پر مان تنهي جي زندگيءَ ۾ ايتري بي راهرويءَ کي سمجهي نه سگهيو آهيان ۽ هنن کي ذهني مريض سمجهندو رهيو آهيان. انساني زندگي، خاص ڪري اهڙي پائي جي زندگي ايڏي ته بيڪار نه آهي، جو ائين نشي يا جنسيات جي نذر ڪري ڇڏجي. دراصل بي راهرويءَ ۾ به ڪنهن اعتدال جي ضرورت آهي. هونءَ ته افلاطون کان وٺي ليوناردو ڊاونچيءَ تائين سيني کي ٿابي جي ٺونڪر هئي، پر هنن اُن تي پنهنجو جينيس قربان نه ڪيو. مائهو سوچي نه ٿو سگهي ته رامبو جي ١٩ ورهين جي عمر کان پوءِ لکي ها ته ڪيڏا نه شاهڪار لکي ها. غالب چوائي:

سب کہاں کچھ لالہ و گل میں نمایاں ہوگئیں
خاک میں کیا صورتیں ہونگی کہ پنہاں ہوگئیں۔

اهو شعر فقط انهن لاءِ نه آهي، جي مري ويا آهن، اُنهن لاءِ به آهي، جي جيئري ئي آپ گهاتي آهن. جيئرا آهن به، نه به آهن.

# روزا لڪسمبرگ

(۱۸۷۱ع کان ۱۹۱۹ع تائين).

جرمنيءَ ۾ سوشلسٽ تحريڪ جي هڪ نهايت رنگين ڪردار هئي. هوءَ پولنڊ ۾ ڄائي هئي، يهودي ۽ انقلابي هئي. جڏهن هوءَ اڻويهين ورهين جي هئي تہ هن کي سرخ روزا (Red Rosa) ڪوٺيندا ها. جوتہ هوءَ مزاحمتي تحريڪن ۾ ڀرپور ونندي هئي. ننڍيءَ عمر ۾ هوءَ روسي پوليس کان فرار ٿي وئي جوتہ هوءَ سئٽرزرلينڊ ۾ سرگرم هئي. هن سياست، قانون ۽ اقتصاديات جو گهرو مطالعو ڪيو ۽ پولش انقلابين سان ملي جن ۾ ليوجو گوشيز (Leo Gogishes) بہ هيو جو پوءِ بہ سندس دوست ۽ معشوق/عاشق رهيو. هوءَ پولينڊ ۾ خفيہ سماجي جمهوري پارٽيءَ جي باني مان هئي.

هن کي ان ڳالهہ جو يقين هو تہ انقلاب پهرين جرمنيءَ ۾ ايندو، انڪري هن جرمن شهريت حاصل ڪرڻ لاءِ حسبِ ضرورت شادي ڪئي ۽ جرمنيءَ جي پهرين آزاد عورت- سياستدان ٿي اڀري. روزا هڪ آتش نَوا ۽ نهايت ذهين مقرر ۽ نظرئي ساز هئي. هن کي هڪ وڏي ڪرشمہ ساز شخصييت هئي. هن کي پنهنجي انقلابي ڪارگذارين ۽ جنگ جي خلاف مزاحمتي تحريڪ سبب، ڪيئي ڀيرا جرمنيءَ ۽ پولنڊ ۾ قيد و بند ۾ رکيو ويو. هن انقلاب لاءِ عوام ۾ اسٽرائيڪ ٿي ڪرايا جي بہ هن جي گرفتاريءَ جو سبب ها. هوءَ سختيءَ سان جمهوريت پسند هئي ۽ ان ڪري لينن جي

مخالف هئي ۽ هن تي ڪَڙيون تنقيدون ڪندي هئي، ڇوتہ لينن جو هڪ پارٽيءَ جي آمرانہ حڪومت ۾ اعتبار هو ۽ اهڙيءَ حڪومت جي قيام لاءِ هن تشدد کي ذريعو ٿي سمجهيو. هن چيو تہ: ”پرولتاري انقلاب لاءِ دهشت پسندي ضروري نہ آهي ۽ اهو پنهنجو مقصد ائين بہ حاصل ڪري سگهي ٿو.“

هن اهو بہ چيو تہ: ”هوءَ انسان ذات جي قتل و غارت کي نفرت سان ڏسي ٿي.“

روزا لڪسمبرگ پنهنجي پارٽيءَ سان ڪيئي نظرياتي جهيڙا ڪيا ۽ ڪارل ليبنيخت (Karl Leibnecht) سان گڏجي پنهنجي ڪميونسٽ پارٽي ٺاهيائين. ڪارل ليبنيخت هڪ وڪيل هو. جيتوڻيڪ هوءَ سمجهوتي ڪان پري هئي ۽ ڪافي تند و تيز سياسي حملا ڪندي هئي. هوءَ فطرتاً هڪ نرم دل ۽ انسان دوست عورت هئي، جنهن کي ادب ۽ فطرت سان بيحد پيار هو. ۱۹۱۹ع ۾ هن کي بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو هو، پر هن جو اثر اڃا تائين جرمن سياست تي آهي. جڏهن ۱۹۸۹ع ۾ اوڀر جرمنيءَ جا باشندا پنهنجي سرڪار خلاف بغاوت ڪري رهيا ها تہ هو روزا لڪسمبرگ جا لفظ نعري طور هٿي چئي رهيا ها تہ: ”آزادي رڳو اُنهن لاءِ آزادي آهي جي مختلف رايو رکي سگهن ٿا“.

مون روزا لڪسمبرگ جي زندگيءَ جو عميق مطالعو ايليزبيٿا ايٽنگر جي ڪتاب ”روزا لڪسمبرگ جي زندگي، پڙهي ڪيو جو جرمن ٻوليءَ مان انگريزيءَ ۾ ۱۹۸۷ع ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪتاب جو فوٽو ڪاپي مون گوئٿي انسٽيٽيوٽ جي ڊائريڪٽر ڪان ٻين ٽيهن ڪتابن جي فوٽو ڪاپين سان گڏ ورتي هئي، جن ۾ هينرخ بول ۽ برٽالٽ بريخت جي ناولن ۽ ڊرامن جو سڄو سيٽ ۽ جرمن شاعريءَ تي ڪتاب هيا. ان لاءِ مان سندس ٿورائتو آهيان.

# ريـــپـن (REPIN)

(١٨٤٤ع کان ١٩٣٠ع تائين).

روسي مصوّر. هو نوجوان مصورن جي انجمن ۾ شامل ٿيو، جنهن کي "رمتا" ڪوٺيندا ها جنهن آرٽ اڪيڊمي خلاف بغاوت ڪئي هئي ۽ آرٽ کي عوام ويجهو آڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هو روس ۾ حقيقت نگاريءَ جي تحريڪ جا باني ها. هن جا بہ شاهڪار "هيبت ناڪ اوان، پنهنجي پٽ جي جسم سان" (١٨٨٥ع) ۽ "قزاق سلطان جي سامهون پئي رهيا آهن" (١٨٩١ع) چتر ميجيا وڃن ٿا. هو سٺو مصور ۽ رنگساز هو، پر هن جا همعصر هن جي تصويرن جي موضوعن کان ڏاڍو متاثر ٿيا. ١٩٣٢ع ۾ سوشلسٽ حقيقت نگاريءَ جي اچڻ ڪانپوءِ ريپن روسي مصوريءَ ۾ هڪ مثالي مصور ۽ جذبي جو سرچشمو ٿي پيو. مغرب ۾ هن جي تصورن جو ڪوئي ڪتاب شايع نہ ٿيو آهي، پر روس ۾ ريپن تي شايع ٿيل ڪتاب مونکي منهنجي دوست نور محمد خوجا ڏنو هو، جو منهنجي ڪلام جو انتخاب ڪري رهيو آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ مٿي ذڪر ڪيل تصويرن سان گڏ ٻيون ڇٽيهہ تصويرون بہ آهن. "هيبت ناڪ اوان ..." واري تصوير ۾ اوان جي گود ۾ هن جي پٽ جو لاش پيل آهي ۽ هن جون اکيون موت جي حقيقت تي سوچي، ڦاٽي ويون اهن ۽ هو خلا ۾ خوف سان ڏسي رهيو آهي، جنهن کي ڪنهن سهاري جي اميد نہ آهي. قزاقن واري تصوير ۾ آهي تہ قزاق ترڪيءَ

جي سلطان ڏانهن وڌي رهيا آهن، هتي ۾ ڦونڊ. آفري ۽ بي پرواهي آهي جا نڌَر، ڦڪڙ ۽ سرويچ قوم ۾ هوندي آهي، جا هوڙهيائيءَ کان ڪم وٺندي آهي ۽ بنا سوچ ويچارجي سِرُ تريءَ تي کڻندي آهي.

ريپن روسي حقيقت نگاريءَ جو وڏي ۾ وڏو اڪابر هو، جڏهن انقلابي قوتون زور وٺي رهيون هيون ۽ روس انقلاب لاءِ تياري ڪري رهيو هو، ريپن پنهنجو سارو زور، پنهنجي ساري زندگي روسي عوام جي اُتساهه لاءِ ڪم آندي. تاريخ هن کي لکي وئي آهي، پر هن تاريخ کي نہ لکيو هو، ڇا هُن پاڻ کي لکيو هو؟

ريپن جي تخليق ان وقت جي روس جي نظر ۾ حقيقت نگاريءَ جي چوٽ تي هئي.

> "مان اڄي سٺ ورهيہ جو ٿيو آهيان." ڪلاڪار چيو هو، "مان پنهنجي تصوّر کي سچائيءَ سان روپ ڏيان. منهنجي چوڌاري زندگي ولولا پيدا ٿي ڪري، مون کي ڪوئي آرام نہ ٿي ڏئي ۽ بُرش لاءِ پُڪاري رهي آهي. زندگيءَ ۾ ايتري بي انصافي آهي، جو ڪنهن لاءِ آسودي ضمير سان خوبصورت خاڪا ڪيڻ ناممڪن آهي."

ريپن پنهنجي ڳالهہ تي پورو هو، پر انقلاب آيو ۽ ويو. ڇا ريپن جو فن اُتيئي ٿي آهي ۽ ان جي قدر و قيمت ساڳي آهي يا اهو بہ انقلاب سان گڏ ختم ٿي ويو؟

نوٽ:

ريپن تي ماسڪو ۾ شايع ٿيل ڪتاب مون کي منهنجي دوست نور محمد خواجہ تحفي طور ڏنو، جنهن لاءِ مان سندس ٿورائتو آهيان.

# زيب النساءِ

(۱۰ شوال ۱۰۴۷ هجريءَ کان محرم ۱۱۱۴ هجري).

نامور مغل شهزادي، شهنشاهہ اورنگزيب جي پهريني ڌيءُ، جڏهن هوءَ چئن سالن جي هئي تہ اورنگزيب جي معتمد عنايت الله خان جي ماءُ حافظ مريم کي هن جي تعليم لاءِ مقرر ڪيو ويو. جنهن جي ڪوشش سان زيب النساءِ ننڍپڻ ۾ ئي قرآن مجيد حفظ ڪري ورتو. اورنگزيب کي جڏهن اهو اطلاع مليو تہ هن زيب النساءِ کي ٽيهہ هزار اشرفيون انعام طور ڏنيون. زيب النساءِ ملان جيوڻ کان صرف ونحو (گرامر) جو علم حاصل ڪيو ۽ ملان سعيد اشرف مازندرانيءَ کان ٻيا علم حاصل ڪيا. (مقالاتِ شبلي نعماني).

ملان اشرف، زيب النساءِ کي ۱۴ سال پڙهايو. علم فقه ۽ حديث جي تعليم ڏني، ان کانسواءِ شعر جي چاڻ بہ ڏني. ۱۰۷۳هہ ۾ جڏهن اورنگزيب ڪشمير وڃڻ جو ارادو ڪري رهيو هو تہ لاهور آيو ۽ بيمار ٿي پيو. انڪري شاهي حرم کي زيب النساءِ سوڏو لاهور ۾ رهڻ جو چڱو موقعو ملي ويو. زيب النساءِ درباري سياست کان الڳ رهندي هئي ۽ هميشہ علمي ادبي ڪمن ۾ رڌل رهندي هئي. هن جي باري ۾ ڪجهہ عشقيہ قصا ۽ ڪهاڻيون بہ مشهور آهن. جيئن: عاقل خان سان عشق. هو سپهہ سالار هو ۽ ان عشق سبب اورنگزيب جي هٿان جيئرو ديڳ ۾ جلايو ويو هو، پر اف نہ ڪئي

هيائين. جيتوڻيڪ انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام ۾ آهي تہ اهڙين ڳالهين جي
ڪابہ تاريخي شاهدي ڪانہ آهي. هونءَ تہ زيب النساءِ ساري عمر ڪنواري
رهي. مون هن جو "ديوانِ مخفي" تڏهن پڙهيو هو، جڏهن منهنجي عمر ١٣،
١۴ سال هئي. شايد اهو ڪتاب بہ منهنجي والد بزرگوار جي ڪتابن ۾ هو.
هونءَ شعر ضرور چوندي هئي، پر انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام جو چوڻ آهي تہ
هن جو ڪو مجموعو ڪونہ ٿو ملي، جيتوڻيڪ اهو مون خود پڙهيو آهي ۽
جنهن مان هڪ شعر جو ترجمو تہ هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي ۽ ٻيا ڪجهہ شعر
جي مون کي ياد آهن. هيٺ ڏجن ٿا هڪ غزل جو ٻيو شعر آهي:

صد بهار آخر شد و هرگل بفرقي جاگرفت،
غنچه باغِ دل ماں زيبِ دستاري نہ شد.
(سَو بهار پورا ٿي ويا ۽ هر گل پيشانيءَ تي جاءِ والاري،
پر اسان جي دل جي باغ جي مکڙي ڪنهن بہ دستار جي
سونهن نہ ٿي.)

هن جي هڪ ٻئي مشهور غزل جا بند آهن:

بلبل از گل بگزرد چوں در چمن بيند مرا،
بت پرستي کی کند؟ گر برهمن بيند مرا.
در سحن مخفی شدم مانندِ بو دربرگِ گل،
هرکه دارد ميل ديدن در سخن بيند مرا.

(بلبل گل کي ڇڏي وڃي، جي مون کي چمن ۾ ڏسي،
بت پرستي ڪيئن ڪري جي برهمڻ مون کي ڏسي!
مان پنهنجي سخن ۾ ائين مخفي آهيان، جيئن گل ۾ خوشبو،
جنهن کي مون کي ڏسڻو هجي، اهو مونکي سخن ۾ ڏسي.)

روايتن موجب، زيب النساءِ سان هڪڙو شعر اهو بہ منسوب آهي تہ
جڏهن هوءَ باغ ۾ تهلي رهي هئي ۽ هن کي ڳاڙهو لباس پاتل هيو تڏهن عاقل
خان هن کي ڏسي شعر جي هڪ سٽ پڙهي هئي:

سرخ پوشی به لبِ بام نظر می آيد.
(ڳاڙهي لباس واري ڪنهڙي تي مون کي نظر
اچي رهي آهي)

انهيءَ سٽ جي موٽ ۾ زيب النساءِ ڪيس جواب ڏنو هو:

نہ زاري، نہ زور و نہ بہ زرمي آيد.

(نہ زاريءَ سان، نہ زور سان ۽ نہ زر سان ٿي اچي)

چيو وڃي ٿو تہ زيب النساءِ هڪ مسجد آگري ۾ ۽ هڪ ڪشمير ۾ تعمير ڪرائي هئي. هن دهليءَ ۾ وفات ڪئي ۽ تيهہ هزاري باغ ۾ دفن ٿي. هن جو مقبرو تيستائين موجود هيو، جيستائين انگريز اُتي حڪومت ڄمائي ويا. (سر سيد احمد خان- آثار الصناديد) جڏهن "راجپوتانا-مالوا" ريلوي لائين ١٨٨٥ع ۾ تيار ڪئي وئي تہ اهو مقبرو زمين هيٺان اچي ويو. ڪن جو چوڻ آهي تہ زيب النساءِ جو مقبرو لاهور ۾ نئين ڪوٽ جي پرسان آهي، پر اها ڳالهہ درست نہ آهي.

# سبطِ حسن

هن سان منهنجي پهرين ملاقات تڏهن ٿي جڏهن نبي بخش کوسو جو غالباً ان وقت ڊائريڪٽر ڪلچر هو ۽ جو ڪنهن وقت منهنجو جونيئر رهي چڪو هو، ان عوامي ادبي انجمن پاران آرٽس ڪائونسل ۾ مون کي دعوت ڏني ته پنهنجو آپيرا "ڀڳت سنگهه کي ڦاسي" اسٽيج تان پڙهان. جڏهن فنڪسن پورو ٿيو، تڏهن هن منهنجي سبطِ حسن سان ملاقات ڪرائي جو مون کي سعيده گزدر سان گڏ پنهنجي گهر وٺي آيو. جتي فهميده رياض به ويٺي هئي. پهرينءَ ملاقات ۾ ئي اسان دوست ٿي وياسين. پوءِ ته هُن سان ڪيئي ملاقاتيون ٿيون. هن ۽ سجاد ظهير کي هندستان جي ڪميونسٽ پارٽيءَ ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان موڪليو هو ته هو وچي پاڪستان ۾ ڪميونسٽ پارٽي ٺاهن. سجاد سان به منهنجي چڱي واقفيت هئي، پر پوءِ پنڊي سازش ڪيس ۾ هو فيض سان گڏ ٽِيپَ ڪائي ويو. سبطِ حسن به ڪراچيءَ يا لاهور جي اردو حلقن تائين محدود ٿي ويو. ڄاڪاڻ جو اُتي اردو زبان جي ويجهو هو ۽ اندرينءَ سنڌ سان يا پاڪستان جي عوام سان ڪوبه رابطو پيدا نه ڪيائين، جنهن لاءِ هو موڪليو ويو هو. هُو "ليل و نهار" ۽ پوءِ "پاڪستاني ادب" رسالو ڪڍندو هو ۽ اردوءَ جي باري ۾ نهايت حساس هو. پنجاب جي مشهور اديب نجم الحسن سيد سان به هن جو

انکري تکرار تي پيو هو. غالباً ۱۹۷۴-۱۹۷۵ع ۾ هن مون کي چيو تہ اها هن جي غلطي هئي، جو هن سنڌي نہ سکي ۽ انکري مان پنهنجا ترجما اردوءَ ۾ کيان ۽ اردو ادب کي سنڌي ادب سان روشناس کرايان.

هو نهايت نفيس طبيعت وارو ۽ پُر خلوص انسان هو ۽ هن جي ڪميونزم سان بيحد محبت هئي. مون جڏهن هن جو ڪتاب "شهرِ نگاران" پڙهڻ چاهيو (ان وقت اُن جي بي ايڊيشن نہ ڇپي هئي) تڏهن هن مون کي پنهنجي ذاتي ڪاپي ڏياري موکلي، ڇو تہ هن وٽ بہ ڪاپي ڪانہ هئي. هو هندستان ۾ گذاري ويو ۽ هن جي لاش کي پوءِ ڪراچيءَ ۾ دفنايو ويو. چڱو جو هو ڪميونزم جي خاتمي کان اڳ گذاري ويو نہ تہ هو اُن جي ستياناسيءَ جو دلي صدمو برداشت نہ ڪري سگهي ها. هو رحلت وقت اٽڪل ۷۵ ورهين جو هو. هن هيٺيان ڪتاب لکيا آهن، جي مون سڀ پڙهيا آهن.

۱. شهر نگاران
۲. ماضی کے مزار
۳. پاکستان میں تہذیب کا ارتقا
٤. موسیٰ سے مارکس تک
٥. انقلابِ ایران
٦. نویدِ فکر
۷. کارل مارکس
۸. بھگت سنگھ اور اُس کے ساتھی
۹. سخن در سخن
۱۰. ادب اور روشن خيالي
۱۱. The battle of ideas in Pakistan

شهرِ نگاران ڪانپوءِ هن ڪتاب ڪافي تيزيءَ سان لکيا. شايد هن کي زندگيءَ جي خاتمي جو ڏهو پيو هو. هن فقط هڪ ڌيءَ ڇڏي هئي، جنهن سان هَن جي انتقال بعد منهنجي ملاقات حوري نورانيءَ جي گهر تي ٿي هئي. هو فيض احمد فيض جو گهرو دوست هو. اردوءَ جي "طلوع افڪار" رسالي هَن تي، فيض تي ۽ منهنجي دوست حسن حميديءَ تي خاص نمبر ڪڍيا آهن، جي مون کان هيٺ مٿي ٿي ويا آهن ۽ انکري هن جي جنم ۽ موت جي تاريخ نہ ڏئي سگهيو آهيان.

”ادب اور روشن خيالی“ ۾ سبطِ حسن جا مضمون آهن، پر اُهي هن جي موت کانپوءِ سيّد جعفر احمد مرتب ڪيا آهن. ان جي ديباچي تي مٿان منهنجي مرحوم دوست سرور باره بنڪوي جو هڪ شعر ڏنو اٿائين:

جس سے مل کر زندگي سے عشق ہوجائے وہ لوگ
آپ نے شاید نہ دیکھے ہوں مگر ایسے بھی ہیں.

واقعي سبطِ حسن، جنهن کي سڀ دوست پيار مان سبطي صاحب چوندا ها، اهڙو ماڻهو هو.

# سعدي شيرازي

هُن جو نالو شيخ مشرف الدين هو. هو تقريباً ٥٧٠ هه / ١١٨٤ع ۾ شيراز ۾ پيدا ٿيو هو. اڃا ننڍو هو تہ هن جو پيءُ گذاري ويو. ان ڪانپوءِ هن جي نظرداري ۽ پالنا سعد بن زنگي اتابڪ ڪئي. هن انڪري ئي پنهنجو تخلص سعدي رکيو. ابتدائي تعليم ڏياري، هُن کي وڏيڪ تعليم جي حصول لاءِ بغداد موڪليو ويو، جتي هن نامور درسگاهہ نظاميہ ۾ تعليم ورتي ۽ باطني علم جي تحصيل ۾ مشغول ٿي ويو. هن جناب شيخ شهاب الدين سُهرورديءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ اُن سان گڏ حج ڪيا. هو بهترين شاعر طور مشهور بہ ٿيو ۽ شاعريءَ ۾ هن کي فردوسيءَ ۽ حافظ شيرازيءَ جهڙي شهرت بہ ملي. هن پنهنجي طويل زندگيءَ ۾ پهريان ٽيهہ سال مطالعي ۾ گذاريا. ان ڪانپوءِ ٽيهہ سال سير، سياحت ۽ شعرگوئيءَ ۾ صرف ڪيائين، ان بعد ٽيهہ سال هو وري مراقبي ۽ مجاهدي ۾ مشغول رهيو ۽ پنهنجي ڪلام جي تڪميل ۽ ترتيب ڪندو رهيو. باقي عمر جا ٻارهن سال هن اشاعت (تصوّف جي) ۽ تبليغ ۾ صرف ڪيا.

جڏهن هو سياحت ڪندو هو، تڏهن هندستان بہ ويو هو ۽ ان ڳالهہ جو ذڪر پنهنجي ڪتاب "بوستان" ۾ ڪيو اٿائين. هن جون ٻہ تصنيفون "گلستان" ۽ "بوستان" ڏاڍيون مشهور آهن. "بوستان" ٦٥٥ هه / ١٢٥٧ع ۾ لکيو ويو ۽ "گلستان" ٦٥٦ هه/ ١٢٥٨ع ۾ لکيو ويو. "بوستان" ۾

اخلاقي موضوعن تي نظم آهن ۽ ”گلستان“ بنيادي طرح نثر ۾ آهي، ان ۾ بہ اخلاقي موضوعن کي ڪهاڻين وانگر نهايت اثرائتي انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. هن جي انهن ٻن ڪتابن کان سوا غزلن جو ديوان، قصيدا ۽ ڪجهہ * نظم آهن، جن ۾ هزل بہ آهن.

سعدي شيرازي، ذوالقعد ٦٩١ هہ/ سيپٽمبر ١٢٩٢ ۾ فوت ٿيو. ان وقت هو شيراز ۾ رهيل هو. هن جي مزار شيراز شهر جي اوير طرف اجا موجود آهي.

مون وٽ پنهنجيءَ پسند جي فارسي ڪلام جا ٿي نوٽ بُڪ لکيل آهن. فرصت جي ڪَميءَ سبب وڏيڪ پسنديده فارسي ڪلام اُتاري نہ سگهيو آهيان. انهن نوٽبڪن مان سعديءَ جا ڪجهہ شعر پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ ڏيان ٿو تہ هو اندازو لڳائي سگهن تہ سعدي ڪهڙي پائي جو شاعر هو:

اين مُدعيان در طلبش بي خبران اند،
آه کس که خبر شه خبرش باز نيامد.

(ترجمو: هي مدعي هن جي طلب ۾ بي خبر آهن، نہ تہ جنهن کي هن جي خبر پئي اُهو واپس نہ آيو).

***

توان شناخت به يک لحضه از شمايلِ مرد،
ک تا کُجاش رسيده است پايگاه علوم

(ترجمو: مڙس جي خوبين مان سمجهي وٺجي ٿو تہ عِلمن ۾ هُن جا پير ڪيستائين ڪُپيا آهن.)

***

چنان قحط سالي شد اندر دمشق،
که ياران فراموش گردند عشق.

(ترجمو: دمشق ۾ اهڙو ڏڪار پيو، جو يارن کان عشق وسري ويو.)

***

هر بد که بخود نه مي پسندي،
باکس مکُن اى برادرِ من.
گر مادرِ خويش دوست داري،
دشنام مَده به مادرِ من.

---

* هزل: فحش، ڪَچي، اُگهاڙي شاعري

(ترجمو: هر برائي جا تون پاڻ سان نہ ٿو
چاهين، اي يارا! تون ٻئي ڪنهن سان نہ ڪر! جي
توکي پنهنجي ماءُ پياري آهي، تہ منهنجيءَ ماءُ کي گار
نہ ڏي!.

* * *

تو قدرِ آب چه دانی که در کنارِ فراتی
(ترجمو: تون پاڻيءَ جو قدر ڪيئن ڪندين ڇو تہ تون
فرات (نديءَ) جي ڪناري تي رهندو آهين!)

* * *

ناچار هر که صاحبِ روئي نِکو بُوَد،
هر جا که بگذرد همه چشمی برو بود.
(ترجمو: اُن لاءِ ڪوئي چارو نہ آهي، جنهن کي سهڻو
منهن آهي، جيڏانهن بہ هو ويندو، اکيون اوڏانهن کڃي
ويندديون.)

* * *

علاجِ واقعه پیش از وقوع بایدکر،
دریغ سود ندارد چوں رفت کار از دست.
(ترجمو: واقعي جو علاج اُن جي ٿيڻ کان اڳ ۾ ڪرڻ
گهرجي، دير مان ڪو فائدو نہ آهي، جو ڳالهہ هٿ مان
نڪتي تہ ڇٽي.)

هر که عیبِ دگراں پیشِ تو آورد وشُهرد،
بیگُمان عیبِ تو پیشِ دِگران خواهد بُرد
(ترجمون: جنهن ٻين جو عيب تو اڳيان ڪوليو، پڪ
سمجهہ تہ هُو تنهنجو عيب ٻين اڳيان ڪوليندو!)

دو دوست قدر شُناسَند حَقِ صحبت را،
ڪ مُدتي ببرَیدند و باز پیوستند،
(ترجمو: ٻہ دوست صحبت جو حق ڄاڻن ٿا، جي مدتن
لاءِ ڪٽجي ٿا وڃن ۽ وري ٺهي ٿا وڃن.)

* * *

سعديءَ جا اهڙا ڪيئي شعر آهن، جي ڏيکارن ٿا تہ "پنج تنتر" جي مصنف ڪانپوءِ هو ڏاهي پڻ ڏاهو مصنف هو. هن نهايت فصاحت، رواني ۽ ترنم وارا غزل لکيا آهن، جن ڪي فارسيءَ پڻ زندگي جاويد آهي. سندس ڪيترائي اهڙا غزل مون وٽ نوٽ ٿيل آهن، پر نوٽس پڻ طوالت اچي ويندي نہ تہ اُهي غزل ايترا پيارا آهن جو پڙهڻ سان دل موهي وٺن ٿا.

# سلطان عبدالمجيد اول

اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ۾ فقط هڪ سلطان عبدالمجيد جو ذڪر آهي. هو عثماني سلطان هو ۽ سلطان محمود ثانيءَ جو پٽ هو. ۱۴ شعبان ۱۲۳۸هه/۲۵ اپريل ۱۸۲۳ع تي ڄائو هو. هن جي ماءُ "بزمِ عالم" هڪ غير معمولي تربيت واري خاتون هئي. عبدالمجيد ۱۹ ربيع الآخر ۱۲۵۵هه/۱ جولاءِ ۱۸۳۹ع تي پنهنجي پيءُ جي مسند تي ويٺو، يعني نزهب جي شڪست کانپوءِ، جا ترڪن ابراهيم پاشا کان کاڌي. پوءِ به ٻي اتحاد ۾، جنهن ۾ ترڪي پهريون ڀيرو شامل ٿي، جيتوڻيڪ فرانس ان ۾ شامل نه هئي، ان ڳالهه عثمانيه سلطنت کي بچائي ورتو. عبدالمجيد اَول پنهنجي پيءُ جا نافذ ڪيل اصلاح جاري رکيا.

هن جي دؤر ۾ فساد، بغاوتن ۽ قتلِ عام رونما ٿيا. هن قانون جي وضع ڪانسواءِ ٻيا به ڪيئي اصلاح ڪيا، خاص ڪري جنگي ۽ تعليمي نظام ۾. هن ڪيئي شفاخانا ۽ عمارتون تعمير ڪرايون. سرڪاري ڪاغذن ۽ سَنَدَن لاءِ پهريون "خزينه اوراق" هن ٺهرايو- سڀ کان پهريون ٿيئٽر به هُن جي دؤر ۾ تعمير ٿيو.

عبدالمجيد پهريون سلطان هو جو ڪائي يورپي ٻولي (فرانسيسي) ڳالهائي سگهندو هو. هو هڪ هشيار، مهذب ۽ هَتو ڪَتو شخص هو پر هن جي صحت حرم ۾ بي اعتدالين ڪري خراب رهندي هئي. هو گهڻ خرچائو ۽

ڦرڻو گهرڻو هو پر دلير هيو. ۱۸۴۹ع ۾ هن پناهگيرن کي آسٽريليا حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪري، عالمگير سطح تي نيڪ نامي حاصل ڪئي. انسائيڪلو پيڊيا ۾ وڌيڪ لکيل آهي ته:

"ترڪيءَ جي تاريخ ۾ هن کان وڌيڪ رحمدل، شريف ۽ هن جهڙن رجحانن جهڙو حڪمران نه ٿيو آهي. هن جي دلڪش خدوخال اندر عاليٰ حوصلي جو روح هوندو هو."

هو ۱۷ ذوالحج ۱۲۷۷هه/۲۵ جون ۱۸۶۱ع تي جوانيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويو.

# سُقراط (SOCRATES)

اٿينيا جو فلسفي ۽ افلاطون جو محترم اُستاد هو. هو زباني تعليم ڏيندو هو. ڇاڪاڻ جو هن جي دؤر ۾ سوانح حيات نہ لکي ويندي هئي، ان ڪري هن جي باري ۾ معلومات ٻي هنڌان گڏ ڪئي وئي آهي.

هو سياست ۾ نهايت گهٽ حصو وٺندو هو. پر تي دوست اُنهيءَ بغاوت جا سرواڻ جنهن اٿينيا جي جمهوريت جو تختو اونڌو ڪيو. انهيءَ دوستيءَ مان سقراط کي پنهنجي مقدمي ۾ نقصان پهتو. اهو مقدمو هن تي ائني ٽس (Anytus) جي الزام ڪري ٿيو هو، جنهن کي هن خلاف ذاتي بغض هو. هن تي الزام اهو هو تہ هُو نئين نسل ۾ بي راهہ رَوي پيدا ڪري رهيو آهي، جنهن جي سزا موت هئي. اٿينس جي قانون موجب ڪوئي مجرم جلاوطني اختيار ڪري موت کان بچي ٿي سگهيو پر سقراط جلاوطنيءَ کان نابري واري ۽ چيو تہ: "هن وقت مرڻ بهتر آهي جڏهن هن جا حواس برقرار آهن ۽ هن ۾ سگهہ آهي."

هن پيريءَ ۾ ڪمزور ٿي مرڻ کي عيب سمجهو. انڪري هيملاڪ (زهر) جو پيالو پيتو ۽ سمهي پيو ان طرح پنهنجو انت آندائين.

سقراط منهنجيءَ شاعريءَ جو مرغوب ڪردار رهيو آهي.

# سيد احمد

(نومبر ١٧٨٦ع کان مئي ١٨٣١ع تائين)

سيد احمد، بالاڪوٽ جي جنگ جو مشهور شهيد هو، جو بريلوي نالي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو ۽ سلطان التمش جي زماني ۾ هن جو ڏاڏو سيد قطب الدين محمد هندستان آيو هو، جنهن کي شيخ الاسلام جو عهدو ڏنو ويو هو. سيد احمد جي ابتدائي تعليم گهر ۾ ٿي پر هن تعليم تي خاص ڌيان نہ ڏنو، البتہ هن جي سپاهين جي راندين سان رغبت هوندي هئي. ننڍپڻ ۾ هن بندوق ۽ تير ڪمان هلائڻ سکي ورتو هئائين. ١٧ ورهين جي عمر ۾ ملازمت لاءِ لکنئو ويو ۽ انهيءَ ڪانپوءِ دهليءَ پهچي ويو ۽ شاهہ عبدالعزيز جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. جنهن ڪيس شاهہ عبدالقادر وٽ موڪليو. اُتي هن عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ڪتاب پڙهيا. ١٨٠٨ع ۾ سيد احمد پنهنجي وطن واپس آيو ۽ اتي زهره نالي هڪ خاتون سان شادي ڪيائين. انهيءَ دؤر ۾ مغلن جي حڪومت آخري پَساهن ۾ هئي ۽ انگريز پنهنجا قدم جمائي چڪا هئا ۽ مرهٽا اسلامي حڪومت کي پريشان ڪري رهيا ها.

اٽڪل ١٨١٠ع ۾ سيد احمد، نواب امير خان جي لشڪر ۾ شامل ٿيو ۽ لشڪر جي اصلاح ۽ هدايت شروع ڪيائين. جڏهن نواب امير خان انگريزن سان ٺاهہ جو سوچيو تہ هو امير خان کان الڳ ٿي ويو ۽ وري اڪبري مسجد ۾ رشد ۽ هدايت شروع ڪيائين. هتي هن جي هٿ تي شاهہ

اسماعيل بيعت ڪئي. انهيءَ وقت هن جهاد جي تبليغ جو ڪم شروع ڪيو. هن جو خيال هو تہ هندستان مان هجرت ڪري ڪنهن اهڙيءَ جاءِ تي هليو وڃجي، جتي آزاديءَ سان مسلمانن کي جهاد لاءِ تيار ڪري سگهجي پر هڪ ڏينهن اوچتو پنهنجي ساٿين سان گڏجي حج جي سفر تي هليو ويو. حج کان واپس اچي هو جهاد جون تياريون ڪرڻ لڳو. مختلف عزيزن، دوستن ۽ حڪمرانن کي خط لکي، هن جهاد جي تربيت ڏني. جڏهن مجاهدن جي جماعت تيار ٿي وئي، تڏهن ١٨٢٦ع ۾ هندستان کي دارالحرب (جنگ جي جاءِ) چئي پاڻ ڪانسيءَ، گواليار، اجمير، چالي، امرڪوٽ، حيدرآباد (سنڌ)، پير ڳوٺ، شڪارپور، بولان، ڪوئيٽا، قنڌار، غزنيءَ، ڪابل، جلال آباد رستي پشاور پهتو ۽ ماڻهن توڙي حڪمرانن کي جهاد جي دعوت ڏنائين. ان تي رنجيت سنگهہ جي ڀاءُ ٻڌ سنگهہ ڏهہ هزار لشڪر سيد صاحب جي مقابلي لاءِ موڪليو جو نوشهري جي ويجهو اوڪاڙا ۾ ترسيو. لشڪر کي هر قسم جا هٿيار هئا ۽ مجاهدن وٽ تہ پوريون بندوقون بہ ڪونہ هيون. ان ڪري مجاهدن راتاهي هڻڻ جو منصوبو جوڙيو. ٢٠ ڊسمبر ١٨٢٦ع تي ٩٠٠ مجاهدن سکن تي راتاهو هنيو ۽ اٽڪل ٧٠٠ سک ماريا ويا ۽ سک لشڪر اوڪاڙا مان ڀڄي شيدوءَ ۾ پناهہ ورتي. ١٨٢٧ع ۾ هن جي هٿ تي پشاور جي دراني خاندان بيعت ڪئي ۽ هن جا مجاهد ٨٠ هزار ٿي ويا.

سکن پٺاڻن کي پاڻ سان ملايو ۽ چيو وڃي ٿو تہ سيد احمد کي زهر ڏنو ويو. سيد احمد مري ويو تہ جنگ شڪست ۾ تبديل ٿي وئي. هي تہ هيو "انسائيڪلو پيڊيا آف اسلام" ۾، جڏهن تہ "تحريڪ وهابيت، نالي ڪتاب ۾ وري ٻي ڳالهہ آهي تہ سيد احمد جنگ ۾ شير سنگهہ سان وڙهندي مري ويو ۽ ڪنهارنديءَ ۾ هن جي سر ۽ ڌڙ کي اڇلايو ويو جو ڪجهہ عرصي بعد ڳولي لڌو ويو. هو جهاد في سبيلَ الله لاءِ نڪتو هيو ۽ بالا ڪوٽ جي پرسان پوريل آهي.

پاڪستان جي تحريڪ جون جڙون سيد احمد جي جهاد سان ملايون وينديون آهن. هن مسلمانن کي هدايت تي ڪجهہ ڪتاب تحرير ڪيا هيا، جنهن ۾ "صراط المستقيم" اهڙو ڪتاب آهي جنهن کي مولاناشاهہ اسماعيل ۽ مولانا عبدالحيءَ مرتب ڪيو. ان کانسواءِ "تنبيهہ العارفين" "رسالہ ء نماز" "رسالہ ء در نڪاح" وغيره ڪتاب سندس تصنيفات ۾ شامل آهن.

# شنڪر آچاريا

(٧٨٨ع کان ٨٢٠ع تائين)

پڻ ڪانپوءِ هندستان جو وڏي ۾ وڏو مفڪر هو. هن جو ڪَلاديءِ ۾ جنم ٿيو. (ڏکڻ- اولهہ ڀارت ۾ ملبار ڪناري تي، گوا کان ٿورو هيٺ) هو هڪ نهايت سمجهو ٻار هو ۽ ڪنهن نهر ڪي لاڙي پنهنجي ماءُ جي در تائين آندو هيائين. جيئن هن کي پاڻي ڀرڻ جي تڪليف نہ ٿئي. جڏهن هو اٺن ورهين جو هيو تڏهن ڪيس اسڪول موڪليو ويو. هو گووند گاد پد جو شاگرد هيو. هو يوگي نہ ٿيو پر پوري ڀارت جو رٿن ڪيائين ۽ مختلف فيلسوفن سان وادَ و وادَ ڪيائين. بنارس ۾ هُن هڪ زبردست برهمڻ تحريڪ هلائي. هن چار آشرم برپا ڪيا: ڏکڻ ۾ سرنگري (ميسور صوبو) ۾، اوڀر ۾ پوريءَ ۾، اولهہ ۾ دوارڪا ۽ اتر ۾ بدري نات (هماليا) ۾. هو ٣٢ ورهين جي عمر ۾ هماليا جي هڪ ڳوٺ ڪيدار نات ۾ گذاي ويو. سندس ٻہ جيون ڪتائون لکيون ويون. هڪ ماڌوءَ لِکي ۽ ٻي آنند گِريءَ.

شنڪر اد ويتا مت جو هيو. جنهن جو دوئيءَ ۾ اعتبار نہ هو. جنهن انهيءَ ڳالهہ تي اصرار پئي ڪيو تہ ڪائنات ۾ وحدت آهي، ڪثرت ڪانہ آهي. هن جي نظر ۾ هيءَ دنيا خدا مان پيدا ڪئي وئي هئي ۽ خدا ڏانهن موٽي ٿي وئي. انهيءَ نظرئي سان شنڪر نہ رڳو سانکيا جي ترديد ڪئي پر هُن ٻوڌي سکيا کي ٻہ رد ڏنو، جيڪي چون پيا تہ دُنيا صرف ڏيک هئي ۽ سچي ڪانہ هئي. شنڪر چيو تہ: دنيا جنهن کي مايا چيو وڃي ٿو سا سچي

آهي، جيڪڏهن اُن ڪي مخصوص طريقي سان ڏٺو وڃي. پر انت ۾ اُها حقيقي (سَتُ) نہ آهي.

ڇندوگيا اُپنشد جي قول ”تت تُومَ آسي“، (اهو تون آهين) سان شنڪر شروع ڪري پنهنجو نظريو ڏٺو تہ خودي (آتما) ئي اصل حقيقت آهي. هن جي خيال ۾ پورو برهمانڊ (ڪائنات) ۾ اهنڪار (اندروني خودي) جنهن ڪي پَل ۾ آتما سمجهيو ٿو وڃي، اَوَديا (اڻڄاڻائيءَ) جو نتيجو آهي. شنڪر جَئمني (Jaimini) مت پوروا- ممانسا 'Purra-Mimanse' سان سهمت هيو تہ حق جي تلاش ۾ عقل تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي ۽ ان لاءِ اندر جي ٻوجهہ ڪپي. اسان کي اهڙي ٻُوجهہ گهرجي، جنهن سان ”ضروري“ کي يڪدم سمجهي وٺون ۽ ”غير ضروريءَ“ کي پاسي ڪري ڇڏيون. اسانکي تہ ٻُڌيءَ جي ضرورت آهي، هرڪاريہ پوءِ اهو راڄ جي باري ۾ هجي يا ارٿ شاستر هجي، ٻڌيءَ جو ٻيلي ۽ تهليو هجي ۽ فيلسوف کي ديهہ-ڌاري (مادي) ڳتيءَ ڪان مٿي رهڻ گهرجي هر ڳالهہ جو شانتيءَ سان نبيرو ڪرڻ گهرجي. هن کي اگيان مان ڇوٽڪاري لاءِ سڀ کان وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ گهرجي، خاص طور موڪش (موک) لاءِ جا اننت جي اِڪائيءَ ۾ آنند ڏئي ٿي.

ماٿهوءَ جو من سُتيتا (سچائي) جي ڇاڻ ڪان وانجهي آهي، ڇاڪاڻ جو اهو هر شئي کي اَوَڪاش ۽ سَمَئي (زمان ۽ مڪان) جي جهليءَ (Film) مان ڏسي ٿو. مايا، من جي انهيءَ ويچارڌارا کي سمجهڻ لاءِ اُدم تي ويچارا ڪيڏي ٿي. اهو ٻنڌن ساري انسان ذات کي ڄم ڪان پلئہ پيو آهي. اسان ٻَڌي جي ذريعي پدارٿ (شيون) ڄاڻي سگهون ٿا ۽ هن مايا کي سمجهي سگهون ٿا، پر جي سچ پچ اسان حقيقت کي سمجهي سگهون تہ اهو برهما آهي. ان کي ٻُڌي (عقل) جي ذريعي يا اندري گيان (اوسان) وسيلي پائي نہ ٿا سگهون، پر هڪ پاڙهي پڪي ڪيل من جي اندرينءَ ٻوجهہ سان سمجهي سگهون ٿا. سچي آتما ڏاڍي ڇپيل آهي، جڏهن انهيءَ جو اَنڀوءُ (احساس) ٿئي ٿو تہ اگيان ۽ مايا الوپ ٿي وڃن ٿا. هن وڌيڪ چيو تہ ڇاڪاڻ جو ٻاهرين ۽ اندرين حقيقت ۾ ڪو ڦير ڦند نہ رهندو تہ هي سرشٽي ڪونہ رهندي.

شنکر هک هنڌ لکيو تہ مايا نہ ست، نہ است آهي ۽ نہ وري ٻئي آهي.
اها نہ ورهايل ۽ نہ وري ٻئي آهي، نہ ان جا انگ آهن ۽ نہ انهن کانسواءِ
کجھہ آهي نہ ٻئي آهن. اها پنهنجي پاڻ ۾ اڇرج جهڙي آهي ۽ بيان کان ٻاهر
آهي. مايا جي سمرتي کي نشٽ کرڻو آهي، پاڻ ۾ نجي، انادي ۽ آپڻ
(سچي) کي سجاڳ کري. انکري ڪانٽ جي لفظن ۾ ڏنل ۽ اڻ-ڏنل، پڌري
۽ الوپ، ظاهر ۽ حقيقي، ٻئي شيون گڏوگڏ. ساڳيءَ طرح ٻہ پاڻ، جيڪو
چنچل ۽ هڪ آهي ۽ آتما جا اسان سيني جي ستيتا (سچائيءَ) جو سارُ آهي،
جيڪا اسان ٻين جي جيون ۽ شين سان ورهايون ٿا، ٻہ ديوتائون آهن. ايشور
(اپاٽنهار) جن کي عام ماڻهو اوڪاش، سمئہ، ڪارڻ ۽ ڦير گهير جي ذريعي
پوڄا ڪن ٿا ۽ برهمڻ جو نج آهي ۽ ان جو پرماڻ (اختيار) ڏسي، ان ۾ گيان
ذريعي نيتا ۾ ايڪتا پسي سگهجي ٿي.
حقيت ۾ شنکر چيو آهي تہ هڪ ديهڪ پرآتما (Personal God)
جي هئڻ ۾ ويساهہ اسانجي ورہل (هيٺي) سداچار لاءِ چڱو آهي، پر اهو
برهمڻ جي اصل تت کي ڦيرائي نٿو سگهي، جيڪو سچ پچ هن دنيا جو آدي
انادي تت آهي ۽ جيڪي بہ ان ۾ آهي، هن طرفان آهي.
ويدانت جيئن شنکر بيان ڪئي آهي هريرو وحدت الوجودي ناهي،
ڇاڪاڻ تہ سڀ شيون برهما جو حصو آهن. شنکر اُپنشدن، ڀڳوت گيتا ۽
ويدانت، سُوتر تي ٽيڪائون ۽ وکياڻ لکيا آهن.

# ڪبير ڀڳت

رودِ ڪوثر، موج ڪوثر ۽ آبِ ڪوثر جي مصنف شيخ محمد اڪرام، آبِ ڪوثر جي صفحي ۵۲۹ تي لکيو آهي تہ:

”لوڌين جي حڪومت ۾ اتر هندستان ۾ ڪيترن ئي اهڙن مڪيہ بزرگن جو ظهور ٿيو، جن اهڙن فرقن جو آغاز ڪيو، جن ۾ ٻنهي مذهبن جا عقيدا شامل هيا. انهن بزرگن ۾ ڪبير سڀني کان مٿ ڀرو هيو. جو ۱۴۴۰ع ۾ پيدا ٿيو هو ۽ ۱۵۱۸ع ۾ وفات ڪري ويو. تذڪره اولياءِ هند ۾ هن کي شيخ ڪبير جولا هو قُدس سرّه لکيو ويو آهي ۽ چيو ويو آهي تہ هي حضرت شيخ تقي سهرورديءَ جو خليفو هو. هُن پنهنجيءَ ولايت کي مَلامتيہ طريقي ۾ ڇپايو هو ۽ جيڪي بہ هن جي وقت ۾ موَحد هيا، انهن سڀني ۾ ممتاز هيو. ڪجهہ ڏينهن رامانند ويراڳيءَ وٽ رهي هندي ٻوليءَ ۾ شاعريءَ جو فن سکيو. اڪثر هلي تذڪري ۾ لکيل آهي تہ ڪبير پوءِ شيخ بيکا چشتيءَ جي خدمت ۾ رهي. خلافت جو خرقو حاصل ڪيو. هندو ۽ مسلمان ٻئي هن جا معتقد ٿي ويا. هر ڪوئي ڪبير کي پنهنجي مذهب جو سمجهندو هو. جي هندو هن جا پوئلڳ هئا تہ اهي پاڻ کي ڪبير پنٿي چوائيندا ها. انهن جو

طور طريقو ۽ قول فعل بلڪل اهلِ اسلام وانگر هو. رڳو ٻوليءَ جو فرق هوندو هو. بابا نانڪ، جنهن جي سکيا ڪبير جي سکيا سان ملي جُلي ٿي ١٤٦٩ع ۾ پيدا ٿيو ۽ ١٥٣٠ع ۾ وفات ڪيائين."

ڊاڪٽر تارا چند "رامانند ۽ ڪبير" جي عنوان سان پنهنجي ڪتاب "هند جي تمدن تي اسلام جا اثر"، ۾ لکيو آهي.

"رامانج جي آمرمت ساريءَ ڌرتيءَ تي ڦهلجي وئي. ٻهريون گرو ديو آچاريہ هو. ٻيو مشهور ۽ معروف گُروهري يانند هو. اُن ڪانپوءِ راگهو انند آيو ۽ پنهنجن عقيد تمندن لاءِ مسترت جو پيغام کڻي آيو. اُن ڪانپوءِ رامانند جو ظهور ٿيو جو ماڻهوءَ جي جاڳرتا جو اوتار ٿي آيو.... رامانج ڪانپوءِ رامانند روحاني سلسلي جي پاويهين ڪَڙي هو ... ممڪن آهي تہ رامانند تيرهين صديءَ عيسويءَ جي آخر بجاءِ چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ پيدا ٿيو هجي ... هن سيني کي يڪتيءَ جي تعليم ڏني ... رامانند جي تعليم مذهبي خيال جي ٻن مکتبن کي جنم ڏنو. هڪ قدامت پسند هو ۽ ٻيو جدت پسند. پهريون مکتبِ خيال قديم عقيدن تي ڪاربند رهيو ۽ عقيدن ۽ رسمن ۾ ٿوريون تبديليون ڪيائين. ٻئي مکتبِ خيال آزاد رَوش اپنائي، هڪ اهڙي مذهب جو بنياد وڌو، جنهن کي هندو ۽ مسلمان ٻئي قبول ڪري سگهن پيا. پهرين مکتبِ خيال ۾ تلسي داس جو نالو سيني کان اڳ ۾ اچي ٿو ۽ ٻئي مکتبِ خيال ۾ سڀ کان اول ڪبير جو، (اڪرام الله بہ ان تي متفق آهي تہ ڪبير تي رامانند جو اثر هو.) ان ۾ شڪ نہ آهي تہ وچولي دؤر جي هندستان اِهي سڀ کان زياده اهم شخصيتون پيدا ڪيون ... ڪبير، تلسي داس کان الگ هڪ ٻئي نظام جو جينيس آهي. هن اسرارِ حيات جو غور سان مطالعو ڪيو ۽ لم يزل جو جلوو ڏٺو. هن هڪ ماورائي عالم مان فرد ۽ سماج لاءِ هڪ نئون پيغام آندو هو ۽ مستقبل جو هڪ

خواب ڏنو هو، جو تمام ڪدورتن، بدصورتين ۽ بي هنگمين
ڪان پاڪ هو. هو اهڙي مذهب جي تعليم ڏيندو هو جو هن
جي ذاتي تجربي تي ٻڌل هو ۽ ڪنهن بہ هن هڪ مجيل
عقيدي جا قدر ۽تمام لوازمات هڪ ٿڌي سان هٽائي ڇڏيا تہ
هن جو روح مذهبن جي جهيڙن جهڳڙن ۽ ڏيکاءَ جي خالي
پيلي پرستش مان ڪٿو تي پيو هو. هو ڪنهن بہ رياڪاريءَ
کي برداشت نہ ڪو ڪري ۽ جڏهن حق جي طلب ڪري ٿو تہ
حقيقت جو طالب آهي. ڪبير گوشہ نشين تياڳي نہ آهي،
جنهن دنيا کي خدا حافظ يا آسرو گروءَ جو چيو آهي نہ هو
وري تخيل پرست آهي، جنهن کي هر شيءِ ۾ "مڙيو ئي
منائي" نظر اچي ٿي. هو تہ چوي ٿو تہ: دنيا جي اخلاقي
جدوجهد ۾ صليب کي تلوار بڻايو وجي ۽ صداقت جي بچاءَ ۾
هڪ ڀرپور وار ڪيو وڃي. هو معقوليت پسند طور طريقي
کان هر نابري واري ٿو ۽ انساني شرف جي هر ذلت تي ڦٽ
لعنت ڪري ٿو. هو هڪ سگهائتي چِنبِي ڪرڻ وارن مان آهي.
هڪ نڈر ڳولائو آهي ۽ هندستان جي هندو مسلم جماعتن جو
وڏو علمبردار آهي ۽ انسانيت جي مذهب جو پيغامبر آهي،
جنهن اهو سبق ڏنو آهي تہ مجموعي طرح خدا سڄي انسان
ذات ۾ جلوه گر آهي."

ڪي محقق چون ٿا تہ ڪبير هڪ سو هڪ سال زنده رهيو ۽ ڪي
چون ٿا تہ ڪبير ١٥١٨ع ۾ فوت ٿيو. ڪيئن بہ هجي، سردار جعفري، اردو
جو ترقي پسند شاعر ۽ اديب، هن جي باري ۾ چوي ٿو تہ:

"ڪبير ڪوري هيو (ڪوري لفظ هنديءَ ۾ بہ ساڳيءَ
معنيٰ ۾ مستعمل آهي، جنهن معنيٰ ۾ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ڪم
آندو وڃي ٿو.) ۽ جولاهي جو لفظ گهٽ استعمال ڪيو اٿائين
۽ ڪڏهن ڪڏهن پاڻ کي ڪوري ۽ ڪمينو بہ چيو اٿائين:

تهان جاؤ جهان پاٹ پٹمبر اگر چندن گهس ليتاں.
آئے ہمارے کیا کروگے، ہم تو جات کمیناں.

(اوڏانهن وچ جيڪڏانهن پٽ-پٽيهر آهي ۽ اگر چندن جو دونهون نڪري رهيو آهي؛ اسان وٽ اَچي ڇا ڪندينءَ اسان تہ ڪميني ذات جا آهيون.)

ائين نہ آهي تہ هو پنهنجيءَ ذات کي ڪميٽي ذات سمجهندو هيو، پر اها هن جي ڪَسَر نفسي هئي. اها ڳالهہ اهم نہ آهي تہ هُو هڪ جُلاهي (ڪوريءَ)، جو پٽ هو، يا ڪنهن برهمڻيءَ جي پيٽ مان ڄائو هو ۽ هڪ جُلاهي جي گهرڄانوِ هُيو."

سردار جعفري وڏيڪ لکي ٿو تہ:

" هن جي موت جي چوڌاري هن جي چاهڻ وارن جيڪي افسانا ناهيا آهن، اُهي ڪبير لاءِ عوام جو وڏو عقيدت جو اظهار آهن. هن جي تعليم جو نچوڙ اها خالص انساني محبت آهي، جا مذهب جي تفريق ۽ ذات پات جي جهڳڙن کان پاڪ آهي. چيو وڃي ٿو تہ هُن جي مرڻ کان پوءِ هن جي لاش تي هندن ۽ مسلمانن هڪٻئي تي تلوارون ڪڍيون. هندن هُن جي لاش کي جلائڻ چاهيو ٿي ۽ مسلمانن دفن ڪرڻ چاهيو ٿي. ان جهڳڙي جو فيصلو تڏهن ٿيو جڏهن ڪبير جو لاش گلن جي انبار ۾ تبديل ٿي ويو ۽ اهي گل پنهي ڌرين اڌو اڌ ڪري ڪنيا. انهيءَ طرح هندن جي رسم بہ پوري ٿي وئي ۽ مسلمانن جي بہ ..............."

" جيڪي مذهبي رسمون ڄاڻندا ها، اُهي اقتدار تي خدا ۽ پيگوان جون مُهرون هڻندا ها (اوچ نيچ خدا جي دين آهي، بادشاهہ زمين تي خدا جو سايو آهي) پر باطني مذهب جا رهنما گرو، فقير ۽ ڀڪشو ها. انهن جي تن تي گيڙو ڪپڙا هوندا ها، يا شايد اهي بہ ڪونہ هوندا ها. هٿ ۾ پِن مڱڻ لاءِ ڪشڪول هوندو هونِ ۽ انهن جي دل ۾ غم جا ٻارڻ ٻرندا ها. هو علم کان وانجهي هوندا ها، پر هنن جي چپن تي محبت

جا حرف هوندا ها. هو اسرار جا ڄاڻو ها، عقل وارا نہ ها.
هنن وٽ نہ مندر ها نہ مسجدون هيون، نہ اوقاف نہ
جائدادون. هنن وٽ ڪوئي ڪتاب بہ ڪونہ هوندو هو. صرف
دل هئي. هو هر انسان کي اها بشارت ڏيندا ها تہ خدا محبت
آهي ۽ محبت خدا آهي، انسان جو عشق خدا جو عشق آهي.
اِها تبليغ ۽ تلقين بلڪل مفت هئي.

”طبقاتي نفرت ڪانسواءِ حڪمران حڪومت نہ ڪري
سگهندا ها، پر صوفين ۽ ڀڳتن ان طبقاتي نفرت جي مقابلي ۾
انساني برادري ۽ محبت جو نصب العين رکيو. حڪمرانن لاءِ
دنياوي حيثيت جو معيار دنيوي دولت هئي. ڀڳتن ۽ صوفين لاءِ
انسان جي اعليٰ درجي جو معيار ڀڳت، پريم، عشق حقيقي ۽
عشق مجازي هئا. مال ۽ دولت جي محبت ۽ جائدادن جون
بندشون اُن عشق ۾ ڪوٽ ڪري ٿي سگهيون، ان ڪري اُنهن
بزرگن ترڪِ کي پنهنجيءَ بنياديءَ تعليم جو حصو بڻايو هو.
ان ڪري ئي مولانا جلال الدين روميءَ دولت کي انهيءَ
ڪُلاهہ سان تشبيهہ، ني هئي جا گنجي جي سِر کي لِڪائي ٿي
۽ خوبصورت زلفن وارا ننگا مَٿا ئي اُن ۾ ڇڳا لڳن ٿا. بازار ۾
وڪامندڙ غلامن جي جسماني حُسن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ اُنهن
کي ننگو ڪيو ويندو هو. اُنهن کي خريد ۽ فروخت ڪرڻ
وارا امير پنهنجن بيمار جسمن کي اطلس ۽ ريشم جي قبائن
۾ ڇپائي رکندا ها.......“

سردار جعفريءَ ان ڪانپوءِ ڪجهہ صفحا ڪبير جي مايا جي فلسفي تي
اٺينءَ صديءَ ۾ شنڪر آچاريا جي فلسفي، اَدوَيت واد، ۽ هن جي نقاد رامانج
(١١٧٥ع کان، ١٢٥٠ع تائين) جي، وِشيشت اَدويت واد، جي نڪتہ نگاهہ
کان بحث ڪيو آهي. ان ڪانپوءِ لکيو اٿائين تہ ڪبير، پنهي حقن (حقُ خدا ۽

---

● ادويت (سنسڪرت):-هڪڙوئي

* وشيشيت (سنسڪرت): نهايت چڱو.

○ حقُ الله:- الله جا حق، حقُ العباد: عابدن جو حق

حقَ العباد) جو بہ ذڪر ڪيو آهي مثال طور:

* سَرگُن کی سيوا کرو، نِرگُن کا کرو گياں،
نِرگُن سَرگُن کے پرے تمهيں ہمارا دهياں.

”ڪبير هڪ مسلمان صوفي هو، جنهن پنهنجي ڳالهہ هندو ڀڳتيءَ جي ٻوليءَ ۾ ڪئي. چوتہ هو بار بار پاڻ کي جولاهو چوندو هو، ان ڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ هُن اسلام کي ترڪ نہ ڪيو هيو، پر هن جي ڏج هِندڪي هئي. مَٿي تي تلڪ لڳائيندو هو ۽ جسم تي جٽيو پائيندو هو.......“

”جڏهن هو چوي ٿو تہ هڪ دنيا ڪانپوءِ ٻي دنيا تسبيح جي داڻن وانگر ڦري رهي آهي، تڏهن انهيءَ چوڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿي ٿئي تہ ساري ڪائنات انهيءَ تسبيح ۾ مشغول آهي ۽ جڏهن هو عوام جي ٻوليءَ ۾ چوي ٿو تہ ”نراڪار، نِرگن، ڪَرواهي ڪوسَنگَ“، تہ ائين محسوس ٿو ٿئي تہ هندي ڀاشا ۾ ”قُل هو الله اَحد“ جي تفسير ايئن پيش ڪري سگهجي ٿي.“

مان جڏهن ٻيو يا ٽيون درجو سنڌي پڙهندو هوس تڏهن اسانجي پرسان چوڪرين جو ”ميران اسڪول“ هوندو هو، جتي صبح جو سُر سان ميران جا ڀڄن ۽ ڪبير جا دوها ڳاتا ويندا ها. جي مان ڏيان سان ٻڌندو هوس ۽ جي مون کي ياد ٿي ويا ها. انهيءَ اسڪول ۾ پوءِ ماستر جهامنداس ”جهام“ پنهنجن پوين ڏينهن تائين رهندو هو. جهامنداس ”جهام“ ئي منهنجي لاڙڪاڻي واري جئسنگهاڻي ”سام“ ۽ هن جي زال سَرلا سان واقفيت ڪرائي هئي، جا پوءِ دوستيءَ ۾ تبديل ٿي وئي هئي. ”سام“ تن ڏينهن ۾ اڪبر آشرم کوليو هو ۽ سچل سرمست وانگر شاعرِ هفت زبان ٿيڻ چاهيندو هو. فرصت ملي تہ مان ”جهام“ ۽ ”سام“ تي ڪنهن وقت مفصل مضمون لکندس.

---

* سَرگن: جنهن ۾ سڀ گڻ هجن.
نِرگن: گڻن کانسواءِ

مون ننڍي هوندي ڪبير ۽ ميران جو ڪلام سنڌيءَ صورتخطيءَ ۾ به پڙهيو هو ۽ ٻئي ڪتاب اڃا تائين مون وٽ موجود آهن. ٽئگور جو ترجمو ”ڪبير جا گيت“ ته مون ڪي ڏاڍو وڻيو هو.

# قرأة العين طاهره

مشهور ايراني شاعره، اصل نالو زرين تاج هيس. والد جو نالو ملان صالح هوس، جو قزوين ۾ رهندو هو، ۽ عَلمائن ۾ ممتاز حيثيت رکندو هو. قراة العين طاهره جي مجتهد ملان محمد تقيءَ جي پٽ ملان محمد سان شادي ٿي. انهيءَ وچ ۾ علي محمد باب جي تعليم جو هُل ٿيو. هوءَ باب جي خط و ڪتابت سان ايتري متاثر ٿي جو سندس حلقي ۾ داخل ٿي وئي ۽ باب جي حڪم تي جدا جدا جاين، ڪربلا، بغداد، ڪرمان ۽ همدان ۾ بابي مذهب جي تبليغ شروع ڪيائين. انهيءَ ڪري پيءُ، سهري ۽ مڙس سان ناتو ٽٽي ويس.

”قرا ُة العين“ جو خطاب هن کي علي محمد باب ڏنو هو. قرا ُة العين پاڻ خطابت ۾ بينظير هئي ۽ حسن و جمال ۾ بہ يگاني هئي. شعر بہ چوندي هئي. هن جا غزل ۽ قصيدا بہ ڇپجي چڪا آهن، جنهن ۾ سڀ کان مشهور غزل اٿس:

گربتو اُفتدم نظر چهره بہ چهرو روبرو
شرح دهم غم ترا نقطہ بہ نقطہ مو بہ مو

(جيڪڏهن توتي نظر پئجي وڃي ۽ چهرو چهري جي سامهون هجي ۽ مُنهن مُنهن جي ويجهو هجي، تہ مان تنهنجي غم جي سمجهاڻي ڏئي سگهان ۽ اُن جي نقطي نقطي ۽ وار وارَ جي)

قرا ُة العين تي جميل هاشميءَ اردوءَ ۾ ناول لکيو آهي، "چهره بہ چهره روبرو" جي نالي سان، جو هڪ خوبصورت ناول آهي. ڪنهن تاريخ نويس جو چوڻ آهي تہ قرا ُة العين جي سهري کي بابي تحريڪ جي پوئلڳن قتل ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن ناصرالدين شاهہ تي قتل جو حملو ٿيو هو، تڏهن قرا ُة العين انهيءَ حملي جي الزام ۾ ٻين سان گڏ گرفتار ڪئي وئي هئي ۽ هن جي قتل جو حڪم جاري ڪيو ويو هو. هُوءَ ١٨٥٢ع ۾ قتل ڪئي وئي.

هن لاءِ هڪ روايت آهي تہ جڏهن جلاد هن کي گهٽو ٿي ڏنو تہ هن جو حسن ڏسي جلاد جا هٿ ڏڪي رهيا هئا. مسلمان دنيا ۾، شايد مٿئين طبقي مان هُوءَ پهرين عورت هئي، جنهن پردي کان انڪار ڪيو هو.

# ازرا پائونڊ

ازرا پائونڊ تي نوٽ لکڻ وقت، هن تي وڏي ۾ وڏو ڪتاب "Ezra Pound the Solitary Volcano" (ازرا پائونڊ اڪيلو جوالا مکي) جو جان ٽائيٽيل (John Tytell) لکيو آهي، سو منهنجي هٿ ۾ آهي. ڪتاب جي نالي مان ٿي ظاهر آهي ته هو ڪيتري اوچي درجي جو اديب هو. هن ۾ جينيس، ذکو ۽ اڻ وٽندڙ لڇڻ هيا. مون هن جي شاعري تمام غور سان پڙهي آهي ۽ مان پانيان ٿو ته هو ٽي. ايس. ايليٽ کان به وڏو شاعر هو. جنهن کيس متاثر به ڪافي ڪيو هو. هو جديديت جو باني ليکيو ويندو آهي ۽ هن جارجين اديبن کي ائين احمق سمجهي ٺڪرائي ڇڏيو. جيئن مون "جميعت الشعراء" کي مسترد ڪري ڇڏيو هو. هن ويهين صديءَ جي انگريزي شاعريءَ ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو. ڇڙو ٻي جنگ عظيم ۾ هن سان ڇڪتاڻ ٿي جو هن جا اقتصادي نظريا فاشي هيا. هن اٽلي ريڊيو تان مسوليني جي لاءِ پروپيگنڊا ڪئي ۽ آمريڪا جي خلاف ڪافي ڳالهايو، ڇاڪاڻ جو هو جيفرسن جي اقتصادي نظرين ۽ سرمائيدارانا اقتصاديات ۾ سودخوريءَ جو سخت دشمن هو، انڪري جڏهن اتحادين اٽليءَ تي قبضو ڪيو ته FBI هن کي گرفتار ڪيو ۽ غداريءَ جي الزام هيٺ، هن کي آمريڪا نيو ويو هو، جتي هن کي موت جي سزا اچي سگهي ها. آتي هن جي دوستن نفسياتي علاج جي ماهرن کان سرٽيفڪيٽ ورتو ته هو ذهني توازن وڃائي چڪو آهي ۽ هن کي

Schizophcrenia (ماليخوليا) آهي، انڪري هن تي ڪيس نہ هليو. جڏهن هن کي ڪيترن سالن ڪانپوءِ جيل ۾ رکي، آزاد ڪيائون تہ هو موٽي اٽليءَ ويو.

مون کي ياد ٿو پوي تہ ٽائيم (Time) رسالي ۾ خبر ڏني وئي هئي تہ هوائي اڏي تي جڏهن ڪنهن صحافيءَ هن کان انٽرويو ورتو هو تہ هن جواب ڏنو هو:

"وڏيڪ ڇا چوان. آمريڪا ۾ رڳو چريو ٿي رهي سگهجي ٿو."

هن پويان ڏينهن وينس ۾ گهاريا هيا (جيتري قدر مونکي ياد آهي) ۽ مون هن جي پيريءَ جي هڪ تصوير ڏٺي هئي، جنهن ۾ هو لڪڻ ٽيڪيندو هڪ پُل ڪان لهي رهيو هو.

هن زندگيءَ جو پويون ڇڱو حصو جيل ۾ گذاريو هو ۽ آخر موٽي اچي جنيوا ۾ پنهنجن پراڻن دوستن سان مليو هو، جن هن کي خانگي گهر مهيا ڪري ڏنو. ان وقت هو ٧٢ ورهين جو هو. جيئن هن چين جي تاريخ مان ڪجهہ ٽڪرا ڪڍي پنهنجا ڪنٽوز (Catos) لکيا آهن. ائين مون کي بہ سوداءُ رهيو آهي تہ برصغير جي تاريخ مان اهم واقعا ڪڍي انهن تي نظم لکان. اهڙا ڪجهہ نظم مان اڳيئي لکي چڪو آهيان. هن کي ١٩٦٢ع ۾ مثاني جي غدود جو پَڪريز ٿي پيو، پر پوءِ بہ هو وينس ۾ چڪر ڏيندو وتندو هو. اگاٿا ڪرسٽي وغيره جا ڪتاب پڙهندو رهندو هو ۽ شطرنج کيڏندو رهندو هو. هڪڙي ڏينهن هڪ صحافيءَ ڪائنس ڪو سوال پڇڻ چاهيو تہ هن کي جواب ڏيندي چيائين:

"پيري اچي وئي آهي."

آمريڪا جي "شاعري" رسالي ١٩٦٢ع ۾ هن کي Academy of American Poets (آمريڪي شاعرن جي اڪادمي) پاران انعام ڏنو هو. هن جا ڪيئي دوست مري چڪا ها.

● ١٩٥٧ع ۾ ليوس (Lewis) کي ميجالي ۾ ڳوڙهو ٿي پيو هو، جو هن جي موت جو ڪارڻ ٿيو هو. هيمنگوي ١٩٦١ع ۾ بندوق مُنهن ۾ رکي گولي هڻي پاڻ کي ماريو.

---

ليوس: (١٨٩٨ع کان ١٩٦٣ع تائين. انگريز محقق، نقاد ۽ ناول نويس.

● ڪُمنگس (Cummings) ١٩٦٢ع ۾، ۽ وليم William هن کان هڪڙو سال پوءِ مري چڪو هو. جڏهن هو ٧٨ ورهين جو هو ۽ اٽليءَ ۾ آئي ڪيس پنج سال ٿيا ها تہ هن انٽرويو ڏيندي چيو هو: "مان چاٺان ٿو تہ مان ڪجهہ نٿو چاٺان."

١٩٦٥ع ۾ هن جو دوست ٽي.ايس. ايليٽ بہ مري ويو، پائونڊ هن تي هڪ مختصر پرنهايت جذباتي قطبو لکيو هو. جڏهن ٨٠ ورهين جو ٿيو تہ هن تي ٽي وي پروگرام ڪيا ويا ۽ هن تي ڪيئي ڪتاب ۽ مضمون لکيا ويا. ٨٩ ورهين جي عمر ۾ هو پيرس ويو ۽ ڪيترن دوستن ۽ واقفڪارن سان مليو. اتي "ڪنتوز" جو فرينچ ترجمو ڪيائين. مون شايد ٽائيمس ۾ پڙهيو هو تہ هن هڪ هنڌ چيو هو تہ: "مان خاموش نہ ٿي ويو آهيان پر خاموشيءَ مون تي تسلط ڪيو آهي."

اهي لفظ چڻ هن جو زندهہ ڪتبو هيا. پوين ڏينهن ۾ زيورچ ۾ مشهور ناولسٽ ● جيمس جُوائس جي قبر تي ويو، تنهن کانپوءِ يونان جو سفر بہ ڪيائين ۽ ٽي ڪتاب شايع ڪرايائين.

آڪٽوبر ١٩٧٢ع ۾ هو اسپتال ۾ گذاري ويو. هو پنهنجي دؤر ۾ ليجينڊ (Legend) ٿي چڪو هو. (ليجينڊ انگريزيءَ جو لفظ آهي، جنهن جو پورو ترجمو ڏند ڪٿا يا قصو ڪهاڻي نہ آهي.)

---

● ڪمنگس: (١٨٩٤ع کان ١٩٦٢ع تائين) آمريڪي شاعر.

● وليمس: (وليم ڪارلوس ١٨٨٣ع کان ١٩٦٣ع تائين آمريڪي شاعر، ناول نويس، ڪهاڻيڪار ۽ مضمون نگار.

● جيمس جوائس: (١٨٢٢ع کان ١٩٤١ع تائين) يوليسس ناول هن جو شاهڪار آهي.

# بابا فريد

(٥٦٩ هہ کان ٦٦٤هہ تائين)

خواجا قطب الدين بختيار ڪاڪيءَ جو مريد هو. هن سان عام ۽ خاص جي عقيدت هئي. هونءَ تہ سارو سال هن جي مزار تي حاضري ڏيڻ لاءِ ماڻهو پاڪ پٽن پهچندا آهن پر ڪنهن اسلامي ڏينهن تي زيارت ڪندڙ وڏي ويندا آهن. هن جي عرس ۾ هزارين ماڻهو جدا جدا شهرن مان ايندا آهن. گهڙي گهڙيءَ جي محاسبي لاءِ انهيءَ عقيدت کان وڏي قوت ڪهڙي ٿي سگهي ٿي تہ انسان لاءِ موت لازمي آهي ۽ جنهن ڏينهن زندگيءَ جو آغاز شروع ٿيو آهي انهيءَ ڏينهن کان وک وک ۾ وجهي موت انسان جي ويجهو ايندو رهيو آهي. انهيءَ روشنيءَ ۾ ئي هن پنهنجي عمل جي راهہ طئہ ڪئي ۽ درويشيءَ جو خرقو پاتو. نالي ۽ نسب سان سڀ نسبتون توڙي ڇڏيون ۽ ۽ هن پٽني موتي نہ ڏنو تہ هن جو شجرو بلخ جي بادشاهہ ابراهيم سان ملي ٿو، جنهن بادشاهي ڇڏي روحانيت جي شهنشاهيت حاصل ڪئي هئي.

ڪابل جو بادشاهہ فرخ شاهہ هن جي ڏاڏي جو ڏاڏو هيو. فرخ شاهہ جي وفات تي سلطنت کي زوال آيو. ڪابل جي حڪومت غزنيءَ جي بادشاهہ کي هٿ ۾ آئي پر فرخ شاهہ جي خاندان جي جاگير بحال رهي، جڏهن چنگيز خان وچ ايشيا کي تاراج ڪيو تہ بابا فريد جي ڏاڏي هن جي خلاف جهاد ڪيو ۽ شهيد ٿيو. سندس پيءُ خواجا شعيب اباڻو وطن ڇڏي اچي ملتان ۾

رهيو. انهن ڏينهن ۾ هندستان ۾ سلطان شهاب الدين غوريءَ جي حڪومت هئي، جنهن هن کي جاگير ڏني ۽ ساليانِي خرچ لاءِ ڪجهہ پئسا بہ ڏيندو هو، تنهن ڪري هو معاشي فڪر کان آزاد ٿي ويو.

هو ۵٦٠هہ ۾ جائو ٻيءَ کان روحاني تعليم ورتائين، جاگير مان پنهنجو حصو بہ پنهنجي پائرن کي لکي ڏنائين ۽ پنهنجي لاءِ روحاني دنيا وسايائين. هن جو شاهہ لطيف جي ڪلام تي ڪافي اثر آهي. مثال طور هڪ بيت ڏجي ٿو:

سرو ور پنجهي هيڪڙو، ۾ ڦاهي وال پچاس،
اي تَن لهرين گڏ تيا، سچي تيري آس.

ڀٽائيءَ جو بيت آهي

سر تي پکي هيڪڙو، پاڙهيري پنجاهہ،
اتم آس الله، لذي لهرن وچ ۾.

بابا فريد جو عرس محرم جي شروعاتي ڏينهن ۾ ملهايو ويندو آهي. هن جي درگاهہ جو دروازو (جنهن کي بهشتي دروازو بہ چوندا آهن) خواجا نظام الدين اولياءِ تعمير ڪرايو هو. بابا فريد کي شڪرگنج جو لقب ڏنو ويو هو. هن کي اهو لقب ان ڪري ڏنو ويو هو جو ڪيس حقيقي عشق جوميناج ڏاڍو وٺندو هو.

# برمودا ٽِڪُنڊو

## (Bermuda Triangle)

ان کي شيطان جو ٽڪنڊو ۽ وڃايلن جو پاتال (Limb of the lost) به چوندا آهن. اهو يونائيٽيڊ اسٽيٽس جي ڏکڻ اوڀر طرف ائٽلانٽڪ سمنڊ جي ايراضيءَ جو غير سرڪاري نالو آهي. جا برمُودا، فلوريڊا ۽ پيورٽوريڪو جي ڪُنڊن تي آهي. انهيءَ ايراضيءَ ۾ ۽ ان جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪيئي پاڻيءَ جا جهاز، هوائي جهاز ۽ ڪشتيون پراسرار حالتن ۾ گم ٿي ويون آهن. (ويجهو مون ڪنهن اخبار ۾ پڙهيو هو ته رڳو پنج هوائي جهاز جي گم ٿي ويا ها تن جو ملبو سمنڊ جي تري ۾ مليو آهي.)

انهيءَ ايراضيءَ ۾ اهڙيءَ گمشدگيءَ ڏيان ڇڪايو آهي ڇاڪاڻ جو گم ٿيل جهاز وغيره ايترا ته گهڻا آهن جو عام طرح ايتريءَ ننڍيءَ ايراضيءَ ۾ انهن جو گم ٿيڻ ناممڪن ٿو لڳي. ان ڪانسواءِ انهن واقعن وقت آبهوا به چڱي ڀلي هئي آهي ۽ ان وقت ڪي به مشڪلات جا اطلاع موصول نه ٿيا آهن ۽ مڪمل تلاش جي باوجود، ڪوبه باقي بچيل ماڻهو، بُڏل جهازن جي رَهت کُهت، لاش ۽ گم ٿيل جهازن مان وهيل تيل جو ڪوئي نشان پتو نه مليو آهي. ڪن حالتن ۾ ته ٻيڙيون نهايت چڱي حال ۾ هيون ۽ رڳو انهن جا ملاح گم هيا. ڪن ٻيڙين ۾ ته ميزن تي گرم ڪاڏو رکيو هو، جانورن کي ڪو نقصان نه پهتو هو پر ماڻهو گم هيا.

ايترا جهاز بلڪل معدوم ٿي ويا آهن ۽ انهن جي تلاش ۾ ويندڙ هوائي جهاز بہ غائب ٿي ويا آهن، جو ان ڳالهہ جي منطقي سمجهاڻي ناممڪن ٿي لڳي ۽ طوفان، هوا جي حالت، ميڪانڪي مسئلن ۽ اساني غلطيءَ ذريعي اِهي گمشدگيون سمجهائڻ محال ٿيون لڳن. انهن جو سبب عجيب و عجيب پراسرار ڪارڻ ڄاڻايا وڃن ٿا، جيئن پاڻيءَ هيٺان جوالا مُکي، اڻ- ڳولي لڌل چقمق واريون قوتون، وقت جي تاڃي ● (Warp of Time)، ائٽلانٽس مان موت جا شعاع، خلا مان يا سمنڊ جي ڳجهن چُرن مان آيل يوفو (U.FO) پر پوري سمجهاڻي ۽ ان جو ثبوت ڪوئي بہ ڏئي نہ سگهيو آهي!

برمونڊا ٽڪنڊي تي فلم ٺاهيا ويا آهن جي مون ڏٺا آهن. ان تي ڪيئي ڪتاب لکيا ويا آهن. چيو وڃي ٿو تہ انهن ۾ مصنفن ڪن اهڙين حالتن جو ذڪر نہ ڪيو آهي جن مان پوري سمجهاڻي ملي سگهي ها. اها ڳالهہ ايترا ڀيرا دهرائي وئي آهي جو ماڻهو ڪنهن اسرار ۾ اعتبار ڪرڻ لڳا آهن.

---

● ائٽلانٽس: اهو ڌرتيءَ جو ڪنڌ جو سمنڊ ۾ غرق ٿي چڪو آهي.

● يوفو: اُڏڻ طشتريون وغيره.

# بريس پاسترناڪ

(۱۸۹۰ع کان ۱۹٦۰ع تائين)

ويهين صديءَ جو اهم نوبل انعام يافته هو، جنهن روس جي مختلف قومن ۽ ٻين ملڪن جي شعري ادب جو ترجمو ڪيو هو ۽ انڪري ٻه مشهوري ماڻيائين، جو خاص طور هن شيڪسپيئر جو ترجمو روسي زبان ۾ ڪيو. هن جي زندگيءَ جو رستو ڏاڍو پيچيده هو. هن کي ۱۹۱۷ع جي انقلاب کانپوءِ جي تلخ تجربا ٿيا، انهن جو بيان پنهنجي دلڪش ناول "ڊاڪٽر زواگو" ۾ ڪيو اٿائين، جنهن تي پوءِ انگريزيءَ ۾ فلم به ٺهي آهي. هُو ائنا اخمتووا ۽ آسف ميڊالستام جو گهرو دوست هيو. اسٽالن، ميڊالستام وانگر هن کي به مارائي ڇڏي ها، پر پهريَن ڏينهن ۾ جڏهن انقلاب کان متاثر هيو ته هن اسٽالن تي هڪ نظم لکيو هو، جو کيس پسند آيو هو، انڪري "پاسترناڪ تي ڪو قدم نه کنيو ويو. پاسترناڪ "ڊاڪٽر زواگو، روس جي مشهور ادبي رسالي "نووي مير" ۾ ڇپجڻ لاءِ نه ڏنو ۽ سمگل ڪري يورپ ۾ ڇپايو.

مان ۱۹۷٦ع ۾ جڏهن روس ۾ هوس تڏهن ڪجهه اديبن سان پاسترناڪ تي اڪثر بحث ٿيندا ها ۽ هو مونسان متفق هوندا ها ته پاستر ناڪ، پُشڪن کانپوءِ روس جو عظيم ترين شاعر هو. مون ڇپجڻ کانپوءِ پاسترناڪ انگريزي ترجمي ۾ يڪدم پڙهيو هو ۽ ارينا (جنهن سان مون هن ڪتاب جو پهريون جلد منسوب ڪيو آهي.) اهو فرينچ ترجمي ۾ پڙهيو هو،

جڏهن هوءَ فرانس ۾ "وديشي پولين جي اداري" ۾ پڙهندي هئي، تنهن وقت سندس عمر ويهہ ورهيہ مَس هوندي هئي. پاسترناڪ ناول صرف اهو لکيو هو. باقي شاعريءَ جا ٻہ- ٽي ڪتاب لکيا اٿائين، جي مون پڙهيا آهن. چاڪاڻ جو هنن ۾ گهري تصوف واري ڪيفيت آهي ۽ پنهنجي دؤر جي گهُٽ ٻوساٽ کان پاڻ گهڻو اثر پرايو اٿائين ۽ پاسترناڪ جي دؤر سان رڳو ڪتابن ذريعي آشنائيءَ سبب، مون کي اهي نظم ڪيتري حد تائين مبهم ٿي لڳا. پاسترناڪ "ڊاڪٽر زواگو" يورپ ڏانهن خفيا طريقي موڪلي ڇڏيو هو، جتي هن کي اُن ناول تي نوبل پرائيز ملي هئي، جنهن لاءِ هن خوشيءَ، مسرت جو اظهار تار ذريعي ڪيو هو، پر پوءِ پاسترناڪ تي حڪومت طرفان بار آندو ويو هو تہ هُو اِهو انعام نہ وٺي، تنهن ڪري هُن انعام وٺڻ کان مجبوري ڏيکاري هئي. پنهنجي دؤر جي سياست اُن جي ادب تي ڪيترو نہ اثر انداز ٿئي ٿي. منهنجي خيال ۾ هر اديب کي ڪنهن بہ سياسي پارٽيءَ کان الڳ ٿلڳ رهڻ گهرجي ۽ هن جي شاطر پڻي ۾ شريڪ نہ ٿيڻ گهرجي.

"ڊاڪٽر زواگو" جي هيروئن لارا، هن جي محبوبا نينا جي ڪردار جو عڪس هئي. پاسترناڪ بہ ٻن، ٽن عورتن سان عشق ڪيو هو. جن مان نينا سان هن جي سڪ سَرسُ هئي. روسي حڪومت کي اهو شڪ هو تہ "ڊاڪٽر زواگو" پاسترناڪ نينا جي معرفت ٻاهر موڪليو هو. انڪري نينا کي ٽي سال يا ان کان بہ وڌيڪ عرصو سائبيريا سزا طور موڪليو ويو هو. جڏهن هن کي قيد مان آزادي ملي هئي تہ پاسترناڪ مري چڪو هو. مون "ٽائيمس" رسالي ۾ ڪٿي پڙهيو هو تہ نينا هن جي قبر تي گل ڪٺي وئي هئي. پاسترناڪ روس جي انهيءَ علائقي ۾ پوريل آهي، جتي ڪيترائي اديب رهندا آهن ۽ موت کانپوءِ پوريا ويندا آهن، جنهن کي "پيري ڊيلنڪو" چوندا آهن ۽ جتي هاڻي تہ روز ماڻهو گلن جا انبار پاسترناڪ جي قبر تي رکي ويندا آهن.

هن وقت ساري دنيا ۾ هن جو قدر ڪيو ٿو وڃي ۽ "ڊاڪٽر زواگو" تي ٺهيل فلم هڪ Classic فلم تصور ڪئي ٿي وڃي. پنهنجي جيئري پاسترناڪ سان اڪثر اديب بي حد حسد ڪندا هيا ۽ اهو حسد جو عنصر مون اديبن ۾ سياستدانن کان بہ گهڻو وڌيڪ ڏٺو آهي. روس جو مشهور ناول نگارفيدن، پاسترناڪ جو پاڙيسري هو ۽ جينوئيڪ هو اديبن جي بيورو ۾ اثر رسوخ جو

مالڪ هو. هن پاسترناڪ جي ڪابہ مدد ڪانہ ڪئي هئي. مون ڪٿي پڙهيو هو تہ هُو سورج مکيءَ جا ٻِڪل ٻج چٻاڙي رهيو هو (جيئن اڪثر روس ۾ چٻاڙيندا آهن) تہ هن کي دل جو دورو پيو هو ۽ هو مري ويو هو.

مان هي سڀ پنهنجي حافظي مان لکي رهيو آهيان ۽ هن ۾ ٿوري غلطيءَ جي گنجائش ٿي سگهي ٿي. مون ڪان اهو سال بہ وسري چڪو آهي، جنهن ۾ پاسترناڪ کي نوبل انعام مليو هو. پر اها مون کي پڪ آهي تہ "ڊاڪٽر زواگو" ڪانپوءِ پاسترناڪ. نظم ۾ ڪا نئين تخليق ورلي ڪئي هئي ۽ ائنا اخمتووا وانگر خاموشي اختيار ڪئي هيائين ۽ گذاري لاءِ روس ڪان ٻاهر عظيم اديبن جا ترجما ڪيائين. پاسترناڪ جي زندگي پڙهي مون کي حافظ جو هڪ شعرياد ايندو آهي:

چه گويمت که به ميخانه دوش مست و خراب
سروشِ عالمِ غيبم چه مژدها داده ست

(چا ٻڌايان تہ ڪلهہ رات مئخاني ۾ مست ۽ خراب. (حالت ۾) مون کي غيب جي دنيا مان * سروش ڪهڙيون خوش خبريون ڏنيون آهن!)

* سروش: جبرئيل کي چوندا آهن.

# بُلهي شاهہ

خزينتہ الاصفيا جي مصنف مفتي غلامہ سرور لاھوريءَ ھن جو مختصر احوال ھيئن لکيو آھي:

”ھو قصور ۾ رھندو ھو. ھن جي پيرن جي نسبت شاھہ محمد غوث گوليارِيءَ تائين پھچي ٿي. ھو عابد ۽ زاھد ھو. جذب ۽ شڪر، عشق ۽ محبت، وجد ۽ سماع جو صاحب ھو. توحيد ۾ بلند مرتبي ڪلامَ ۽ قيمتي تقريرون پيش ڪندو ھو. ھن جا پنجابي شعر معارف ۽ توحيد سان ڀرِ آھن ۽ خاص و عام جي ٻوليءَ ۾ آھن. ھَن جون ڪافيون قوال صوفين جي مجلسسن ۾ ڳائن ٿا ۽ ٻڌڻ وارن جو ذوق ۽ شوق، انھن کي ٻُڌي وڌي ٿو. ھن جون ڪرامتون اجا تائين ماڻھن کان وسريون نہ آھن.“

قاضي جاويد، جو جديد دؤر جو ھڪ پنجابي دانشور آھي، اُنھيءَ لکيو آھي تہ:

”بلھي شاھہ عالمگير اورنگزيب جي دؤر ۾ جا گھُٽ ٻوسات ھئي اُن جو ردعمل ھيو. سترنھين صديءَ جي پنجاب ۾ ھن جو جنم اڻ-چِتايو ۽ عجب جھڙو نہ آھي. اھي ڳل ائين اوچتو نہ ٿِتا ھُيا. ان لاءِ ٽي صديون زمين ڀلي ۽ اپتائتي ڪئي وئي ھئي. گورڪنات جي ڀڳتي تحريڪ، رامانج، ڪبير وغيره، ماڌو لال حسين، مُلا شاھہ بدخشاني،

دارا شڪوهہ ۽ شاهہ عنايت جهڙا ڏرمشت ۽ ديناٿا ماڻهو انهيءَ ٻنيءَ لاءِ ياڻ تي آيا ها. جيڪا بلهي شاهہ ۾ ڪشت زعفران وانگر تڙي پئي، پر بُلهي شاهہ رَڱو انهيءَ لڳاتار ڪَشتَ ڪشالي جو ڦل نہ آهي. هن جو پنهنجو امتيازي شان بہ هو ۽ هن جي روحاني آگ، جوش ۽ خروش، ولولي ۽ جذبي جي شِدّت هن سان مخصوص آهي. هو هڪ انوکو راڳي آهي ۽ پنهنجي سوچ ويچار، ڪٿ ۽ ڳتيءَ کي ٻوليءَ ۾ ائين آڻي ٿو، جيئن چيچڙي ۾ ڪَمند جي رس پيڙي ڪڍبي آهي. ڪيتري نہ سَرلائي آهي هُن ۾! هو ڪيترو نہ اُپٽيل، کُليو کلايو ۽ پَڌري - پَٽ آهي!"

سنڌ ۾ مون کي اهڙو هڪ شخص سچل سرمست سُجهي، ائين صحيح آهي تہ هن جي انسان دوستي، آزاد خياليءَ ۽ روحاني آمريت جي خلاف بغاوت يتائيءَ تي بہ ڪافي اثر ڪيو آهي، پر يتائيءَ جي آگ ڏيمي ڏيمي آهي، ڪڏهن تہ هُن ۾، سَڙ ُسارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري. واري ڪيفيت آهي، پر سرمست اُهي الا آهي، جنهن جون چيون تارن ڪتين تائين اُڏامن ٿيون ۽ آس پاس چَر چَر چرڪن ٿيون. اهي ٻئي پيدا نہ ٿين ها تہ پنجند جي ڌرتيءَ تان سنڌوءَ جي ڌرتيءَ تي بُلهي شاهہ جي جوت نہ جرڪي ها.

هن جي ذهني اوسر ۾ اسلام جي قادريہ فرقي ڪانسواءِ، شطاريہ فرقي بہ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي. هن جي باغيانہ فڪر جون ڪي بنيادي خصوصيتون شطارين تان ورتل آهن. شطارين جو امام شيخ بايزيد بسطامي آهي. اسلامي دنيا ۾ هُن ئي پهرين وحدت الوجود جو صوفياڻي انداز ۾ پرچار ڪيو. مسلمان صوفيءَ، شيخ بسطامي جي ذريعي ئي ويدانتي سوچ سان ڄاڻ سڃاڻ پيدا ڪئي. چيو وڃي ٿو تہ بُلهي شاهہ اها سوچ هڪ سنڌي دانشور ابو علي سنڌيءَ کان پرائي هُئي. مشهور آهي تہ اهو سنڌي دانشور شيخ بايزيد بسطاميءَ کي اسرارِ توحيد جو درس ڏيندو هو. شيخ بسطاميءَ جي ويچار ڌارا اسلامي تصوف ۾ وڏي اٿل پُٿل پيدا ڪئي، ان کي چوليو چاچوليو. ڏوڻ ڏونڌاڙَ ڪئي ۽ ڏوڏا ڏنا جو متعصب مُلاَ حال تہ سهمجي ويا.

شيخ بسطامي طريقت کي شريعت کان جدا ڪيو. سَڪرَ کي صَحوَ تي ترجيح ڏني. صوفياڻي روحاني تجربي جي اهيمت تسليم ڪئي، عشق ۽ فنا

جي تصور کي مقبول بڻايو ۽ پوءِ اها رسم حسين بن حلاج منصور ۾ روپ ورتي آئي. قاضي جاويد موجب:

> "شيخ بسطاميءَ جي سوچ ويچار تي هندو تصوف جي اثر کان انڪار محال آهي."

جڏهن انهيءَ سوچ ويچار تخليقي تحريڪ جو روپ ڌاريو ۽ شطاريہ دبستان جو رواج هند ۾ پيدا ٿيو، تہ فطري طور ان جا اثر پڌرا ٿي پيا. شيخ عبدالله شطاري پنهنجي مرشد شيخ محمد عارف جي چوڻ تي ايران مان هندستان آيو ۽ جونپور ۾ رهي پيو. اُهو سلطان ابراهيم شرقيءَ جو زمانو هو. هن پاڻ ڪُپائي تبليغ شروع ڪئي. هن جي شخصيت ۽ فڪر تي ڪافي گهرا هندي نقش هُيا ۽ هن جو وحدت الوجود جو فلسفو ويدانت کان متاثر هيو. هو ايترو تہ حد کان وڌي ويو جو هُن فنا جي تصور کي نہ مڃيو. ڇو تہ ان کي مڃي ها تہ هن کي لازمي طور وحدت جي نفي ڪرڻي پوي ها. (اها ساڳي ڳالهہ ڪجهہ وقت اڳ رجنيش (اوشو) ڪندو هو. جنهن آمريڪا کان واپسيءَ کان پوءِ پوني ۾ مرڪز ڪيو هو.)

شيخ عبدالله شطاريءَ جا خيال هن جي جاءِ نشين محمد غوث گواليارىءَ ڦهلايا. هن کي وجودي مسلڪ سان عشق جي حد تائين لڳاءُ هو. اهو ابتدائي مغل عهد جو واقعو آهي. انهيءَ زماني ۾ شطاريہ خيالن جو زور سان پرچار ٿي رهيو هو. ڪيترن ئي آزاد خيال دانشورن وانگر انهن خيالن جو شيخ مبارڪ تي بہ اثر ٿيو جو ابوالفضل ۽ فيضيءَ جو پيءُ هو ۽ اُهي ئي ماٺهو اڪبري دربار جا نظرئي ساز هيا. (ديوانِ فيضي، جو اداره تحقيقاتِ پاڪستان ڇپايو آهي، منهنجن مٿن کان رکيو هوندو آهي، جنهن مان آنءُ فرصت وقت انتخاب ڪندو آهيان، جو مون کي پنهنجي فارسيءَ جي منتخب اشعار (سنڌيءَ ۾ ترجمي سيمت) ۾ شامل ڪرڻا آهن).

پنجاب ۾ شيخ محمد عنايت الله، محمد علي رضا شطاريءَ جو مريد هو. اهو شاهجهان ۽ اورنگزيب جو زمانو هو. عام طرح هن کي شاهہ عنايت ڪوٺيو ويندو هو. هن جي صوفياڻن مسئلن تي اونهي نظر هوندي هُئي. هو قادريہ سلسلي سان بہ بيعت ڪري چُڪو هو. سترهينءَ صديءَ جي پنجاب ۾

قادريہ سلسلو ساڳي ڏس ۾ هلي رهيو هو، جنهن کان شطاري نصب العين دوُر نہ هو.

بُلهي شاهہ اصل ۾ شاهہ عنايت جو مريد هيو، انکري هن جي شاعري هن کي جڻ روحاني ورثي ۾ ملي. هن جو نالو عبدالله شاهہ هيو ۽ هو ١٦٨٠ع ۾ پيدا ٿيو هو. اها اُنهيءَ زماني جي ڳالهہ آهي، جڏهن مغلن جو راڄ پنهنجي عروج تي هو، پر اندران اُن کي گـُهڻُو لڳي چڪو هو. هونءَ شاهي دٻدٻو ۽ ٺاٺ ٻاٺ پنهنجي چوٽ تي هيو. مغل فوجون باغين کي چٿي چُڪيون هيون، پر گاديءَ جي ويجها پرڳڻا وس کان ٻاهر ٿي ويا ها، تنهنکري مغل حکومت جو زوال شروع ٿي ويو هو.

بُلهي شاهہ جا وڏا بهاولپور جي ڳوٺ اُچ گيلانيان ۾ رهندا ها. هن جي پيءَ سخي محمد درويش اهو ڳوٺ ڇڏي قصبہ پانڊو وسايو. هڪ ٻي روايت آهي تہ بلهي شاهہ ابتدائي تعليم مولانا غلام مرتضيٰ قصوري ۽ مولانا غلام محي الدين قصوريءَ کان پرائي. هن جي بيتن مان پتو پوي ٿو تہ هن قرآن مجيد ناظره طور پڙهيو هو ۽ انهيءَ کانسواءِ گلستان بوستان، پڙهيو هو ۽ منطق، نَحو، معاني، ڪنز قدوري ۽ شرح وقايع جا سبق پڙهندو هو. شايد هن جي شطاري خيالن سان ڄاڻ سڃاڻ پيدا ٿي جا هن کي شاهہ عنايت قادري شطاريءَ جي حضور ۾ وٺي وئي. بلهي شاهہ جو ڪلام نہ رڳو اُن دؤر ۾ انقلابي هيو، پر اڄ بہ تعصب پرستن جي نڙيءَ ۾ ڪنڊي وانگر کٽڪي ٿو. وَسُ پُڄين تہ ان تي بندش وجهي ڇڏن، پر بلهي شاهہ جون جڙون نہ رڳو پنجاب پر سنڌ ۾ بہ گـَهريون آهن. اسان سچل ۽ لطيف کي ڳائيندي وچ وچ ۾ بلهي شاهہ کي ڳائيندا آهيون. ايتري ڪنهن کي همت آهي تہ هن جي ڪلام جي آڏو اچي!

انقره ۾ مون ڪمال اتا ترڪ جو سنگِ اسود مان ٺهيل نهايت وڏو مجسمو ڏٺو هو، جنهن جي هيٺان لکيل هو: ”اوهان لاءِ ان کان وڏيڪ فخر جي ٻي ڳالہ نہ آهي تہ اهان تُرڪ آهيو.“

ان وقت مون کي بلهي شاهہ جو هيٺيون شعر ياد آيو هو.

جهيڙا سانوڻ سيد آکي دوزخ ملن سزائيان،

جيهڙا سانون آرائين آکي بهشتين پينگان پائيان.

(جيڪو اسان کي سيد چوي، اُن جون جايون دوزخ ۾ هونديون،
جيڪو اسان کي آرائين چوي اهو بهشت جي پينگن ۾ لڏندو.)
ساڳي ئي ڳالهہ آهي جا "ديس سچل دا شهر درازا،" ۾ آهي. اهي
صوفي اسان جا وڏي ۾ وڏا انقلابي ها. فريد شڪر گنج چيو آهي تہ:

"رُکا سڪا کاءِ کي ٺنڍا پاني پي،
نہ ديک پرائي چوپڙي، نہ ترسا اپنا جي."

اهي دنيا جي ڪنهن بہ ڪميونسٽ کان زياده ترقي پسند ذهن رکندا
ها ۽ جي ڪميسار انهيءَ ذهن وارا هجن ها تہ ڪميونزم جي ستياناس نہ
ٿئي ها. هر صوفي عملي اشتراڪي هو، هر اشتراڪي عملي صوفي نہ هو. نہ
رڳو اهو پر اشتراڪي تہ تصوف کان نفرت ڪندا ها! ڇا نہ شعر آهن:

راتين جاڳين ڪَرين عبادت،
راتين جاڳن ڪُتي،
تيسون اُتي.

* * *

رَين گئي، لٽڪي سب تاري،
اب تو جاڳ مسافر پياري،
آواگون سَرائين ڊيري،
ساٿ تيار مسافر تيري،
تَئين نہ سُنئيون ڪُوچ نگاري،
اب تو جاڳ مسافر پياري.

(صفحو ١٢٥- "ڪليات بلهي شاهہ")

ڪهڙا مثال ڏئي ڪهڙا مثال ڏيان! ماڻهو هو يا هيرن جي کاڻ هُيو؟
ڪبير کان وٺي بلهي شاهہ ۽ بلهي شاهہ کان وٺي پٽائيءَ تائين ڪيڏي
نہ ڏيئن جي قطار آهي! عالمگير جي زندگيءَ جو سج ٻڏي ويو تہ مغل
حڪومت تالان والان ٿيڻ لڳي. پنجاب جي صورتحال بہ بري ٿي وئي ۽
مهاراجا رنجيت سنگهہ جي حڪومت جي قيام تائين قائم رهي. اسانجي
صوفي دانشور جي زندگيءَ جو ڪافي وقت لاقانونيت، خانہ جنگيءَ، انتشار
۽ افغان طالع آزمائن جي وحشياڻين مُهمن ۾ گذاريو. جنهن جو اثر هن جي
شاعريءَ تي آهي.

بودليئر پيرس ۾ ڄائو هو. هُن جو پيءُ رنڙ هو ۽ جڏهن هُن جي ماءُ سان شادي ڪيائين تہ پنهنجي زال کان ٽيهہ سال وڏو هو. ممڪن آهي تہ بودليئر کي پنهنجو فن پيءُ کان ورثي ۾ مليو هجي، پر هن کيس هڪ ”نفرت خيز فنڪار“ سڏيو. هن جو پيءُ ١٨٢٨ع ۾ مري ويو. هن جي ماءُ ٻن سالن کانپوءِ هڪ ميجر سان شادي ڪئي جو پوءِ اسپين ۾ فرانس جو سفير ٿيو. هن جي ماءُ جي ٻي شادي هن لاءِ آفت ثابت ٿي آئي ۽ هو Oedipus Complex جو ڪلاسيڪي مثال ٿي پيو. بودليئر پنهنجي تعليم ۾ پنتي پيل هو ۽ نيٺ هو ٻي آبو ۽ ڪوڏيءَ مُلهہ ثابت ٿيو. هن کي اسڪول مان نيڪالي ملي ۽ هن کي خانگي اتاليق رکي ڏنو ويو. ١٨٣٩ع ۾ هن Baccalaureate جو امتحان پاس ڪيو. هن پنهنجي ڪتنب کي ڏوڏو ڏئي ڇڏيو، جڏهن هنن کي ٻڌايائين تہ هو ليکڪ ٿيندو. هن Ecole de Chartes ۾ داخلا ورتي ۽ آئينده ڏهن سالن ۾ ، اتي وِتي ڏئي، ساهي پٽي، وارائتيون تقريرون ٻُڌندو هو، پر انهن ڏهن سالن ۾ هن کي اپياس جي چاٽي لڳي وئي ۽ هن اُن ۾ پاڻ کي اُجلائي ڇڏيو ۽ اُن ۾ ٺپ ٿي ويو، پر اتي هن کي بُري هير پئي ۽ نہ رڳو هو قرض ۾ وچڙي ويو، پر هن آتشڪ جو مرض بہ پرايو، جنهن ۾ ٢٥ سال پوءِ هو مري ويو. هن جي ماٽيلي پيءُ هن جا قرض لاٿا ۽ هن کي هندستان جي سفر تي موڪليو، جيئن هي لڇائيءَ کان ٻہ سال پري رهي. ماريشس ۾ هن جو جهاز، طوفان ۾ ڦاسي ويو ۽ هن اُتي ڪپتان کي چيو تہ هن کي واپس پهچائي. هن اهو ئي هڪ ساموندي سفر ڪيو هو، جنهن هن جي شاعريءَ کي رڱي ڇڏيو. خطِ سرطان جا منظر، آواز ۽ ٻيا ڏيک هن جي عظيم شاعري جي اجنبي تصوريت جا ڪارڻ هيا. (جيئن مون ٽرجو ميرپورخاص کان نگرپارڪر تائين هڪ ئي سفر ڪيو آهي، پر ان جو اثر اجا تائين منهنجي شاعريءَ تي ائين آهي، جيئن جهرٽي مان ٽڏو ۽ مٿو پاٽي نڪرندو آهي.)

سٺن مهينن جي غيرحاضريءَ کان پوءِ هو فرانس موٽي آيو ۽ ٻن مهينن کان بلوغت (غالباً فرانس ۾ ٢١ سال) تي پهتو. هن کي پنجهتر هزار فرانڪ آبائي ورثي مان مليا، جن مان ١٨٤٤ع ۾ هن اڌ پئسا تہ لُٽائي ڇڏيا. باقي دولت جي انتظام لاءِ سرڪاري آفيسر مقرر ڪيا ويا. اهو هڪ ڪنور ۽ نردئي اپاءُ هو، جنهن لاءِ ذميوار شاعر جي ماءُ هئي. ان هن کي ساري عمر

# بـودليئر

(۱۸۲۱ کان ۱۸۸۷ع تائين)

فرانس جو وڏي ۾ وڏو شاعر، جنهن جو پنهنجي زندگيءَ ۾ تمام گهٽ قدر ڪيو ويو. هو سٺو نقاد به هو. هن وقت ١٩ صديءَ جو وڏي ۾ وڏو فرانسيسي شاعر مڃيو وڃي ٿو. هن جو ڪتاب "Flowers of Evil" (گناهه جا گل) مون به ٻه ٽي ڀيرا پڙهيو هو. انهيءَ ۾ هو ان تضاد جو ذڪر ڪري ٿو، جو انسان جي آدمي ۽ آدرش ۾ آهي، جنهن جو توڙ نراسائيءَ تي ٿئي ٿو ۽ جا ڳالهه هو پنهنجي روزانيءَ زندگيءَ ۾ محسوس ڪري ٿو. هن حسن جي تلاش، اُن ۾ محويت ۽ زندگيءَ کان بي خبريءَ ۾ نه ڪئي پر پئرس جي زندگيءَ جي بدبل ڪندڙ حقيقت ۾ ڪئي. پئرس جي راتين ۾ شاعر کي ڪوئي ازلي پرتوُ نظر اچي ٿو، پر هن کي ڪنهن مهل ايتري ڪرب اچي ٿي جو هو خود خدا جي خلاف بغاوت ڪري ٿو ۽ موت ۾ پنهنجي نجات ڳولي ٿو. جيڪو هن کي هن هستيءَ جي پردي پٺيان نهارڻ ۾ مدد ڪندو رهي ٿو.

هن کي مترنم شاعريءَ تي وڏي دسترس هئي، جنهن ۾ هو رومانيت پسندن کان ورثي ۾ آيل هڪ رنگين اجنبيت جو اظهار ڪري ٿو. ساڳي وقت هن ۾ اشاريت جو پهلو رامبوءَ ۽ علامت پسندن کان وڌيڪ هو. بودليئر نثري نظم به لکيا هيا ۽ تنقيد تي ڪتاب به، جن جي اهميت وقت سان گڏ وڌي رهي آهي.

پئسي ڏوڪڙ جو ڪاٿيارو رکيو ۽ هن کي خرچ لاءِ ۽ قرض لاهڻ لاءِ پورا پئسا نه رهيا. انهيءَ ئي دؤر ۾ هن جا جين ڊيووڻ، هڪ اڇي ۽ نيگرو والدين مان پيدا ٿيل عورت سان تعلقات جڙيا جا پئرس ٿئيٽر ۾ ٿورو گهڻو ڪم ڪندي هئي. اها هن جي تن چاتل سچاتل سَريتن مان هڪ هئي ۽ ڪيس ڪاري وِينَس (Black Venus) ڪوٺيو ويندو هو. هُن جو بودليئر جي شاعريءَ تي گهرو اثر هو، ان ۾ ڪوئي شڪ نه آهي. هُو سائنس ان وقت مليو جڏهن هن کي جذباتي بلوغت تي رسڻ لاءِ ڪائي چيٽ، ڪائي دل جي چوٽ ۽ صدمو اچڻ ضروري هو. (ساڳي حالت مون سان به ٿي آهي.) جيتوڻيڪ هو هڪٻئي کي رانپيوتا پائيندا رهندا ها ۽ ڪو اهڙو ڏينهن نه هو جڏهن هنن ۾ ١٨٦٠ تائين رڳڙا ۽ جهڳڙا نه ٿيندا ها، هوءَ ئي هن جي ذاتِ جي جَل-پري ۽ بوڙان پوڙ وهڪرو هئي، جنهن هن کي رچنا تمڪ سمرتي ڏني ۽ هن تي شاعري آڪاش واڻيءَ جئن آئي، جيئن سانوڻ جا ڪڪر چيري ڌرتيءَ تي جوت وسندي آهي ۽ ان کي پنهنجي گهيراوءَ ۾ وٺي چڏيندي آهي. ماڻهوءَ جو جسم مانسرور وانگر آهي ۽ ان مان جي نديون نڪرن ٿيون، انهن کي پهرين نه ايڏو ڦاٽُ آهي نه پاٽ آهي، پر پو هو برهم پترا وانگر گرڙاٽ ڪنديون، اپار ۽ اننت ٿينديون وڃن ٿيون (مون کي به ايئن جوانيءَ ۾ محسوسُ ٿيو هو، جڏهن پيار موسلاڌار مينهن وانگر اوڙڪون ڪري لٿو هو، روح جي ريلي هر شيءِ جي ڪايا پلٽ ڪري ڇڏي هئي ۽ مون بودليئر وانگر پهريان تي ڪتاب لکيا ها، جن تي هڪ اڻ پڙهيل ۽ اياڻي بيورو ڪرسيءَ جي شهه تي هڪ ڳهيليءَ ۽ چريٽ حڪومت بندش وڌي هئي، جا به سال اڳ لهي چڪي آهي). بودليئر جي شاهڪار "Flowers of Evil" تي به ايئن ٧٠ سال ڪان وڌيڪ بندش رهي، ڪورا، مورک ۽ مت هيڻ حڪمران ايترو وقت وساري وينا ها ته فرانس جي عظيم ترين شاعريءَ جا حصا بندش هيٺ آهن، جيستائين ڪنهن سائينءَ جي سنوارئي کي ايتري ڏاهپ آئي جو ان تان بندش هٽايائين. ان وقت تائين ته قبر ۾ بودليئر جا هڏا به ڀُري ڀُور تي ويا هوندا! ائين چو آهي جو ٻُڌي هيڻ ۽ ڪِنڙيل سمجهه وارا ايتري سگهه ۽ سامرٿي رکندا آهن، جو ڪلنگيءَ وارا ڪلاڪار نهوڙي نيندا آهن ۽ ڪلا جا آڪاس جا ڪلس ۽ ڪَنگرا ڇُهي سگهندي آهي، ان کي پنهنجي پڃري ۾ بند رکندا آهن.

جيئن روس ۾ ڪيو هيائون، جتي مصوريءَ جا شاهڪار گدامن ۾ تالي هيٺ ستيا هيائون.

مون جڏهن بودليئر کي پيهر ساهيوال جيل ۾ پڙهيو هو تہ مون کي ائين محسوس ٿيو هو تہ هي برفاني ماٿهو هماليا جي چوٽيءَ تي ويٺو آهي ۽ هن جي پيٽ ۾ ماياڪو وسڪي ۽ ناظم حڪمت ائين لڳي رهيا ها، جڻ ٻہ چيتا وات ڦاڙي چنگهاڙي رهيا ها. مون ان وقت اهو مصلحتاً نہ لکيو هو ڇو تہ ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ ڪيترا اشتراڪي اسان جا ساٿي ها، جيتوڻيڪ انهن مان ڪن جي ڇُرچ ماسڪو مان نڪرندڙ رسالي "تائيم" ۾ ون يونٽ جي فائدي ۾ لکرايو ويو هو.

١٨٤٧ع ۾ هو پنهنجي پيءَ سُريت ميري ڊابرون سان مليو، جا جيني ڊيووَل کان مختلف نہ هئي. جيتوڻيڪ هوءَ سندس آتت ٿيندي هئي، جڏهن هو جيني سان جهڳڙو ڪري ايندو هو، پر ائين ٿو لڳي تہ هن جي ڳتي کانہ هوندي هيس ۽ هوءَ هن جي پرگهور نہ لهندي هئي. هن جي آخرين الوداع تي بودليئر هڪ خوبصورت نظم لکيو هو.

مادام اپالو نيئر سباتيئر بہ آپالو نيئر جي سُريت هئي، جا هن جي نظم "اڇي وينس" (White Venus) جي تخليق جو باعث بڻي، پر اها جينيءَ ۽ ميريءَ واري دور جي نظمن کان گهٽ درجي جي نظم هئي. ميري اوچي طبقي مان هئي، جنهن جي پهريون هڪ سرمائيدار يهودي پرورش ڪندو هو. اُن آرٽ جي چڪا چوڪي ڪئي ۽ ڪيس اُن جي چَش ايتري وٺي ۽ ڪيس چوس ايتري پئي جو هن پنهنجي دوُر جا مهان ليڪڪ فلا برٽ، گوتيئر، ڊيوماس، گونڪورٽس هر آچر تي پنهنجي گهر تي گهرائڻ شروع ڪيا. گوتيئر، جو هن کي پريزيڊنٽ ڪوٺيندو هو، تنهن هن جي بودليئر سان ١٨٥١ع ۾ واقفيت ڪرائي. سال کان پوءِ بودليئر هن کي گمنام عشقيہ خط لکڻ لڳو ۽ انهن سان گڏ پنهنجا ڪيئي نوان نظم بہ موڪليندو هو. هوءَ هڪ ڪِل مَڪ، چنچل، مهربان ۽ وندرائيندڙ عورت هئي، جا پنهنجن دوستن سان جلد گهائل مائل ٿي ويندي هئي. حيرت آهي تہ شاعر هن کي محبوبا ڪري پنهنجي شاعريءَ لاءِ استعمال ڪيو ۽ ان محبت کي پوتر ڏيکاريو جيئن جينيءَ جي آپوتر پيار جي پيڪڙي لڪائي سگهي. ١٨٥٧ع ۾ اهو واقعو جو

خاتمي تي پهتو، اجا راز ۾ آهي. ۱۸۴۶-۴۷ع ۾ هن ايڊگر ايلن پو جي
ڪهاڻين جو فرينچ ۾ ترجمو ڪيو.

۱۸۵۷ع ۾ هن جو ماتيلو پيءُ مري ويو. ٻہ سال پوءِ هن جو ڪتاب
'Flowers of Evil' ڇپيو، جنهن لاءِ هُن تي مقدمو هليو. انهيءَ دؤر جي احمق
ججن ان شاهڪار مان ڇهن نظمن تي فحاشيءَ سبب بندش وڌي ۽ شاعر تي
۳۰۰ فرانڪ ڏنڊ وڌو جو پوءِ گهٽائي ۵۰ فرانڪ ڪيو ويو. ۱۸۶۱ع ۾ ساڳي
ڪتاب جي ٻي اشاعتِ شايع ٿي، جنهن مان اهي ڇهہ نظم ڪڍيا. ويا جن تي
بندش وڌي وئي هئي، ۽ انهن جي جاءِ تي پيا نوان نظم وڌا ويا. ڇا اهڙي
نااهل سرڪار تي ٺوڪارڻ ٺڪ جو زبان نہ آهي؟ ٻار جڻن ڪاني جي
گهوڙي تي سوار هوندا آهن تيئن اهي بيوروڪريٽ پارڪر يا شيفر قلم تي
شهسواري ڪندا آهن ۽ ان ڪي ڪاغذ تي ٻي لغام ڇڏي ڏيندا آهن.

بودليئر بيلجم ۾ رهڻ لاءِ ٿورو وقت ڪوشش ڪئي، جيئن اتي بندش
هيٺ آيل ڪلام سوڌو پنهنجي شاعريءَ جو ڪتاب شايع ڪرائي سگهي.
۱۸۶۴ع ۾ هو بروسليس روانو ٿيو. پر ڪتاب جي اشاعت ۾ ڪامياب نہ ٿيو.

۱۸۸۶ع ۾ هن کي فالج ٿي پيو. هن کي پيرس موٽائي وٺي ويا، جتي
هن کي شفاخاني ۾ رکيو ويو، پر هو اتي ۳۱ آگسٽ ۱۸۸۷ع تي مري ويو.
پڳل ٽٽل، چُور، دلشڪستو، آکهو ۽ روڳ شالا ۾ بستري بعد قبر داخل ٿيو.

اي جڳ جي اونـــــــدي جانـــــــبـهـــــــ!
توتي ڦـتـڪـار ۽ انهن تي لک ڦـتـڪـار،
جي تـــوکـــي هـــلائـــي رهـــيـــا آهـــن!
(بودليئر)

دي شيخ باچراغ همين گشت گردِ شهر،
کز دام و دد ملولم و انسانم آرز دست.
(رومي)

(ڪلهہ شيخ چراغ کڻي سڄو شهر گهمي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو تہ
ڪتا، ٻلا، رڇ ۽ ٻولڙا ڏسي تڪجي پيو آهيان. آرزو اها آهي تہ ڪو انسان
ملي وڃي)

# پبلو نرودا

(۱۹۰۴ع کان ۱۹۷۳ع تائين)

چليءَ جو شاعر هو، جنهن کي ۱۹۷۱ع ۾ ادب لاءِ نوبل پرائيز مليو. هن جو ويهين صديءَ جي شاعريءَ تي اثر بي مثال آهي. نرودا جي سُرود واري ۽ رزميہ شاعريءَ جي تخليق لاطيني آمريڪا جي شعور کي وڌائي ڇڏيو ۽ اُن جي اديبن ۾ سياسي بيداري آندي. هن جي عشقيہ شاعري جا بلوغت تي رسي، رچي ريتي ٿيندي وئي، تنهن ۾ فطرت جي عنصري قوتن سان کهري سپردگي ملي ٿي.

نرودا ۱۲ جنوري ۱۹۰۴ع تي پرال، چِليءَ، ۾ ڄائو هو. هن فرينچ پولي سئنتياگو ۾ پڙهي، پر ان ۾ ڪائي ڊگري نہ ورتي. اُنلو هن نوجوان شاعري ۽ نراجوادين سان پنهنجو ناتو وڌايو ۽ شعر و شاعريءَ ۾ مصروف ٿي ويو. ۱۹۲۴ع ۾ هن "وِيهہ پيار جا گيت" ڪتاب ڇپايو جو انگريزي ۾ ۱۹۷۰ع ۾ ترجمو ٿيو. اهو اصل هسپانوي ۾ شايع ٿيو هو، جنهن کيس پوري لاطيني آمريڪا ۾ مشهور ڪري ڇڏيو. ۱۹۲۸ع ۾ هُن کي برما ۾ ڪانسل ڪري مقرر ڪيو ويو. جڏهن هو ايشيا ۾ هو تڏهن هن تجرباتي ۽ سُرئيلي شاعري ڪئي. ۱۹۳۳-۳۵ع ۾ هُن "ڌرتيءَ تي رهائش" نظم لکيا. ۱۹۳۲ع ۾ هن کي بيونس ايئريس ۾ ڪانسل مقرر ڪيو ويو. ۱۹۳۴ع ۾ هُن کي بارسيلونا (اسپين) ۾ بدلي ڪيو ويو ۽ ۱۹۳۵ع ۾ مئڊرڊ ۾ بدلي ڪيو ويو. اسپين ۾

هن جيڪي سال گذاريا، تن ۾ نرودا کي نوجوان شاعرن، مصوّرن، صنم تراشن وڏو شاعر تسليم ڪيو ۽ هسپانوي-آمريڪي شاعر جي حيثيت ۾ هن جو ڪوئي ثاني نہ هيو. اسپين جي خانہ جنگي انهيءَ آرٽسٽ ٽولي کي تيزي پکيڙي ڇڏيو ۽ نرودا کي پنهنجي پهرين سياسي نظم لکڻ تي اتساهيو. اهو نظم "اسپين دِل ۾" ١٩٣٧ع ۾ لکيو ويو.

١٩٣٧ع ۾ ئي هو چليءَ موٽي آيو ۽ سياست سان هن جي وابستگي وڌي وئي. ١٩٤٠ع ۾ هن کي ميڪسيڪو ۾ ڪانسل ڪري مقرر ڪيو ويو. ١٩٤٣ع ۾ جڏهن هُو چليءَ موٽي رهيو هو، هُو انڪا قوم جي قديم شهر مَچو پِچوءَ ۾ ترسيو. انهيءَ تجربي هن کي آمريڪا جي ماضيءَ جي عظمت اُن چڱيءَ طرح محسوس ڪرائي. (جيئن لاڙ ۽ ٿر جي سفر مون ۾ اُن جي عظيم ماضيءَ سان محبت پئدا ڪئي) هن اُن احساس کي هڪ طويل رزميہ "جنرل ڪئنتو" ۾ نامور بڻايو، جنهن ۾ هن سڄي کنڊ کي نہ رڳو پنهنجي ساري تاريخ ڳائي ٻُڌائي. ان جي سورهين جو ۽ هچارن، حرامزادن جو بہ وستار ڪيو ۽ اُن جي اقتصادي غلاميءَ جي باري ۾ ڳالهيون ذهن نشين ڪرايون. جڏهن هو اهو لکي رهيو هو، هُن کي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سينيٽر ڪري چونڊيو ويو. ٿوري وقت ڪانپوءِ هن چليءَ جي پريزيڊنٽ کي هڪ ڪليل خط لکي ڇپرايو، جنهن ۾ هن تي الزام ڏريائين تہ هُن ڪابي ڏر سان ڪيل واعدا نہ پاڙيا هُيا. اِن الزام جي ڪري نرودا تي ظلم ۽ تشدد ڪيو ويو ۽ هو روپوش ٿي ويو ۽ آخر ملڪ ڇڏڻ لاءِ مجبور ٿيو. ١٩٤٩ع کان نرودا ساري ڪميونسٽ دنيا جو سفر ڪيو ۽ ١٩٥٠ع ۾ هن کي ماسڪو ۾ لينن امن انعام ڏنو ويو. (ان لحاظ کان فيض، نرودا ۽ ڪنهن حد تائين ناظم حڪمت کان وڌيڪ خوشنصيب شاعر ها جيتوڻيڪ يو ايس ايس آر جي ٽنڊ، فيض ۽ ناظم حڪمت جي شاعريءَ کي وڌيڪ نقصان رسايو آهي، بنسبت پبلو نرودا جي شاعريءَ جي، جا لاطيني آمريڪا ۽ اُن جي عوام جي جذبات جي نهايت خوبصورت عڪاسي هئي). ١٩٥٢ع ۾ جڏهن هو چليءَ موٽِ آيو هو تڏهن هن پنهنجي زندگي لکڻ ۽ پارٽيءَ جي ڪم ڪرڻ ۾ ورهائي هئي. ١٩٧١ع ۾ صدر سئلويڊار آلندي هن کي پئرس ۾ چِليءَ جو سفير مقرر ڪيو. بہ سالپوءِ هن استعيفيٰ ڏني. نرودا سنتياگو چليءَ ۾ ٢٣ سيپٽمبر ١٩٧٣ع تي مري ويو.

نرودار جي شاعريءَ جا ڪيئي دؤر آهن. هن جذباتي ۽ عشقيہ شاعريءَ

سان شروع ڪيو ۽ سياسي شاعريءَ ۾ اڙجي ويو. هن جا ڪتاب "انگور ۽ واچوڙو" ۽ رزميه گيت" (جو فدل ڪاسترو جي ڪيوبا ۾ انقلاب جي باري ۾ لکيو ويو هو) سرسري طرح منهنجيءَ نظر مان گذريا آهن، پر اهي دؤر سلسلي وارا نه آهن. ڪنهن وقت ته اُهي هڪ ٻئي پويان نه آهن ۽ ساڳي وقت جي تخليق آهن ۽ هڪ ئي ڪتاب ۾ آهن. شاعر، جيڪو ٻي جنگِ عظيم کان پوءِ وارسا جي تعمير جي باري ۾ ڳائي ٿو، ساڳي نظم ۾ پنهنجي ٽينءَ زال جي حسن جي باري ۾ ڳائي ٿو. هو جيتوڻيڪ هڪ سياسي سپردگيءَ وارو شاعر آهي، پر هن جا گهري ۾ گهرا جذبا سياست کان ماورا آهن. پنهنجيءَ بهترين شاعريءَ ۾ هُو وليم بليڪ، والٽ وٽمئن، لوتري مان، رامبو ۽ پوڙهي هيوگو کان گهٽ نه آهي. هن جي شاعريءَ ۾ اُهو آواز آهي، جو هڪ غيب دان جو ٿيندو آهي. اها ئي ڳالهه آهي جا ڪميونزم جي ذري گهٽ خاتمي کانپوءِ، هَن جي شاعريءَ کي بچائي وٺي آهي.

نرودا جو هڪ بهترين نظم "مَچوپچو جون اوچايون" ١٩٦٧ع ۾ ڇپيو هو، جنهن ۾ هو پنهنجي ڏکهي خانگي سفر کي عوام جو آواز بڻائي ٿو. ان مان هن جي پيغمبرانه بصارت واضح آهي. ان جي شروعات ته شاعر جي روگردانيءَ ۽ برگشتگي سان هڪ سورئيلي انداز ۾ ٿئي ٿي.

"هوا کان هوا تائين، هڪ خالي ڄار وانگر،
گهٽين ۽ چوڏار وايو منڊل مان،
ڇڪَ ڪيندو. آنءُ آيس".

اهو انداز تيستائين هلي ٿو، جيستائين هو پنهنجي اڪيلي سفر جي توڙ تي پَهچي ٿو. ڪڏ جي تري مان هو مَچو پچوءَ جي چوٽيءَ تي چڙهندي ۽ اُن کي پرتڪلف همت سان گهڻو وقت اڳي ناهيندڙ معمارن جي ڳالهه ڪندي وعدو ڪري ٿو ته هو ماڻهن کي اهو آواز ڏيندو جو هنن ۾ جيئري ڪونه هو:

"مون سان گڏ نئون جنم وٺ، منهنجا ڀاءُ!
انهن گهراين مان پنهنجو هٿ مون کي ڏي،
جن کي تنهنجي غم سرسبز ڪيو آهي."

—

"مان اوهان سان مئلن زبانن ۾ لاءِ ڳالهائڻ آيو آهيان."

—

"مون کي پنهنجي جدوجهد ڏيو، پنهنجا قيد ڪَڙا ڏيو،
پنهنجي پرندڙ جوالا ڏيو

يڪدم منهنجين رڳن ۾ ۽ منهنجي زبان تي اچو،
ڳالهايو منهنجن لفظن ۾ ۽ منهنجي خون مان."

جڏهن نرودا جي شاعري عوام سان هڪ ٿي ويجي ٿي تہ اها پنهنجيءَ
بي انتها بُلنديءَ تي پهچي ٿي.

نوٽ: (زياده تر مواد انگريزيءَ تان ورتل آهي.)

# ڀڳتي ساهتيہ

وچولي دؤر واري ڀارت ۾ هندو وشنوءَ جي ڀڳتي ڪندا ها. اهو هڪڙو طريقو مڪتيءَ جو هو، جيڪو ڀڳوت گيتا ۾ ڏنل آهن. ڀڳتي ساهتيہ ڏکڻ ڀارت ۾ تامل گيتن ۾ شروع ٿي، جيڪي ستينءَ کان ڏهينءَ صديءَ تائين اَلوَر جي سنت شاعرن لکيا هيا، پر پوءِ ١٥ صديءَ ۾ اتر ڏانهن ڦهلجي وئي، اتي ڪبير وانگر شاعر (١٤٣٠ع کان ١٥١٨ع تائين) ۽ گرونانڪ (١٤٩٦ع کان ١٥٣٩ع تائين) هڪ ڪائناتي خدا ڏانهن اعتقاد جو ڦهلاءُ ڪيو جو نہ هندو هو نہ مسلمان. گهڻو ڪري ڀڳتي ساهتيہ وشنوءَ جي رام يا ڪرشن جي صورت ۾ ظهور پزير ٿيڻ جي باري ۾ آهي. رام جو وڏي ۾ وڏو ڀڳت، شاعر تُلسي داس (١٥٣٢ع کان ١٦٢٧ع تائين) هو ۽ هن هنديءَ ۾ لکيو ۽ ڪرشن-ڀڳتي اتر ۽ اوڀر ڀارت ۾ گهڻي هئي، خاص ڪري شاعر چندي داس (١٥ صديءَ) ۾ ۽ هندي شاعره ميران بائيءَ (١٤٩٨ع کان ١٥٧٣ع تائين) ۾، جن پنهنجي پرماتما لاءِ بيحد چڪ محسوس ڪئي هُئي. اولهہ ڀارت ۾ ڀڳتي ڪوي مرهٽا هئا، جن ۾ نامديو (١٥ صدي) ۽ تڪا رام (١٦٠٨ع کان ١٦٤٩ع تائين) ۽ گجراتي ڪوي نرسمها مهتا (١٥٠٠ع کان ١٥٨٠ع تائين) هيا.

# تانتيا توپي

١٨٥٧ع جي آزاديءَ جي جنگ ۾ جي هندستاني ڪردار هيا. انهن مان نانا صاحب، عظيم الله، جهانسيءَ جي راڻي ۽ تانتيا توپيءَ سڀ کان وڌيڪ ماڻهن کي اُتساهيو هو. انهن سڀني مان مون کي تانتيا توپي جي تقدير چڪيندي رهي آهي. ائين لڳندو آهي، ڄڻ ڪنهن اڳئين جنم ۾ مان تانتيا توپي هيس. تانتيا توپي تي مون ڪيئي ڪتابن ۾ پڙهيو آهي، پر هن جي مختصر جيونيءَ تي لکڻ لاءِ اُهي ڪتاب مون کي هٿ نہ آيا. مون في الحال آڪسفورڊ هسٽري آف انڊيا (ٽين اشاعت) جي فهرست ڏٺي تہ معلوم ٿيو تہ هن جو ذڪر ٦٦٧ ۽ ٧١-٦٧٠ صفحي تي هيٺينءَ ريت آهي:

”١٨٥٧ع جي شروعات کان وٺي فوج ۾ بيچيني وڌي رهي هئي. جنوريءَ ۾ ڪلڪتي پرسان ڊم ڊم وٽ فوجي جوانن ڪارتوس موٽائي ڏنا ڇوتہ اُنهن ۾ چربي لڳل هئي. مارچ ۾ برڪ پُور وٽ هڪ پلٽڻ ڇڙوڇڙ ڪئي وئي. آتشزدگي جا واقعا ٿي رهيا ها ۽ افواهہ گشت ڪري رهيا ها. سچ پچ بغاوت ١٠ مارچ تي ميرٽ ۾ ٿي هئي. ڪجهہ رسالن ڪارتوسن وٺڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ هنن کي نِيرَ وڌا ويا ها. ٽن رسالن ۾ انهن جي رفيقن ڪين آچر جي شام جو بندگي جي وقت آزاد ڪيو، پنهنجن عملدارن کي شوٽ ڪيو ۽ دهليءَ

روانا ٿيا. جيتوڻيڪ ان وقت هندستان ۾ ٻه هزار يورپي فوجي موجود هيا. پر دهليءَ ۾ يورپي فوجي ڪونه هيا. قلعي تي بيهاريل هندستاني لشڪر سندن ساٿ ڏنو. شهر تي قبضو ڪيو ويو ۽ سنجها جو بهادر شاهه ظفر کي منهندار بڻايو ويو، جو بي دليو ۽ گهبرايل پئي لڳو. سندس مٽيون مُنجهي ويون هيون. غدر (انگريز آزاديءَ جي جنگ کي غدر چوندا ها) جي رفتار جا ٽي دؤر آهن. پهرين دؤر ۾ ١٨٥٧ع جو پيانڪ اونهارو اچي وڃي ٿو، جڏهن مسئلو فقط اهو هو ته پَيڙُ جو پَڙڪي آئيو آهي، اُن جي ڦهلاءَ کي ڪيئن روڪجي. ٻيو دور هو سرءُ ۾ لکنئو ۾ مدد لاءِ ڪارروائيءَ ۽ ڪُمڪ وارو دؤر، ۽ ٽئين دؤر ۾ سرڪالن ڪئمپ بيل ۽ هُگ روز جون ڪارروايون اچي وڃن ٿيون، جن فسادين جي سگهه کي ڪاپاري ڌڪ هنيو هو. هڪ پويون دؤر به هيو، جنهن ۾ "پوچيءَ وانگر، پوئين ڪارروائي ڪئي وئي ۽ اپريل ١٨٥٩ع ۾ تانتيا ٽوپيءَ کي گرفتار ڪيو ويو."

آڪسفورڊ هسٽري آف انڊيا جي صفحي ٧١-٦٧٠ تي آهي: "رائيءَ (جهانسيءَ جي رائيءَ) جي بي ڌڙڪ جرئت ۽ اٿوت اَؤسان ۽ تانتيا جي چترائيءَ ان ڪارڻ کي نراسائيءَ مان ڪڍي ورتو جو پنهنجي ڪارپت وڃائي ويٺو هو ۽ اجائي لوچ پوچ ڪري رهيو هو ۽ مَٿا مُنا ڏئي رهيو هو. مارچ ١٨٥٨ع ۾ سَر هُگ روز جهانسيءَ تي قبضو ڪيو ۽ تانتيا جي مدد پهچائيندڙ فوج کي شڪست ڏني. مئي مهيني ۾ جڏهن ڪؤنچ فتح ڪيو ويو ته جدوجهد پوري ٿي چڪي هئي ۽ رائي ۽ تانتيا گواليار ڏانهن وَريا. راجا جي ذاتي فوج کي پنهنجي پاسي آندائون ۽ قلعي تي قبضو ڪيائون جو گاديءَ جو هنڌ به هو. ٻه وڏيڪ جنگيون لڳيون، جن مان رائي هڪ سپاهيءَ جي وردي‌ءَ ۾ سپاهيءَ جو موت مئي. ٢٠ جون تي گواليار جي شڪست ڪانپوءِ غدر ذري گهٽ ختم ٿي ويو ۽ نديون نديون

كارروايون رهجي ويون. ۷ جولاءِ ١٨٥٨ع تي ڪئننگ امن جو اعلان ڪيو......"

مون هونءَ تہ غدر جي تاريخ، تانتيا ٽوپيءَ، سوڌي ڪيترن ئي ڪتابن ۾ پڙهي آهي پر اهي ڪتاب هٿ نہ ٿا اچن. مون کي اهو ياد آهي تہ تانتيا ٽوپيءَ نانا صاحب جو سپهہ سالار هو ۽ سپاهہ جي رَهت ڪُهت سان گڏجي پوئين پَساهہ تائين ڦيٿ ڪاڏي هيائين. ١٨٥٧ع جي آزاديءَ لاءِ قومي تجويز ڪانپور ۾ ٿي هئي. نانا صاحب جو ڀاٽيجو راءُ صاحب ۽ منشي عظيم الله خان (جو انگريزيءَ جو ماهر هو ۽ جيتري قدر مون کي ياد آهي تہ خفيہ طرح انگلينڊ بہ ويو هو) ۽ هن جو مشهور سپهہ سالار تانتيا ٽوپي هو. پنڊت سندر لال پنهنجي ڪتاب "سن ستونجهاهہ" ۾ لکيو آهي:

"لکنئو جو سارو شهر، جنهن وقت رَت جي سمنڊ ۾ تري رهيو هو، ريزيڊنسيءَ جا انگريز قيدي قيد مان آزاد ٿي ويا هئا. سر ڪالن ڪئمپ بيل ريزيڊنسيءَ کي ڇڏي، عالم باغ ۾ پنهنجي فوج ۽ توبون گڏ ڪيون هيون. (اردوءَ جي مشهور ناول نگار قرا ۃ العين حيدر ان دؤر تي پنهنجي ناول "گردشِ رنگِ چمن" ۾ هڪ نهايت هيبتناڪ باب لکيو آهي.) آئوٽ رام کي اُتان جو سپهہ سالار مقرر ڪيو ويو هو ۽ لکنئو شهر تي حملي جي تياري ٿي وئي هئي. ايتري ۾ ڪئمپ بيل کي ڪانپور مان اطلاع مليو تہ نانا صاحب جي مشهور سپهہ سالار انگريزن جي فوج کي شڪست ڏئي، وري اُنهيءَ شهر تي قبضو ڪري ورتو آهي. ڪئمپ بيل اُن وقت آئوٽ رام کي لکنئو ۾ ڇڏي، پاڻ ڪانپور ٻيهر فتح ڪرڻ لاءِ هليو ويو..."

"١٦ جولاءِ ١٨٥٧ع تي جنرل هيولاڪ جي فوج الله آباد مان اچي وري ڪانپور فتح ڪئي. نانا صاحب پنهنجي ڀاءُ بالا صاحب ۽ ڀاٽيجي راءُ صاحب سان گڏجي جنرل هيولاڪ تي وري ڪاهہ ڪرڻ لاءِ فوج ڪَٺي ڪري رهيو هو. تانتيا ٽوپيءَ کي هُن شوِراج پور موڪليو. شوِراج پور پهچي تانتيا ٽوپيءَ ڪمپني جي ۴٢ نمبر پلٽڻ کي پنهنجي پاسي ڪيو ۽

انهيءَ جي مدد سان هن هڪ ڀيرو ٻيهر ٻٺور تي قبضو ڪيو.
جڏهن هيولاڪ لکنئو وڃڻ ٿي چاهيو، هُن سندس فوج تي
پٺيان حملو ڪيو. ان جو نتيجو اهو ٿيو تہ هيولاڪ کي لکنئو
جو ارادو ڇڏڻ پنٽي هٽڻو پيو. ١٦ آگسٽ ١٨٥٧ع تي
هيولاڪ جي فوج وَري تانتيا ٽوپيءَ جي فوج تي جيت پاتي.
تانتيا ٽوپي باقي رهيل فوج سان پنهنجي فتح پور ۾ نانا صاحب
وٽ پهتو. ان کانپوءِ تانتيا اولائتي ۽ گپت رستي گواليار پهتو.
گواليار جي ويجهو مُرارجي ڇانوڻيءَ ۾ سِنڌيا جي زبردست
مددي فوج هئي، جنهن ۾ پيدل پلٽڻون، سوار ۽ توب خانا
هيا. تانتيا ٽوپي ساريءَ فوج کي انقلاب جي طرف موڙيو. اُن
کي کڻي تانتيا ٽوپي مُرارجي کان ڪالپيءَ آيو. ڪالپيءَ جو
قلعو جمنا جي ٻي پار، ۴٦ ميل پري هو. ٩ نومبر ١٨٥٧ع تي
تانتيا ٽوپي ڪالپيءَ جو قلعو هٿ ڪيو ۽ پوءِ ڪالپيءَ کي ئي
پنهنجو مرڪز بڻايو. بالا صاحب کي اُتي مقرر ڪري، تانتيا
ٽوپي فوج ساڻ ڪري ٻيهر ڪانپور ڏانهن وڌيو. اِن ۾ شڪ
نہ آهي، تہ استقلال، بهادريءَ، ڦڙتيءَ ۾ ۽ ٻين هندستانين سان
ڳاهہ ڪرڻ جي قابليت ۾ تانتيا ٽوپي پنهنجو مٽ پاڻ هو.

جنرل ونڊهم اُن وقت ڪانپور ۾ هو. ١٩ نومبر ١٨٥٧ع تي تانتيا ٽوپي
ونڊهم جو گهيرو ڪيو ۽ هن لاءِ وٽ ٻاهران رسد جو پهچڻ ناممڪن ڪري
ڇڏيائين. ونڊهم پنهنجيءَ فوج سان ڪانپور مان هن جي مقابلي لاءِ نڪتو.
٢٦ نومبر تي پاندو نديءَ تي تانتيا ٽوپي ۽ ونڊهم جي فوجن جي وچ ۾
گهمسان جي لڙائي ٿي. ڇيو وڃي ٿو تہ پهرين حملي ۾ تانتيا ٽوپيءَ جو
ڪافي نقصان ٿيو. پر تانتيا جي قابليت تسليم ڪندي، مؤرخ مالي سَن لکيو
آهي:

”باقي فوج جو رهنما بي وقوف نہ هو. هو اهو نقصان
ڏسي هيسجي نہ ويو جو ونڊهم هن کي پهچايو هو. هُو
انگريز سپهہ سالار جي ڪمزوريءَ کي ڀليءَ ڀت پروڙي ويو
هو. تانتيا ٽوپيءَ ان وقت ونڊهم جي حالت ۽ هُن جي ضرورتن

ڪي اهڙي طرح پُرجهي ورتو، جيئن ڪوئي ڪليل ڪتاب کي
پڙهندو آهي. تانتيا توپيءَ ۾ هڪ سچي سپهه سالار جون
قدرتي وصفون موجود هيون. هن وندهم جي انهن ڪمزورين
مان فائدي وٺڻ جو ارادو ڪيو.“ ٻئي ڏينهن تي تانتيا جي
فوج وندهم جي فوج کي گهيري ۾ وٺي پٺتي هٽائڻ شروع
ڪيو، ان حد تائين جو اڌ ڪانپور تانتيا جي فوج جي قبضي ۾
اچي وَئي ۽ وندهم جي فوج هارَ تي هارَ کائي، پٺجي وئي.
ڪيئي انگريز آفيسر جنگ ۾ ماريا ويا. ٽين ڏينهن جي لڙائيءَ
۾ انگريزي فوج جي هار جو بيان ڪندي هڪ انگريزي آفيسر
پنهنجي خط ۾ لکي ٿو:

”اڄ جي جنگ جو حال پڙهي تعجب ٿيندو. ان مان
اوهان کي معلوم ٿيندو ته ڪيئن انگريزي فوج پنهنجي فتح
جي جهنڊن، پنهنجن اُصولي نعرن ۽ پنهنجي مشهور بهادريءَ
جي باوجود پٺتي ڌِڪي وئي. اُنهن هندستانين جن کي اسان
حقير سمجهندا هُياسين ۽ چيڙائيندا رهيا آهيون، تن انگريزي
فوج کان اُنهن جي ڪئمپ، سندن سامان، مال اسبابَ کسي
ورتا، اٺ، هاٿي، گهوڙا ۽ نوڪر سڀ اُنهن کي ڇڏي ڀڄي
ويا. اهو سارو واقعو نهايت افوسناڪ ۽ شرمناڪ آهي.“

انهيءَ شڪست کان مجبور ٿي سر ڪالن ڪئمپ بيل کي لکنؤ ڇڏڻو
پيو. تانتيا ٽوپيءَ کي جيئن اها خبر پئي هن گنگا جي پل ڊاهي ڇڏي ۽ گنگا
جي ڪناري پنهنجون توبون ڪوڙي ڇڏيون. پوءِ به سر ڪالن ڪئمپ بيل
تانتيا توپيءَ جي توبن کان بچي، ٻي جاءِ تان گنگا پار ڪئي ۽ ٣٠ نومبر تي
ڪانپور جي ويجهو پهچي ويو. ان وقت نانا صاحب به تانتيا توپيءَ جي مدد
لاءِ ڪانپور پهچي ويو هو. مالي سَن لکيو آهي ته:

”سپهه سالار جي حيثيت ۾ تانتيا توپي جي قدرتي
قابليت ڏاڍي گهڻي هئي. گنگا جي ڪناري تي ئي هن ڪئمپ
بيل جي فوج کي گهيرو ڪيو. پهرين ڊسمبر کان ٦ ڊسمبر
١٨٥٧ع تائين گهمسان جي ويڙهه ٿي. ٻنهي جي سگهه

هڪجيتري هئي ۽ فوجون اَٿ مَٿ هيون. تانتيا جي سڄي پاسي گواليار جي فوج هئي، جا آخر ۾ سکن ۽ انگريزن جي گڏيل حملي سبب پُٺتي موٽڻ لڳي. ميدان سر ڪالن ڪئمپ بيل جي هٿن ۾ رهيو. ڪانپور جي شهر تي وري ڪمپنيءَ جو قبضو ٿي ويو. تانتيا ٽوپي پنهنجي رهيل سَهيل فوج وٺي ۽ توبون ڪٽي ڏکڻ ڏانهن نڪري ويو. انگريزي فوج هن جو پيڇو ڪيو. شوراج پور ۾ هڪ ٻي جنگ ٿي، جنهن ۾ تانتيا ٽوپيءَ جون ڪجهہ توبون انگريزن جي هٿ چڙهي ويون، پر تانتيا ٽوپي باقي فوج سميت ڪالپيءَ نڪري ويو. انگريزي فوج ڪانپور واپس آئي. هن ڀيري سر ڪالن ڪئمپ بيل بٺور جي محلن کي ڪيرائي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏي."

....................

هر پاڪستانيءَ کي جدوجهدِ آزاديءَ جي ساري تحريڪ غور سان پڙهڻ گهرجي ۽ جنهن کي ١٨٥٧ع وارو بلوو چيو وڃي ٿو اُهو آزاديءَ لا ڀرپور قيت هئي. هتي زيرِ بحث ڪردار تانتيا ٽوپي آهي، هونءَ تہ ١٨٥٧ع واري آزاديءَ جي جنگ ۾ ڪيئي قابلِ ذڪر ڪردار هيا. مون تانتيا ٽوپيءَ سان گڏ جهانسيءَ جي راڻيءَ جو ذڪر بہ تفصيل سان ڪيو آهي، ڇو تہ ٻنهي ساڳي بي جگريءَ، بهادريءَ ۽ آزاديءَ سان بي انتها محبت رکي، توڙ تائين لڙائي لڙي ۽ ٻَئي لڙائيءَ ۾ بہ گڏگڏ هيا. مون کي دنيا ۾ آزاديءَ لاءِ جدوجهد جي تاريخ ۾، ٽيپو سلطان، جهانسيءَ جي راڻي ۽ تانتيا ٽوپي جهڙا ڪردار ورلي نظر ٿا اچن، جن سان بي انتها وفاداري بہ ڪئي وئي ۽ جن سان وڪ وڪ تي غداري بہ ڪئي وئي، پر پوءِ بہ هو بي دِليا نہ ٿيا، هينئون نہ هارِيائون ۽ پُٺ نہ ڏيکاريائون. آخري دم تائين وڙهندي وڙهندي ماريا ويا. انهن ٽنهي مان تانتيا ٽوپي هيٺين طبقي سان تعلق رکندو هو. ٽيپو سلطان (١٧٨٢ع کان ١٧٩٨ع تائين ميسور جو حاڪم) تہ ١٨٥٧ع کان اڳي ئي آزاديءَ جي جنگ ۾ ماريو ويو هو، انڪري اُن جو هن نوٽ ۾ ذڪر نہ آهي. جهانسيءَ جي راڻي ۽ ٽيپو سلطان وٽ، واهُ، ٻَڙا ۽ مينهن ٿي آيا ۽ انگريزن کي گهنگهور گهٽائن جيئن وڪوڙي ويا. هنن جان ڏني، آنَ نہ ڇڏي. جيستائين مَنجهن ساهُ هيو، تيستائين ڪوئي اُتساهہ ڪين اُپاري رهيو هو. ڇي گئويرا وغيره جي

دورِ جديد ۾ افسانا تي چُڪا آهن، هن جي پيٽ ۾ ڪائي شيءَ نہ ها.

مون جڏهن ڪريٽ جي آزاديءَ جي باري ۾ پنهنجي محبوب ناول نگار ۽ شاعر ڪازان زاڪس جو ناول ”آزادي يا موت“ پڙهيو هو تہ مون کي جهانسيءَ جي راڻي ۽ تانتيا توپي ياد آيا ها. مون ”آزادي يا موت“ مان هيٺيان ٽڪرا لکي ڇڏيا ها، جي هتي ڏيان ٿو ۽ پوءِ جهانسيءَ جي راڻيءَ جي ۽ تانتيا توپي جي جدوجهد جي باري ۾ اڳتي لکان ٿو:

”نيڪگر، تون ڇاٿين ٿو تہ مان ڇو ٿو کِلان؟“ هن پڇيو، ”مان قسم سان چوان ٿو تہ جڏهن انسان پوڙهو ٿئي ٿو تہ هن جي ياد هڪ قبرستان ٿي پوي ٿي. جيتوڻيڪ ڪنهن وقت سنگِ لحد پاسيرا ٿي پون ٿا ۽ مُئا ٻاهر ٽپي اچن ٿا...“

(صفحو: ۳۵۴)

”ڪي ماڻهو اهڙا ٿين ٿا، جن کي مرڻ نہ گهرجي. آخر پهاڙ ڇو نہ ٿا مرن؟ انهن ماڻهن کي ساڳيءَ طرح مرڻ نہ گهرجي. اهي ڌرتيءَ تي ساڳيءَ جاءِ تي رهڻ گهُرجن، انهن ٽنين وانگر جي آسمان کي جهلي بيهن ٿا. اِتي، اِتي ڌرتي! مان توکي لتون ٿو هڻان، حيف آهي توتي! تون انهن کي ڇونہ ٿي ڳڙڪائين، جيڪي بيوقوف آهن، جيڪي جَڏا آهن، جيڪي ڇِٻا آهن؟ انهن کي ڳڙڪاءِ، انهن مان جند ڇڏاءِ! پر هي جوڌا (پوءِ هو پنهنجي ناول جي ڪردارن جا نالا ڪڻي ٿو)

......................

(صفحو:۳۵٦)

”خون ڪڏهن بہ اجايو وهايو نہ ٿو وڃي.“ هن جواب ڏنو، ”ڇا توکي اها ڄاڻ نہ آهي تہ آزادي ٻج وانگر ٿيندي آهي. اها پاڻي ڏيڻ سان نہ ڦٽندي آهي. اُن کي رت ڏيڻو پوندو آهي، سو اَسان هاڻي ٻج جي آبياري صحيح طريقي سان ڪري رهيا آهيون ۽ اهو ڪنهن وقت پوئو ضرور ٿيڻو آهي، پر اهو ڏينهن اڃا آيو نہ آهي.“

(صفحو:۳۵۹)

.....................

"خدا جي واسطي،" هڪ وڏيڪ عقلمند ماڻهوءَ چيو: "اسان کي دلين کي سخت بڻائڻ گهرجي. اسان کي هٿيار پوري رکڻ گهرجن ۽ پنهنجي سگهه پيهر ڪٺي ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ، ڪجهه سالن ڪانپوءِ پنهنجو جهندو اوچو ڪرڻ گهرجي، جڏهن پار ڪيندڙ مائن کي ڏڍ ملي وڃي، تيستائين ڍؤنگ ڪيو ۽ انهيءَ هٿ کي چُميو جو اوهان کي اَنت ڪپٽو آهي."

الا! جهانسي جي راڻي ۽ تانتيا توپي پوئينءَ صلاح تي نہ لڳايا حالتون اهڙيون نہ هيون. جو هو لڳي نہ سگهن ها.

"جمنا جو ڏاکڻو پاسو ۽ ونڌيا چل جو سارو اتروارو علائقو ١١ مهينا انقلابين جي هٿ ۾ رهيو، جا ڪيپ مهاراڻيءَ لڪشمي بائيءَ ڪٺي. هيوروز جي ماتحت هڪ وڏي فوج، جنهن ۾ حيدرآباد، ڀوپال ۽ ٻين رياستن جون فوجون بہ توپن سميت شامل هيون. انهيءَ علائقي کي وري فتح ڪرڻ لاءِ موڪليون ويون. ٦ جنوريءَ ١٨٥٨ع تي سر هيوروز ميسور کان روانو ٿيو. راءِ ڳڙهہ، ساگر، باناپور، چنديريءَ وغيره جي جاين کي فتح ڪندي هيءَ فوج ٢٠ مارچ تي جهانسيءَ جي ويجهو اچي وئي. جهانسي انهيءَ علائقي ۾ انقلابين جو خاص مرڪز هئي، شهر جي اندر بانا پور جو راجا ۽ سردار، راڻيءَ جي مدد لاءِ موجود هيا. راڻي لڪشمي بائيءَ، ڪمپنيءَ جي فوج جي پهچڻ کان اڳ چئني طرفن دور دور تائين پسگردائيءَ کي ويران ڪرائي ڇڏيو هو، جيئن دشمن جي فوج کي حملي ڪرڻ وقت رسد وغيره ملي نہ سگهي. نہ وري ٻنين ۾ اَن جو هڪ سنگ هو، نہ ڪٿي گاهہ جو هڪ پن هو ۽ نہ چانو لاءِ ڪوئي وڻ هو، پر مهاراجا سنڌيا ۽ ٽيڪم ڳڙهہ جي راجا ڪمپنيءَ کي گاهہ، رسد وغيره جو اهڙو انتظام

ڪري ڏنو هو جو ان جي فوج کي ڪائي ڏکيائي نہ ٿي.

انگريزي فوج کي وڌندو ڏسي راڻي لڪشمي بائيءَ (جهانسي جي راڻيءَ) انقلابين جي سپهہ سالاري پهنجي هٿ ورتي. هر مورچو هُن جي موجودگيءَ ۾ تيار ڪيو ويو ۽ فَصيل تي توبون هُن پاڻ رکايون. هن جي توب خاني ۾ ڪيئي عورتون بہ ڪم ڪنديون هيون. جهانسيءَ ۾ ٢۴ مارچ ١٨٥٨ع تي هڪ توپ مان انگريزن جي فوج تي گولا اُڇلايا ويا ۽ ان ڪانپوءِ اٺ ڏينهن لڳاتار جنگ ٿيندي رهي، پر ڪمپنيءَ جي زبردست فوج ۽ ان جي سامان جي مقابلي ۾ جهانسيءَ جي فوج جو اڪيلو ٽڪاءُ ناممڪن هو.

تانتيا ٽوپي جي فوج جمنا جي اُتر ۾ هئي، جمنا پار ڪري، هُو چرکاريءَ جي راجا وٽ پهتو، پر راجا آزاديءَ جي جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ کان انڪار ڪيو. تانتيا چرکاريءَ تي حملو ڪري راجا کان ٢۴ توبون بہ کسيون ۽ ٽي لک رپيا تاوان بہ ڀرائي ورتو. اُن ڪانپوءِ تانتيا ڪالپيءَ پهتو. اُتي هن کي راڻيءَ جو خط پهتو، جنهن ۾ هن کي جهانسيءَ جي مدد لاءِ درخواست ڪئي وئي هئي. تانتيا جهانسيءَ جي طرف وڌيو تہ ڪمپنيءَ جي فوج ۾ وري آوَهہ اچي وئي. اُن جي سامهون جهانسيءَ جي راڻي هئي ۽ پنيان تانتيا ٽوپي هو. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ انهيءَ جنگ ۾ تانتيا جي فوج مڙسي نہ ڏيکاري ۽ ڪمپنيءَ اُن تي حملو ڪري ڏيڍ هزار سپاهي بہ ماري وڌا ۽ ان جون توبون بہ انگريزن جي ورچڙهي ويون. ان ڪانپوءِ جهانسيءَ جي حالت اڳ کان خراب ٿي وئي پوءِ بہ راڻيءَ همت نہ هاري. ٢ اپريل تي انگريزي فوج جهانسيءَ تي ڀهريون ڀيرو حملو ڪيو. حملو چئني طرفن کان ٿيڻ لڳو. راڻي پنهنجي گهوڙي تي سوار، سپاهين ۽ آفيسرن کي اُتساهہ ڏياريندي رهي. انهن ۾ زيور ۽ خلعتون ورهائيندي رهي، وچ وانگر ڪڏهن هيڏانهن وئي ڪڏهن هوڏانهن وئي. دشمن

ڀريون شهر جي اتر طرف زور ڏنو. انهن جاين تي ڌاڪڙيون رکيون ويون. راڻيءَ جي توبن پنهنجو ڪم جاري رکيو. انگريز آفيسر ڊِڪ ۽ مچل ڌاڪڙين تي چڙهي، پنهنجن ساٿين کي سڏيو، پر ڀن گولين انهن کي اتي ڍير ڪري وڌو. بونس ۽ فاڪس انهن جي جاءِ والاري پر اهي به گولين جو ڪاج ٿي ويا. آخر ڌاڪڙيون ٽٽي پيون ۽ انگريزي فوج کي پٺتي هٽڻو پيو. اتر طرف کان ته ڪمپني صدر دروازو نه ٽپي سگهي، پر ڏاکڻي طرف کان ڪنهن هندستاني غدار جي مدد سان ڪمپنيءَ جي فوج ڏکڻ دروازي کان شهر ۾ گهڙي آئي. ان کان پوءِ ڪمپنيءَ جي فوج هڪ جاءِ تي ڪٺي ٿي جاءِ تي پهتي ۽ نيٺ محل کي وڪوڙي وئي. راڻي قلعي جي فصيل تان شهرين جي قتل ۽ انهن جي بربادي کي ڏٺو. هوءَ يڪدم هڪ هزار فوج سان گڏجي انگريزن تي وڄ وانگر ڪڙڪي. ٻنهي طرفن کان بندوقون اُجلي تلوارن سان وڙهڻ لڳا. ٻنهي طرفن کان جانيون ويون. ڪمپنيءَ جي فوج کي ڪافي پٺتي هٽڻو پيو. ايتري ۾ راڻيءَ کي خبر پئي ته صدر دروازي جو محافظ سردار خدا بخش ۽ توب خاني جو آفيسر سردار غلام غوث خان ماريا ويا ها. جنهن جو اهو مطلب هيو ته اُتر وارو صدر دروازو به هاڻي دشمن جي هٿ ۾ هيو. راڻيءَ انهيءَ رات جهانسي ڇڏي، هٿيار ٻڌي، مرداڻيءَ پوشاڪ ۾ پنهنجي گود ۾ ورتل پُٽ دامودر کي چيلهه سان سوگهو ٻڌي هُن قلعي جي ديوار تان هڪ هاٿيءَ جي پٺيءَ تي ٽپو ڏنو ۽ پنهنجي پياري سفيد گهوڙي تي سوار ٿي ڏهه پندرنهن سوار ساڻ ڪري ڪالپيءَ طرف رواني ٿي وئي. انگريزن هن جو پيڇو ڪيو، پر راڻي ساري رات گهوڙو ڊوڙائيندي، صبح جو ڀانڊر پرنام ڳوٺ ۾ ڪجهه وقت ترسي، جتي پٺ کي کير پيارياين. جڏهن ڏٺائين ته انگريزي فوج اڃا سندس پيڇو ٿي ڪري، تڏهن گهوڙي تي ٽپ ڏئي چڙهي ۽ ڪالپيءَ ڏانهن وڌي. انگريز

ليفٽيننٽ، راڻيءَ کي اچي پڳو تہ راڻيءَ تلوار جو وار ڪري هن
کي گهائي وڌو ۽ هو گهوڙي تان ڪري پيو. نيٺ هو ۽ هن جا
ساٿي پنٽي موٽي ويا. راڻي ۽ هن جا ساٿي سرپٽ گهوڙا
ڊوڙائيندا ويا، صبح ڪان پيهري تي وئي. پيهري ڪان ٽپهري ٿي
وئي، پر راڻيءَ کي ڪٿي ڏاهي ڪرڻ لاءِ واندڪائي نہ ملي.
ويندي ويندي شام ٿي وئي ۽ آڀ ۾ تارا ايري آيا، پر راڻي
ڪٿي نہ بيٺي. آخر اڌ رات جو. پُٺ دامودر کي چيلهہ سان
ٻڌل ڪٺي، هوءَ جهانسيءَ ڪان ١٠٢ ميل پري ڪالپيءَ پهتي.
راڻيءَ جو پيارو گهوڙو ڪالپيءَ پهچڻ سان ڪري پيو ۽ مري
ويو. صبح جو راڻيءَ، نانا صاحب جي ڀائيجي راءُ صاحب ۽
تانتيا ٽوپي جي وچ ۾ ڳالهہ ٻولهہ ٿي."

ڇا اهڙي بهادر عورت دنيا جي تاريخ ۾ ڪنهن ٻہ ملڪ ۾ پيدا ٿي آهي؟
جون آف آرڪ بہ هن جي ڀيٽ ۾ ڪجهہ نہ هئي. آزاديءَ لاءِ تڙپ انسان ۾
ڪنوڻ جئن ڪجندي ۽ وچ وانگر وراڪا ڏيندي آهي. هو پنهنجي زندگيءَ کي
تہ تچ سمجهندو آهي، پر پوءِ بہ ٻاڻ ۾ ايتري سگهہ سمجهندو آهي جو پهاڙ
ترڻ تي ڪٽي سگهي ۽ سمنڊ اورانگهي وڃي. مان جڏهن ١٩٦٣ع ۾
جهانسيءَ مان لنگهيو هوس تہ اتان مٽي کڻي دعا گهُري هئي تہ منهنجيءَ
شاعريءَ کي بہ ايتري سگهہ نصيب ٿئي، جيتري جهانسيءَ جي راڻيءَ کي ان
وقت هئي، جڏهن هوءَ ١٠٢ ميل ساندهہ گهوڙي تي سواري ڪري ڪالپيءَ
وئي هئي.

"جهانسيءَ جي راڻي، راءُ صاحب، تانتيا، باندہ جو نواب، شاهہ پور ۽
باناپور جو راجا ۽ ڪجهہ ٻيا انقلابي ان وقت پنهنجيءَ پنهنجي فوج سميت
ڪالپيءَ ۾ موجود هيا. اِنهيءَ زبردست فوج لاءِ دشمن تي فتح حاصل ڪرڻ
مشڪل ڳالهہ نہ هئي، پر انقلابين ۾ اهڙو ڪوئي شخص نہ هو جو باقي ٻين
کي پنهنجي حڪم جي تابع رکي سگهي. راڻي سيني ڪان قابل هئي، پر هوءَ
عورت هئي ۽ هن جي عمر فقط ٢٢ سال هئي. تانتيا ٽوپي بهادر ۽ هوشيار
سپهہ سالار هو، پر هو هڪ معمولي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هو. قديمي خانداني
راجائن کي هڪ عورت يا معمولي خاندان ۾ پيدا ٿيل هڪ انسان هيٺان ڪم

ڪرڻ اُن وقت ايترو آسان ڪم نہ هو. اهو ساڳيو ئي نقص دهليءَ جي زوال جو بہ خاص سبب رهي چڪو هو. پوءِ بہ جهانسيءَ جي رائيءَ ڪجهہ فوج وٺي ڪالپيءَ کان ۴۲ ميل پري ڪنچ ڳوٺ پهتي. ڪنچ ڳوٺ ۾ سَرهِيو روز جي فوج سان وري هن جي فوج دوبدو ٿي. رهنمائن ۾ تفرقو ۽ بدانتظامي قائم رهي. ڪنهن بہ رائيءَ ڪي مرضيءَ موجب مدد نہ ڏني. نتيجو اهو ٿيو تہ ڪنچ ڳوٺ بہ انقلابين هارايو. مورخ مالي سن ڏاڍي سارام سان لکيو آهي تہ:

”شڪست کان پوءِ انقلابي فوج حيرت انگيز تنظيم سان ڪالپيءَ ڏانهن موٽي آئي. معلوم ٿئي ٿو تہ اها تنظيم اُن ۾ شڪست کانپوءِ پيدا ٿي هئي.“

سَرهِيو روز هاڻي ڪالپيءَ تي حملو ڪيو. جهانسيءَ جي رائيءَ پنهنجي شڪست کاڌل فوج کي وري اُتساهيو. ڏاڍي گهمسان جي جنگ ٿي. هڪ دفعي انگريز فوج کي سڄي طرف پنتي موٽڻو پيو. ڪمپنيءَ جا توبچي پنهنجون توبون ڇڏي ڀڄي ويا. جهانسيءَ جي رائي پنهنجي گهوڙي تي سڀني کان اڳ ۾ هئي. ان کانپوءِ خود سَرهِيو روز سڄي طرف کان مُڙي، جهانسيءَ جي رائي جي مقابلي لاءِ وڌيو. آخر ۾ سوڀ سِر هِيو روز جي ٿي. ۲۴ مئي ۱۸۵۸ع تي ڪمپنيءَ جي فوج ڪالپيءَ ۾ داخل ٿي وئي. ڪالپيءَ جي قلعي ۾ انگريزن کي ست سئو مڻ بارود ۽ بي شمار هٿيار ۽ ڏاڍو سامان هٿ آيو. جهانسيءَ جي رائي هاڻي بانده جي نواب ۽ راءُ صاحب سوڌو ٿوري فوج ساڻ ڪري ڪالپي ڇڏي نڪري وئي.

ان ۾ شڪ نہ آهي تہ سَرهِيو روز جو هيستائين ڪَشالا ڪاٽي هڪ هزار ميل سفر ڪري آيو هو، پهاڙ، جهنگ ۽ نديون پارڪيون هيائين، وَڏين وڏين فوجن کي آڻ مڃائي هيائين ۽ نربدا کان جمنا تائين علائقو ڪمپنيءَ لاءِ فتح ڪري چڪو هو. ڪمپنيءَ جي نهايت قابل ۽ بهادر سپهہ سالارن مان هو.

انقلابين وَٽ نہ هاڻي سامان هو، نہ ڍنگ جي فوج، نہ ڪوئي قلعو پوءِ بہ جهانسيءَ جي رائيءَ ۽ تانتيا توپي همت نہ

هاري. تانتيا ڳجهي رستي کان ڪالپيءَ مان نڪري گواليار پهتو. گواليار پهچي هُن مهاراجا سنڌيا جي فوج ۽ رعيت کي پنهنجي پاسي ڪيو ۽ نئين فوج سان پوئتي مُڙيو. جهانسيءَ جي رانيءَ راءُ صاحب کي پهريون گواليار فتح ڪرڻ جي صلاح ڏني، جيئن انقلابين کي وري هڪ نئون مرڪز ملي سگهي.

٢٨ مئي ١٨٥٨ع تي سڀ انقلابي رهنما گواليار جي سامهون پهچي ويا ۽ مهاراجا سنڌيا کي هيٺيون خط لکيائون:

"اسان توهان ڏانهن دوستيءَ لاءِ اچي رهيا آهيون. اسان جا (پيشوا سان) پراڻا ناتا ياد ڪيو. اسان کي اوهان مان مدد جي اُميد آهي، جيئن اسان ڏکڻ طرف وڌي سگهون."

جياجي راءِ سنڌيا هنن ڏانهن هٿ وڌائڻ بدران ١ جون ١٨٥٨ع تي پنهنجي فوج ۽ توبن سان هنن جي مقابلي لاءِ نڪتو. سنڌيا جي ارادي کي ڏسي جهانسيءَ جي رانيءَ ٽي سئو سوارن سميت هنن تي ڪاهه ڪئي، پر سنڌيا جي فوج تہ اڳيئي تانتيا توپي کي پنهنجي زبان ڏئي چڪي هئي. اها فوج پنهنجن آفيسرن سميت، انقلابين ڏانهن هلي آئي. گواليار جون توبون ٽڏيون ٿي ويون. جياجي راءُ ۽ هن جي وزير وِنڪر راءُ کي ميدان ڇڏي آگري ڀڄي وڃڻو پيو. گواليار جي رعيت خوشيءَ ۽ جوش سان انقلابين جو آڌر ڀاءُ ڪيو. گواليار جي فوج پيشوا نانا صاحب جي نمائندي، راءُ صاحب کي سلامي ڏني. سنڌيا جي وزيرِ ماليات اَمر چند ڀاٽيا سارو خزانو انقلابي رهنمائن جي حوالي ڪري ڇڏيو. ٣ جون ١٨٥٨ع تي ڦول باغ ۾ هڪ وڏي دربار ٿي. تمام جاگيردارن، سردارن ۽ اميرن پنهنجي پنهنجي جاءِ والاري، عرب، روهيلا، راجپوت ۽ مراٺا پلٽڻون پنهنجونورديون پائي دربار ۾ پهچي ويون. پيشوا جو شهر پناهہ ۽ ڪلغي راءُ صاحب جي مٿي تي رکيو ويو ۽ ساري دربار هن کي پيشوا تسليم ڪيو. هن جا وزير

به مقرر ڪيا ويا ۽ تانتيا ٽوپي هن جو خاص سپهه سالار مقرر ٿيو. ويهه لک رپيا فوج ۾ ورهايا ويا ۽ آخر ۾ ٽوپن جي سلامي ٿي.

ان طرح تانتيا ٽوپي، جانسي جي راڻي لڪشمي بائيءَ دهلي، ڪانپور ۽ لکنئو کي هڪ نئون ۽ زبردست مرڪز عطا ڪيو. لڪشمي بائيءَ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته هاڻي سڀ ڪجهه ڇڏي فوج کي تيار ڪري ميدان ۾ آندو وڃي. راءِ صاحب ۽ ٻين اڳواڻن راڻيءَ جي انهيءَ صلاح جي پرواهه نه ڪئي. قيمتي وقت دعوتن ۽ جلسن ۾ برباد ڪيو ويو. ايتري ۾ سَر هيو روز پنهنجي فوج سميت تيزيءَ سان گواليار تي ڪاهي آيو. هن مهاراجا سنڌيا کي پاڻ سان گڏ رکيو. لڪشمي بائي هڪ ڀيرو ٻيهر ڇڙوڇڙ فوج ۾ روح ڦوڪيو. ان خود شهر جي تنظيم ڪئي. ان جي اوڀر واري دروازي جي حفاظت جو بار پاڻ تي کنيو. لڪشمي بائيءَ سان گڏ هن جون ٻه سهيليون مندرا ۽ ڪاشي گهوڙن تي سوار هيون ۽ بهادريءَ سان هٿيار هلائي رهيون هيون. مشهور سپهه سالار جنرل سمٿ، لڪشميءَ بائيءَ جي مقابلي لاءِ اڳتي وڌيو. ڪيئي ڀيرا سمٿ جي فوج اوڀر واري ڦاٽڪ تي حملو ڪيو. پر هر ڀيري هن کي پٺتي هٽڻو پيو. ڪيئي ڀيرا ڦاٽڪ کان ٻاهر نڪري لڪشمي بائيءَ فوج تي حملو ڪيو ۽ ڪيترن ئي دشمنن کي ميدان ۾ ختم ڪري وَري اچي ڦاٽڪ سنڀاريو. ان طرح صبح شام گهوڙي تي سوار، لڪشمي بائي بجليءَ وانگر هيڏانهن کان هوڏانهن ويندي نظر آئي. آخر جنرل سمٿ کي اِن طرف ڪوشش ڇڏي پٺتي هٽڻو پيو. ١٧ جون تي ميدان لڪشمي بائيءَ جي هٿ ۾ رهيو. ١٨ جون تي جنرل سمٿ وڏيڪ فوج وٺي ساڳي ڦاٽڪ تي پهتو. ان ڏينهن ڪيئي طرفن کان انگريزي فوج گواليار جو گهيرو ڪيو. جنرل سمٿ سان گڏ هن جو سپهه سالار سَر هيو روز به راڻيءَ جي

مقابلي لاءِ اوپر ڦاٽڪ جي سامهون ڏنو ويو. پرهه جو جڏهن راڻي پنهنجين پنهي ساهيڙين سان شربت جو وٽو پي رهي هئي، هن کي خبر ملي ته ڪمپنيءَ جي فوج وڌندي ٿي اچي. هُن يڪدم شربت جو وٽو ڦٽي ڪيو ۽ پنهنجين ساهيڙين ساڻ اڳتي وڌي. هُن کي مرداڻي پوشاڪ پئي هئي ۽ هوءَ سر هيو روز جو بهادريءَ سان مقابلو ڪري رهي هئي. باقي انگريزي فوج ٻين انقلابي ٽولن کي چيريندي، راڻيءَ کي ويڙهي وئي. گواليار جون توبون ٽڏيون ٿي ويون گهٽي فوج ٽِتر بِتر ٿي وئي. فاتح انگري فوج چئني طرفن کان راڻيءَ جي ويجهو ٿيندي وئي. راڻي وٽ رڳو هُن جون ٻه ساهيڙيون ۽ ١٥ يا ٢٠ سوار رهجي ويا. راڻيءَ پنهنجي گهوڙي کي تيزيءَ سان ڊوڙايو ۽ دشمن کي چيريندي ٻي طرف انقلابي فوج سان ملڻ چاهيو. انگريز سوارن هن جو پيڇو ڪيو، پر راڻي تلوار سان سِرَ لٽيندي اڳتي وڌي. اوچتو هُن جي ساهيڙيءَ مندرا کي گولي لڳي وئي ۽ هوءَ گهوڙي تان ڪري، اُقت مري وئي. راڻي يڪدم مُڙي پنهنجيءَ تلوار سان ان گوري سُوار تي وار ڪيو، جنهن جي گولي مندرا کي لڳي هئي ۽ هن کي ٻه اڌ ڪري وڌو. راڻي وري اڳتي وڌي. سامهون هڪ ننڍي واهي پار ڪري وڃي ها ۽ انگريز راڻي کي پهچي نه سگهن ها، پر بدقسمتيءَ سان گهوڙو نئون هو، اهو ڇلانگ ڏيڻ بدران واهيءَ جي پاسي کان چڪر ڏيڻ لڳو. انگريز سوار راڻيءَ کي وڌيڪ ويجهو اچي ويا ۽ هوءَ چئني طرفان کان وڪوڙجي وئي. هوءَ ان وقت بلڪل اڪيلي هئي، پوءِ به هن سيني جو تلوار سان مقابلو ڪيو. ايتري ۾ هڪ سوار پٺيان اچي راڻيءَ تي وار ڪيو. هُن جي سِر جو سڄو پاسو الڳ ٿي ويو ۽ سڄي اک به ٻاهر نڪري آئي، پوءِ به هوءَ گهوڙي تي ويٺي رهي ۽ تلوار هلائيندي رهي. ايتري ۾ هڪ ٻيو وار راڻيءَ جي ڇاتيءَ تي ٿيو، مٿي ۽ ڇاتيءَ مان رت جو ڦوهارو نڪري آيو. بيهوش

ٿيندي ٿيندي راڻيءَ ان گوري سوار کي تلوار سان ٻه اڌ ڪري
ڇڏيو، جنهن هن تي سامهون وار ڪيو هو. راڻيءَ جو وفادار
نوڪر جو هن جي پرسان هو، هن کي هڪ ڪُٽيا ۾ گهلي
ويو، جتي کيس پاڻي ڏنو ويو پر گهڙي پل ۾ هوءَ هميشه لاءِ
ٿڌي ٿي وئي. هن جي آخري خواهش موجب گاهه جي چڪيا
ٺائي وئي، جنهن ۾ هن جي لاش کي جلايو ويو ۽ باقي
ڪجهه هڏيون رهجي ويون. هڏيون جي آزاديءَ جون شهنايون
هيون ۽ اجا تائين ڪنن ۾ ٻرنديون رهن ٿيون. اهڙيءَ طرح
جهانسيءَ جي راڻي ١٩ جون ١٨٥٨ع تي هي جهان ڇڏيو.

ان ڪان پوءِ بيگم حضرت محل وڏ ۾ وڏ بغاوت جو اعلان ڪيو ۽ ٻيا
ڪيئي واقعا ٿيا، جن جو طوالت جي خوف سبب هت ذڪر ڪونه ٿو ڪجي ۽
تحرير فقط تانتيا ٽوپيءَ جي انقلابي زندگي ۽ ڪرت ڪار تائين محدود رکي
ٿي وڃي، ڇو ته "ڪَٽين ڪَر موڙيا" ۾ فقط هَن جو ذڪر آيو آهي. اها
منهنجي زندگيءَ جي وڏي خواهش رهي آهي ته ١٨٥٧ع جي انقلاب تي
"دودي جي موت" وانگر آپيرا لکان، جنهن نظم ۾ سڀئي ڪردارپيش
ڪيان، جن ١٨٥٧ع جي انقلاب ۾ حصو ورتو هو. في الحال مان تانتيا ٽوپيءَ
جون آخري ڪوششون بيان ٿو ڪيان:

"تانتيا ٽوپي جي خاص سائين، نانا صاحب، بالا صاحب ۽ لڪشمي
بائيءَ (جهانسيءَ جي راڻيءَ) مان هاڻي ڪوئي به نه رهيو هو. انگريز
هندستان تي پنهنجا پير ڄمائي چڪا ها. خود تانتيا وٽ نه ڪائي ڍنگ جي
فوج هئي ۽ نه سامان، پوءِ به تانتيا آس نه ڇڏي، ٻيو هجي ها ته هَن جا ڍِڍر
ڍَرا ۽ وايون بتال ٿي وڃن ها. ٢٠ جون ١٨٥٨ع تي گواليار مان نڪري
تانتيا، راءِ صاحب، بانده جي نواب ۽ رهيل سَهيل سپاهين سميت نربدا ڏانهن
وڌڻ چاهيو. تانتيا جو مقصد نربدا پار ڪري پيشوا جي نالي تي ڏکڻ جي
راجائن ۽ رعايا کي جنگ لاءِ وري تيار ڪرڻ هو. ٢٢ جون تي انگريزي فوج
هن تي علي پور ۾ گهيرو ڪيو، پر هو بچي ويو. اُن وقت تانتيا جو مقصد
ڪيئن به نربدا کي پار ڪرڻ هيو ۽ انگريزن هن کي ائين ڪرڻ ڪان روڪڻ

چاهيو ٿي.

تانتيا سپ کان پهريون پرت پور ڏانهن ڏٺو. يڪدم تانتيا کي جهلڻ لاءِ انگريزي فوج پرت پور پهچي وئي. تانتيا مُڙي جئپور ڏانهن وڌيو. جئپور جي فوج ۽ رَعايا جو تانتيا لاءِ هيئون ڪُرڪيو ٿي. تانتيا انهن کي چوائي موڪليو تہ دل ڏاڍي ڪن ۽ ويڙهہ لاءِ سنيت ڪَن. انگريزن کي پتو پئجي ويو. هنن يڪدم نصيرآباد مان فوج جئپور ڏانهن موڪلي، انڪري تانتيا ڏکڻ ڏانهن مُڙيو. ڪرنل هرمس جي هيٺان هڪ فوج هُن جي ڪَڍ وئي. تانتيا انگري فوج کي گوهي ڏئي، ٽَونڪ پهچي ويو. ٽَونڪ جي نواب شهر جا در بند ڪري ڇڏيا ۽ پنهنجي ڪجهہ فوج، چار توبن سميت تانتيا جي مقابلي لاءِ موڪلي. فوج جيئن تانتيا جي سامهون آئي، هُن سان وجي گڏي ۽ اُن توبون تانتيا جي حوالي ڪري ڇڏيون. تانتيا توپي نئين فوج ۽ سامان سميت هاٿي اِندر ڳڙهہ ڏانهن وڌيو. مينهن جون اوڙڪون پئجي رهيون هيون. پٺيان هَرمس فوج سان تانتيا جي ڪڍ اچي رهيو هو. راجپوتانا جي طرف کان سپهہ سالار رابرٽس هيٺان هڪ فوج تانتيا تي حملي لاءِ اچي رهي هئي. چمبل ندي تانتيا جي سامهون هئي ۽ ڏنيءَ ڪنيءَ وهي رهي هئي. تانتيا ٽنهي کان بچي، بونديءَ ڏانهن وڌيو ۽ نيمچ، نصيرآباد جي صوبي ۾ ڀيل واڙا نالي ڳوٺ ۾ ڏاهو ڪيائين. اها خبر جيئن رابرٽس کي ملي، هن ٢ آگسٽ تي تانتيا تي حملو ڪيو. سارو ڏينهن جنگ هلي. رات جو تانتيا پنهنجي فوج ۽ توبن سميت اُدي پور رياست ۾ ڪوٺڙا ڳوٺ طرف نڪري ويو. ۴ آگسٽ تي وري انگريزن ڪوٺرا کي گهيرو ڪيو. جنگ ٿي، پر هن ڀيري تانتيا کي توبون ڇڏي پٺتي هٽڻو پيو. انگريزي فوج تانتيا جو لڳاتار پيڇو ڪندي رهي. تانتيا وري چمبل ڏانهن وڌيو. ان وقت هڪ انگريزي فوج تانتيا جي پٺيان پئي آئي، ٻي سڄي طرف کان ٿي آئي ۽ ٽين هن جي سامهون چمبل نديءَ جي ڪناري تي موجود هئي.

(مان جڏهن ١٩٦٣ع ۾ دهليءَ کان بمبئي ڪار رستي ويندي چمبل گهاٽيءَ مان لنگهيو هوس ۽ سچ تڪرين پٺيان پناهہ ورتي هئي ۽ رات سان پنهنجي آخرين جنگ وڙهي رهيو هو. تڏهن مون کي تانتيا توپي ڏاڍو ياد آيو

هو. تانتيا ٽوپي جو دنيا جو عظيم ترين سپهه سالار ۽ آزاديءَ جو پروانو هو. هڪ دفعو مان پنهنجي راءِ ٻيهر دهرايان ٿو تہ مونکي جهانسيءَ جي رائيءَ جي هڪ جهلڪ بہ جون آف آرڪ ۽ هسپانوي انقلابي لاپئنسارا ۾ بہ نہ ڏٺي آهي. نہ وري تانتيا ٽوپي جي چي گئويرا سان ڀيٽ ٿي سگهي ٿي. چي گئويرا تانتيا جي ڀيٽ ۾ هڪ ڇامڙو هيو.)

اهڙيءَ ونپڪڙ ۾ بہ تانتيا انگريزن کي لَمَ ڏئي ويو ۽ چمبل تائين پهچي ويو. عجبائتي ڦڙتيءَ سان، هو انگريزي فوج کان ڪجهہ پريان چمبل ندي پار ڪري ويو هو. هاڻي چمبل ندي تانتيا ۽ انگريزن جي وچ ۾ اچي وئي. پر تانتيا وٽ نہ رَسد هئي ۽ نہ توبون. تانتيا سڌو جهالرا پاٽن ڏانهن وڌيو. اُتان جو راجا فوج ۽ توبن سميت تانتيا تي حملي لاءِ نڪتو، پر جيئن ميدان ۾ پهتو، هن جي فوج ڪيس لت هڻي وڃي تانتيا سان ملي.

(اها ڳالهہ ڪيئي ڀيرا ٿي هئي. آزاديءَ لاءِ تڙپ ۾ چقمق واري ڪشش هئي.)

> هاڻي تانتيا کي سامان، رسد، فوج وغيره سڀ ڪجهہ ملي ويو. جڏهن هو جهالرا پاٽن طرف وڌي رهيو هو، تانتيا وٽ هڪ توب بہ نہ هئي، هاڻي وٽس ٢٢ توبون هيون. تانتيا جهالرا پاٽن جي راجا کان ڏنڊ ڏوهہ ۾ پندرنهن لک وصول ڪيا. پنج ڏينهن تانتيا اتي ترسيو. هن پنهنجيءَ فوج کي پگهارون ڏنيون. راءُ صاحب ۽ بانده جو نواب تانتيا ٽوپي سان گڏ هيا. تنهي ملي نربدا کي پار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انگريزن هنن کي روڪڻ لاءِ فوجن جو ڄار وڇايو هو، پر تانتيا کي هنن کي مُنهن ڏيڻ لاءِ ڪافي سامان ۽ هٿيار پنوهار هيا. هو هاڻي اندور ڏانهن وڌيو. ان وقت ڇهہ وڏا انگريز سپهہ سالار رابرٽس، هومس، پارڪ، مچيل، هوپ ۽ ڪوڪارٽ ڇهن پاسن کان تانتيا کي گهيرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا ها. ڪيئي ڀيرا تانتيا ٽوپي انگريزن کي نظر آيو هو، پر هر ڀيري هو هنن کان ترڪي ويو هو. نيٺ راءِ ڳڙهہ جي سامهون مِچيل جي فوج تانتيا تي اچي ڪڙڪي.

ٿوري لڙائيءَ ڪانپوءِ تانتيا ٽوپي ٽيهه توبون ميدان ۾ ڇڏي بچي نڪري ويو. رستي تي هڪ جاءِ تي هن کي چار وڏيڪ توبون مليون. ان بعد هو اُر طرف وڌيو ۽ سَنڌيا جي شهر عيسي ڳڙهه تي حملو ڪيائين ۽ اُتان اَٺ ٻيون به توبون هٿ ڪيائين. تانتيا کي سارو وقت اهو سوداءُ هو ته هو نربدا کيئن به پار ڪري ۽ انگريزي فوجن هن کي چئني طرفن کان گهيرو ڪري ائين ڪرڻ کان روڪڻ چاهيو ٿي. تانتيا جي اُن وقت سفر، چالن، فتحن ۽ شڪستن کي بيان ڪرڻ ناممڪن آهي. هڪ انگريزي مورخ لکيو آهي:

”ان ڪانپوءِ تانتيا جي بچي وڃڻ ۽ ڀڄي وڃڻ جو اهو تعجب خيز سلسلو شروع ٿئي ٿو، جو ڏهه مهينا جاري رهيو ۽ جنهن مان ائين پئي لڳو ته اسانجي سوپ بيڪار وئي هئي. اِن سلسلي سبب تانتيا جو نالو ساري يورپ ۾ اسانجي انگريز سپهه سالارن جي بنسبت زياده مشهور ٿي ويو هو. تانتيا جي اڳيان مسئلو آسان نه هو. هن کي پنهنجي غير منظم فوج کي لڳاتار ايتريءَ تيز رفتاريءَ سان وٺي وڃڻو ٿي پيو، جو نه رڳو هن جو پيڇو ڪندڙ فوجون، پر اهي فوجون جي هُن جي سڄي ۽ کاٻي پاسي هيون، هَٿ ملينديون رهجي ٿي ويون. هڪ طرف هو ديواني وانگر پيچ پيچان ۾ هيو، ٻي طرف هو هڪ درجن شهرن تي قبضو ڪندو ٿي ويو ۽ پاڻ سان نئون سامان گڏ ڪندو هيڏانهن هوڏانهن نيون توبون هٿ ڪندو ۽ ان ڪانسواءِ پنهنجيءَ فوج لاءِ نوان رضاڪار رنگروٽ ڀرتي ڪندو ٿي ويو، جن کي سٺ ميل روزانو پيچ ڊوڙ ڪرڻي پوندي هئي. تانتيا جا ذريعا ايترا ٿورا هيا ۽ پوءِ به هن ايترو ڪجهه ڪري ڏيکاريو جو ان کان انڪار ئي نٿو ڪري سگهجي ته هن جي قابليت غيرمعمولي هُئي. هو حيدر علي جي پائيءَ جو مڙس هو. چيو وڃي ٿو ته تانتيا ناگپور مان ٿي، مدراس وڃڻ چاهيو ٿي. جيڪڏهن هو سچ پچ مدراس پهچي

ها تہ اسان لاءِ ايترو ئي خطرناڪ ثابت ٿئي ها، جيترو حيدر علي ٿيو هو. نربدا هُن لاءِ ائين رڪاوٽ ثابت ٿي جيئن انگلش چئنل نئپولين لاءِ. انگريزي فوج پهريون ايترو آهستي هلندي هئي، چئنل انگلينڊ تي حملہ آوارن لاءِ هئي. ڪرنل پارڪ ۽ ڪرنل نيپئر جا سفر ايترائي تيز ها جيترا تانتيا جا. پوءِ بہ تانتيا واري واري سان بچي نڪري ويو. ساريون گرميون پوريون ٿي ويون، برساتيون پوريون ٿي ويون، سرديون پوريون ٿي ويون وري پهر گرمي پوري ٿي وئي، پر تانتيا اڃا وچي رهيو هو. ان ڪان پوءِ تانتيا پنهنجي فوج کي بہ اڌ ڪيو. اڌ فوج جو پنهنجي هيٺان رکيائين ۽ بيو اڌ راءِ صاحب جي. بئي دستا ٻن طرفان ڪان اڳتي وڌيا. انگريزن سان ڪيئي لڙايون ڪيائون ۽ وري للت پور ۾ اچي ڪٺا ٿيا. اُتي ڏکڻ ۾ مِچيل جي فوج، اوبر ۾ ڪرنل ليڊيل جي فوج، اتر ۾ ڪرنل ميڊ جي فوج، اولهہ ۾ ڪرنل پارڪ جي فوج ۽ چمبل طرف جنرل رابرٽس هيٺان هڪ فوج هئي. پنجن ئي طرفن ڪان انگريززن جي فوج تانتيا جو گهيرو ڪيو. تانتيا هاڻي انگريز فوج کي ڏوڪي ڏيڻ لاءِ ڏکڻ جو سفر ڇڏي، تيزيءَ سان اتر طرف وڌڻ لڳو. انگريزن سمجهيو تہ تانتيا ڏکڻ ڏانهن وڃڻ جو خيال ڇڏي ڏنو آهي، پر تانتيا تيزيءَ سان مُڙيو نربدا ندي پار ڪيائين. ڪجوريءَ ۾ انگريزن سان جنگ ڪيائين ۽ اتان راءِ ڳڙهہ ويو ۽ پوءِ سڌو تير وانگر دکن جي طرف ڏوڪيائين. انگريز هن جون چالون ڏسي وائڙا ٿي ويا. جنرل پارڪ هڪ طرف ڏوڪيو، مِچيل پنيان ڏوڪيو ۽ بيچر تانتيا جي سامهون وڌيو، پر تانتيا پنهنجي فوج سميت نربدا پهچي ويو ۽ هوشنگ آباد جي ويجهو دنيا جي وڏي ۾ وڏن جنگي ماهرن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيائين ۽ نربدا پارڪري ويو. مورخ مالي سين لکي ٿو:

”جنهن مضبوطيءَ ۽ استقلال سان تانتيا پنهنجي تجويز

توڙ تائين رسائي، ان جي تعريف نہ ڪرڻ ناممڪن آهي."

"لنڊن ٽائيمز" جي خاطوءَ لکيو:

"اسان جو نهايت حيرت انگيز دوست تانتيا ٽوپي ايتري تڪليف ڏيندڙ ۽ چالاڪ دشمن آهي جو هُن جي تعريف ٿِي نہ ٿي سگهي. اڳين جون جي مهيني کان هن وِچ-هند ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو آهي. هن اسانجي جاين کي ڇيٽاڙي ڇڏيو آهي، خزانا ڦُريا آهن ۽ اسانجون مئگزينون خالي ڪري ڇڏيون اٿائين. هن فوجون ڪَنيون ڪيون آهن، لڙايون لڙيون آهن ۽ هار کاڌي آهي. هندستاني راجائن کان توبون کسيون اٿس، اُهي توبون کسائي وري هَٿ ڪيون اٿس ۽ وري انهن تان هٿ ڌوتا اٿائين. هن جو سفر بجليءَ وانگر تيز آهي. ڪيئي هفتا سانده، هو هر روز تيهہ تيهہ، چاليهہ چاليهہ ميل ٿو هلي. ڪڏهن نربدا جي هِن پار آهي تہ ڪڏهن هُن پار. اسان جي فوجي دستن کان بچي نڪري وڃي ٿو. ڪڏهن پٺيان تہ ڪڏهن اڳيان، ڪڏهن پهاڙين تان، ڪڏهن ندين مان، ڪڏهن ماترين مان، ڪڏهن ڏيٺن مان، ڪڏهن اڳتي آهي، ڪڏهن پٺتي آهي، ڪڏهن هڪ طرف آهي تہ ڪڏهن ڦيرو ڏئي اچي ٿو. اجا هو هٿ نہ آيو آهي."

آخر ۾ آڪٽوبر ١٨٥٨ع ۾ تانتيا پنهنجي فوج سميت، راءُ صاحب ۽ بانده جي نواب کي ساڻ ڪري، ناڳپور جي ويجهو پهچي ويو. لارڊ ڪيننگ ۽ هُن جا ساٿي گهبرائجي ويا. مالي سين لکيو آهي:

"جنهن ماڻهوءَ کي مهاراشٽرا، پيشوا ڪري مڃيندي هئي، ان جو پاڻيجو فوج سميت مهاراشٽرا جي ڌرتيءَ تي پهچي ويو. نظام اسان جو وفادار هيو. پر وقت ڏاڍو نازڪ هيو. ان کان پهريون بہ اهڙا مثال ٿي چڪا ها تہ جيڪڏهن ڪنهن راجا پنهنجي قوم جي جذبن کي نہ ليکيو هو تہ قوم ان راجا جي خلاف بغاوت ڪئي هئي. اسان کي اهو پَڪ هيو تہ

ڪٿي تانتيا جي فوج ساري مهاراشٽرا کي اسانجي خلاف هٿيار ڏئي، ڀڙڪائي نه وجهي. ائين نه ٿئي ته سارو مهاراشٽرا وديشين خلاف هٿيار کڻي ۽ اُن کي ڏسي ڏکڻ (نظام جو علائقو) به اُٿي پوي!"

جيڪڏهن اهو واقعو هڪ سال اڳي ٿي ها ته ممڪن هو ته هندستان جي تاريخ ٻيو رُخ وٺي ها پر گذريل سال ۾ هندستانين جون وايون وِلهڙيون ٿي ويون. اَر ۾ جنهن تانتيا وٽ ماٺهو خوشيءَ سان رسد پهچائيندا ها، تنهن وٽ ناگپور ۾ مهاراشٽرا جا ماڻهو اچڻ کان به وَنءُ ٿي ويا. تانتيا جي فوج اُتي ڪجهه ڏينهن ترسي ته انگريز جي فوج هن کي گهيرو ڪري وئي. تانتيا جي اُتر ۽ ڏکڻ کان انگريزن جون فوجون هيون. ناگپور مان تانتيا کي ڪائي مدد نه ملي. لاچار هو ٻڙودي ڏانهن وڌيو. نربدا جي گهاٽ تي ٻنهي پاسي انگريزي فوجون ڳاهٽ ٿيون هيون. تانتيا وڌيو ته ميجر سنڊر لئنڊ جي فوج جو هن سان ٽڪر ٿيو تانتيا فوج کي حڪم ڏنو ته ٽوبون ڇڏي نربدا ۾ ٽپي پون. تانتيا جي فوج اڪيوٽ ۾ نربدا پار ڪري ڏيکاري. مالي سين لکيو آهي:

"دنيا جي ڪنهن به فوج اِيتريءَ تيزيءَ سان ڪُوچ نه ڪيو هو، جيتري تيزيءَ سان تانتيا جي فوج ڪري ڏيکاريو."

تانتيا پوءِ راج پور پهتو ۽ اُتان جي سردار کان ڪجهه رپيا ۽ گهوڙا ورتائين. ٻئي ڏينهن تي اُدي پور پهتو. ٻڙودو اتان پنجاهه ميل هو. فوج کي ٻڙودي جو خيال دل تان لاهڻو پيو. نيڪ انهيءَ وقت بانده جي نواب راڻي وڪٽوريا جي اعلان تي هٿيار ڦٽا ڪيا. تانتيا ۽ راءُ صاحب اڪيلا رهجي ويا. مالي سين لکي ٿو:

"پر اهي ٻئي رهنما انهيءَ سخت مصيبت ۾ به ايترو پرسُڪون، بهادر ۽ هوشيار هيا جيترا هو ڀهرين رهي چُڪا ها."

تانتيا هاٿي اُدي پور (ميواڙ) ڏانهن وڌيو. يڪدم ڪيئي انگريزي فوجن هُن تي جُلهه ڪئي. هو مڙئي، جهنگ ۾ پيهي ويو. هاٿي تانتيا جو بچڻ محال ٿي لڳو. هڪ ڏينهن اتڪل چئين وڳي شام جو پرتاب ڳڙهه وٽ ميجر راڪ جي فوج کي شڪست ڏئي، نڪري ويو. ٢٥ سيپٽمبر ١٨٥٨ع تي تانتيا بانس واڙي جي جهنگ مان نڪتو. ٺيڪ انهيءَ وقت دهليءَ جي شاهي خاندان جو مشهور شهزادو فيروز شاهه فوج سميت جمنا ۽ گنگا کي پارڪري، تانتيا جي مدد لاءِ اچي رهيو هو. (فيروز شاهه اڳ ئي اوڌ ۾ وڙهي چُڪو هو.)

انهيءَ ملاقات جي ڪهاڻي به نهايت دلچسپ آهي. ١٣ جنوري ١٨٥٩ع ۾ اندر ڳڙهه ۾ فيروز شاهه، تانتيا ۽ راءِ صاحب جي ملاقات ٿي. سنڌيا جو هڪ سردار مان سنگهه به انهن سان اچي گڏيو. پر اُن وقت وري تانتيا تي چئني طرفن کان گهيرو وڌي ويو هو. نيپيئر هن جي اتر ۾ هيو، شاورس ڏکڻ ۾ سمرسيٽ اوڀر ۾، سِمٿ ڏکڻ -اولهه ۾، مچيل ۽ بين سن ڏکڻ ۾، نونر ڏکڻ-الوهه ۾. اهي سڀ تانتيا تي گهيرو سوڙهو ڪندا ٿي ويا. تانتيا وڙهندي وڙهندي ديواس پهتو. ١٦ جنوريءَ تي تانتيا، راءِ صاحب ۽ فيروز شاهه تنبوءَ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا ها ته اوچتو ڪنهن انگريز آفيسر جو هٿ تانتيا جي چيلهه ۾ پيو ۽ انگريز سپاهي تنبوءَ تي اچي ڪڙڪيا. معلوم ٿيو ته تانتيا کي پڪڙيو ويو آهي، پر اچانڪ اهي ٽئي اڪواڻ ڪسڪي ويا ۽ چئني طرفن تلاش ڪئي وئي، پر هن جو پتو نه پيو. ٢١ جنوريءَ تي اِهي ٽئي شڪرجيءَ ۾ نظر آيا. انگريز فوج اُنهن کي گهيرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. تانتيا جون هاٿي اُميدون ٽٽي چڪيون هيون. هُن جو لڳَ لڳَ چورُ چورُ ٿي پيو هو ۽ هو مان سنگهه وٽ جهنگ ۾ لڪل هو. تانتيا فيروز شاهه ۽ راءِ صاحب کي فوج سان گڏ ڇڏيو هو. ۽ پاڻ ٿي ماٺهو وٺي مان

سنگهہ وٽ ويو. مان سنگهہ اُن وقت انگريزن سان مليل چڪو هو ۽ هُن کي جاگير ڏيڻ جو عهد ڪيو ويو هو. فيروز شاهہ کي تانتيا واپس گهرائڻ چاهيو، پر مان سنگهہ هُر کي روڪيو. اڌ رات جو تانتيا گهريءَ ننڊ ۾ الوٽ هو، مان سنگهہ هُن کي انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو."

غداري واقعي ڪنهن جي مَنهن تي لکيل نہ هوندي آهي، غدار کي پنهنجيءَ تسليءَ لاءِ سَوَ بهانا هوندا آهن. هو نہ رڳو ٻين اڳيان پر پنهنجي اندر ۾ بہ پاڻ کي گامون سچار ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اهڙي ڪا سِراڻ نہ آهي، جنهن تي غدار جو ضمير ٽِڪو ٽي سگهي.

١٨ اپريل ١٨٥٩ع تي تانتيا توپي جي ڦاسيءَ جو ڏينهن مقرر ٿيو. چئني طرف فوج جو پهرو هو. انگريز زنجيرن ۾ جڪڙيل شينهن جي پاڇي کان بہ ڇرڪي رهيا ها. مون تانتيا توپي جي پوئين تصوير ڏٺي آهي. مٿي ۽ ڏاڙهيءَ جا وار وڌيل، منهن تي نراسائي، اکين ۾ صدمن جو ٿڪ، نِستو، رَت پوڙتو، پل هيڻ"، هٿن ۾ هٿڪڙيون ۽ پيرن ۾ پير ڪڙيون، ڌرتيءَ تي ويهي هيٺ گهوري رهيو آهي. ڄڻ سوچي رهيو آهي تہ هيٺ ڇا آهي؟ تاريخ جي ڪتابن ۾ لکيو ويو آهي تہ فوج چوڌاري ڌڙن تي بندوقون تاڻي بيٺي، ڳوٺن جا هزارين ماڻهو پنهنجن نگاهن سان هن جا پير چمي رهيا ها.. تانتيا صبر ۽ همت سان ڦاسيءَ جي تختي تي چڙهيو. هن جون پيڙيون ڪٽيون ويون. تانتيا مُرڪندي پنهنجن هٿن سان ڦاسيءَ جو ڦندو ڳچيءَ ۾ وڌو، تختو ڇڪيو ويو. شام تائين تانتيا جو ڌڙ ڦاسيءَ جي رسيءَ ۾ لٽڪندو رهيو. سج جُهڪي هُنجا پير چُميا ۽ وري هن جي مُنهن ڏانهن اکيون کڻي نہ سگهيو. يورپين تماشائين ڏکي تانتيا جي مٿي مان ہہ ہہ، چار چار وار پٽيا ۽ بهادر تانتيا جي يادگار طور پاڻ وٽ رکيا.

مون کي ياد ٿو اچي تہ مان انگلنڊ جي ڪرامويل اسپتال ۾ لٿل هوس تہ هڪ انگريز شاعر مون وٽ هڪ سنڌي دوست سان گڏجي آيو هو. شاعري جي باري ۾ ڳالهائيندي هن مون کان پڇيو:

"ڇا تو لورڪا کي پڙهيو آهي؟ ڏسڻ ۾ تہ تون هن کان ڪافي متاثر ٿو لڳين!"

”هسپانوي تہ مان نہ ڄاڻان، هُن جو انگريزي ترجمو ٻہ چار ڀيرا پڙهيو اٿم.“ مون جواب ڏنو. هن چيو تہ ”مان توکي هن جو هڪ نظم ٻڌايانءِ جو ترجمي ۾ شامل نہ آهي.“

پوءِ هن مونکي لورڪا جو هيٺيون نظم ٻڌايو:

”جي مان مري وڃان تہ بالڪني کولي ڇڏجانءِ!
”ننڍڙو ڇوڪرو نارنگيون کائي رهيو آهي،
”(مان بالڪنيءَ مان هُن کي ڏسي سگهان ٿو)
”هاري ڪڻڪ لڻي رهيو آهي،
”(مان بالڪنيءَ مان هن کي ٻُڌي ٿو سگهان)
”جي مان مري وڃان
”بالڪني کُليل ڇڏجانءِ.“

مان تانتيا ٽوپي تي هيءَ تحرير لکي سوچي رهيو آهيان تہ جي مان جهانسيءَ جي رائيءَ ۽ تانتيا ٽوپي تي هاڻي بالڪني کوليان تہ ڇا هُو ٻاهر پنهنجي آزاد ڌرتيءَ کي ڏسڻ چاهيندا يا هڪ نظر ڏسي پاڻ ئي بالڪني بند ڪري ڇڏيندا؟ آخر ٻاهر ڏسڻ جهڙو ڇا رهيو آهي؟

# گستاف ڪوربيت

هو ١٨١٩ع ۾ فرانس ۾ ڄائو هو ۽ ١٨٧٧ع ۾ گذاري ويو. چاليهي واري ڏهاڪي ۾ هُو آرٽ ۾ حقيقت نگاريءَ جي تحريڪِ آزاديءَ سان سچ جي اظهار جو اڳواڻ هو. هو هڪ هاريءَ جو پُٽ هو. هن جي پيءُ جي مرضي هئي تہ هو قانون جو مطالعو ڪري، پر پئرس پهچڻ ڪانپوءِ هن هر ڳالهہ ڪي لت هڻي ڇڏي ۽ فقط مصوريءَ جي ڪڍ پيو. هو جمهوريت پسند هو ۽ محنت ڪش طبقي لاءِ هن ڪي بيحد محبت هئي ۽ هن پنهنجي مصوّري لاءِ موضوع عوامي زندگيءَ مان ڪنيا. پيو تہ هُو چوندو هو: "مصوّري انسان ڪي نظر جي دين آهي ۽ انڪري هن ڪي اهي شيون پنهنجن تصويرن ۾ آڻڻ گهرجن، جي هُو ڏسي سگهي."

انڪري هو رومانيت جو ائين مخالف هو جيئن رومانيت پسند پنهنجي دؤر ۾ ڪلاسيڪيت جا مخالف ها. هو ڏاڍو اُتساهي ۽ گنڀير هو. ڪوربيت خيال ۽ وهمي واقعن ڪي نظمن ۽ تصويرن ۾ آڻڻ هوڙيائي ۽ هلڪائي سمجهندو هو. هن جي اها ڳالهہ اُنهيءَ مان واضح آهي، جو جڏهن هڪ سرپرست ڪائنس اِها تقاضا ڪئي تہ: "هڪ ديول ۾ هو فرشتن جون تصويرون ڪڍي." تڏهن هن جواب ۾ چيو: " فرشتا؟ پر مون تہ فرشتا ڏٺا ئي ناهن. مون جو ڪجهہ ڏٺو ناهي، اُن جي تصوير ڪيئي ڪونہ

سگهندو آهيان."

١٨٤٨ع جي انقلاب ڪانپوءِ هن جي تصوير سازي جي طرز ڪي عارضي ڪاميابي حاصل ٿي. هن جي تصويرن "ڪَڪرالو ڪٽيندڙ" ۽ "اور نانس (فرانس ۾ هڪ شهر جو نالو) ۾ جنازو"، ڏاڍو ٿرٿلو مچايو ۽ انهن کي پوائنٽيءَ حد تائين ساميوادي سمجهيو ويو. "اور نانس ۾ جنازو" نئين نسل ۾ ڏاڍو پسند ڪيو ويو. مون خود اها تصوير ڏٺي آهي. اها سچائي جي ڏس ۾ هڪ سنگِ ميل آهي. ان تصوير ۾ هر شڪل پادريءَ ڪان وٺي سوڳوارن تائين، گورڪَن ڪان ڪُتي تائين ايتريءَ سچائيءَ ۽ سگهاري پڻي سان ڪڍي وئي آهي، جو اها جيئري جاڳندي ٿي لڳي. ڪوربيت پهريون جديد مصور هو، جنهن اڳليءَ جي ڪلاسيڪي روايت سان ناتو ٽوڙيو ۽ وائڪيءَ حقيقت نگاري ڏانهن رُخ رکيو.

١٨٥٥ع ۾ ڪوربيت هڪ تصوير ڪڍي جنهن ۾ ڪئنواس تي هڪ پاسي پينو، مزدور، واپاري، پادري، چورچڪار ۽ گورڪن هئا تہ ٻئي پاسي هن جا دوست ها، جن ۾ پروڌان ۽ بودليئر بہ هُئا ۽ پنهي ٽولن جي وچ تي هوَ پاڻ هو ۽ چڻ اورنانس جي تصوير ڪڍي رهيو هو. نيپولين ٽين جي زماني ۾ ڪوربيت اختياريءَ وارن تي ڪاوڙ جي پيو هو، پوءِ اهي سياست تي اختيار رکندا ها يا فن تي. سياست وارا هن تي انڪري مچريا جو هن جا موضوع انقلابي ها ۽ فن وارا انڪري مچريا جو هن جي طرز اطالوي هجڻ بدران ڊچ يا هسپانوي هئي. ان جي باوجود چاڪاڻ جو هو حقيقت پسنديءَ جو اڳواڻ هو، هن کي فوجي عزت افزائي آڇي وئي جا هُن ٺڪرائي ڇڏي ۽ جڏهن ١٨٧١ع ۾ پئرس ڪميون بغاوت ڪئي تڏهن هن اُن ۾ نمايان بهرو ورتو ۽ فنونِ لطيفہ جي ڪميشن جو پريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو. جيئن تہ پئرس ڪميون تي قهر ۽ غضب جو جذبو حاوي هو تہ ڪوربيت لوُور (Louver) جا شهپارا اُن ڪان بچائي ورتا ۽ فتح جي وَنگ (Arch of Triumph) جو بہ نقصان ٿيڻ نہ ڏنو. پر پوءِ جڏهن ڪميون کي چيپاٽيو ويو، تہ ڪوربيت جون نيڪيون تہ وسري ويون، اُنلو هن تي عتاب نازل ٿيو ۽ هن کي گرفتار ڪري ڇهہ مهينا سزا ڏني وئي ۽ چار لک فرانڪ ڏنڊ وڌو ويو. ان ڳالهہ هن کي ڏوڏي وڌو ۽ جڏهن هو فرانس جي سرحد ٽپي ويو تہ هن جي صحت جواب ڏئي چڪي هئي.

هو ١٨٧٧ع ۾ مري ويو. هاڻي ڪوربيت جون ساڪت زندگيءَ ۽ فطري نظارن واريون تصويرون اهم ليکيون وڃن ٿيون.

# مائوزي تُنگ

(۱۸۹۳ع کان ۱۹۷٦ع تائين)

ذوالفقار علي ڀٽو، مائوزي تنگ جو ايترو مداح هو، جو مون سندس ۷۰ ڪلفٽن واري بنگلي ۾ هن جي خاص ڪمري ۾ فقط ٻه تصويرون ڏٺيون هيون. هڪ شاهه ايران جي هن جي دستخط سان ۽ ٻي مائوزي تنگ جي دستخط سميت. مائوزي تنگ تي سنڌيءَ ۾ اڳيئي ڪتاب لکيل آهي، انڪري مان مائوءَ جي زندگيءَ جا واقعات دهرائڻ نٿو چاهيان. مائوءَ ۾ عزم همت واقعي هئي، پر اُها چنگيز خان ۽ تيمور لنگ ۾ به هئي. هُن جو "ڳاڙهو ڪتاب" عقل جو کهڙو ذخيرو آهي، اُن تي اطالوي ناول نويس البرٽو موريويا جو "ڳاڙهي ڪتاب" تي لکيل طنزيه ڪتاب مطالعي جي قابل آهي. مان فقط اوريانا فلاچيءَ کي چين جي موجوده حڪمران ڊينگ زيائو پنگ جي ڏنل انٽرويو جو ترجمو هتي ڏيان ٿو، جو منهنجي نظر ۾ سنڌي پڙهندڙن جي معلومات لاءِ ضروري آهي. ڊينگ زيائو پنگ بيجنگ ۾ جمهوريت پسند عوام جي قتل عام ۽ چين تي آمريت مسلط ڪرڻ، تبت جي ثقافتي تباهيءَ، آمريڪا جي اڳيان ڪاسه ليسيءَ ۽ فئنگ لزيءَ جهڙن دانشورن جي فرار لاءِ ذميوار آهي.

ٿورا سال اڳ ڪلفٽن تي جمالستان ڪتاب گهر لڳ چيني ڪتابن جي نمائش ٿي هئي. ٻين ڪيترن ئي ڪتابن سان گڏ مون ڊينگ پيائو چنگ جا

"چونڊ ڪتاب" نالي هڪ ڪتاب به ورتو. اِهي ڪتاب پڙهي مون کي حيرت آئي ته هائوڪو چين اُن چين کان ڪيترو مختلف تي ويو آهي جو اسان اڳيان اسان جا دانشور پيش ڪري چُڪا آهن. اِهي سڀ ڪتاب گهڻو ڪري "فارين لئنگويجز پريس بيجنگ" جا چين ۾ ڇپايل آهن. ڊينگ جو "چونڊ ڪتاب" پڙهندي مون اوريانا فلاچيءَ جو ڊينگ کان ورتل انٽرويو به ان ڪتاب ۾ پڙهيو هو، جو جولاءِ ١٩٨٣ع ۾ بيجنگ ۾ ڇپيو هو. مون اڳ به اوريانا فلاچيءَ جا ڀُٽي (ذوالفقار علي) ۽ ٻين کان ورتل انٽرويو پڙهيا ها ۽ هُن جو پنهنجي محبوب تي (جو پنهنجي دؤر جو عظيم شاعر به هو) سوانح حيات وانگر لکيل ناول 'The Man' به پڙهيو هو. ٻئي ڪتاب مون کي ڏاڍا وڻيا ها.

ڊينگ کان ورتل انٽرويو ڪانپوءِ جو تاءِ نان مين اسڪوائر ۾ جمهوريت پسند طبقي جو ڪوس ٿيو . فئنگ لزي وغيره دانشورن تي ڪارروائي ڪئي وئي، ان جا دها مون تي اگ ئي پوندا ها ۽ اهڙو ذڪر مان پنهنجي ڪتاب "ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون" ۾ ڪري چڪو آهيان. هيٺيون انٽرويو جو صفحي ٣٢٦ تي ڇپيل آهي، مائو ازم ۽ ان جي آندل جُڙتو انقلاب جي عڪاسي ڪري ٿو، ان ڪري ڏئي رهيو آهيان ته جيئن سنڌ جو نئون نسل ، انهيءَ ڪلِ مان نڪري اچي، جنهن ۾ ان کي انڌيءَ گهوڙيءَ وانگر ڏِڪيو ويو آهي ۽ پنهنجي نيتاري لاءِ ٻيهر سوچي.

**انٽرويو**

***اوريانا فلاچي: تاءِ نان مين شاهي دروازي تي مائوءَ جي تصوير برقرار رکي ويندي؟***

**ڊينگ زيائو پنگ:** هائو. هميشه لاءِ. ماضيءَ ۾ چيئرمين مائوءَ جون تمام گهڻيون تصويرون هيون. اهي جتي ڪٿي هيون. اهو مناسب نه هيو ۽ اها ڳالهه چيئرمين مائوءَ جي ڪائي عزت نه تي ڏيکاري. اهو درست آهي ته هُن (مائوءَ) ڪنهن دؤر ۾ ڪيئي غلطيون ڪيون، پر آخر هو چيني ڪميونسٽ ۽ چين جي عوامي رياست جو اهم بنياد وجهندڙ د . هن جي عيب ثواب جو ڪاٿو ڪٿڻ وقت، اسان اهو فيصلو ڪيون ٿا ته هن جي غلطين جي ثانوي حيثيت هئي. جيڪي هن چيني عوام لاءِ ڪيو، سو اَمٽ آهي. اسان چيني، پنهنجين دلين ۾ هُن کي پارٽيءَ ۽ رياست جو باني سمجهي ٻائيندا رهنداسين.

***سوال: اسان مغرب جا ماڻهو ڪيئي ڳالهيون سمجهي نٿا سگهون. سيني غلطين جو الزام چئن جي ٽولي (Gang of four) تي هنيو ٿو وڃي. مون ٻڌو آهي ته جڏهن چيني "چئن جي ٽولي" جي ڳالهه ڪن ٿا ته پنهنجي آڱريون اپيون ڪَن ٿا؟***

جواب: اسان کي چيئرمين جي غلطين ۽ لِن بيائو (مائوءَ جي پوئين زال) ۽ "چئن جي ٽولي" جي ڏوهن ۾ فرق ڪرڻ گهرجي. چيئرمين مائوءَ چڱيون ڳالهيون ڪيون. ڪيئي ڀيرا هُن پارٽيءَ ۽ حڪومت کي بحران کان بچايو. هن ڪانسواءِ، چين جا ماڻهو ڀيو نہ، تہ بہ اوندهہ ۾ ٽاڪوڙا هڻندا رهن ها. چيئرمين مائوءَ جي وڏي ۾ وڏي معاونت اها هئي تہ هُن مارڪسزم-لينن ازم جا اصول چيني انقلاب جي عملي ڪِرت ڪار ۾ شامل ڪيا ها ۽ سَوات ڏانهن ويندڙ واٽ ڏيکاري هيائين. اهو چوڻ گهرجي تہ سٺ سال کان اڳ يا پنجاهہ جي ڀڄاڙيءَ ۾ هن جي فڪر اسان کي فتح سان همڪنار ڪيو هو ۽ هن جا بنيادي اصول بلڪل صحيح هئا. هن چيني انقلاب جي هر پهلوءَ ۾ مارڪسيت-لينينيت کي تخليقي طور استعمال ڪيو هو ۽ هن کي فلسفي، سياسي سائنس، ملٽري سائنس، ادب ۽ آرٽ وغيره تي تخليقي رايا هئا. بدبختيءَ ۾ پنهنجي زندگي جي شام ۾، خاص طور ثقافتي انقلاب واري دور ۾ هُن غلطيون ڪيون ۽ اهي ڪي معمولي غلطيون نہ هيون ۽ انهن غلطين اسان جي پارٽيءَ رياست ۽ اسان جي ماڻهن تي مصيبتون آنديون. جيئن توکي معلوم آهي. نيان وارن ڏينهن ۾ اسان چيئرمين مائوءَ جا خيال انهيءَ ڪري جدا جدا پس منظر ۾ سَموهيا ۽ سهيڙيا، ڇوتہ اسان هن جي خيال سان ڇهتيا پيا هياسين. ائين برابر آهي تہ مائوزي تنگ جو خيال فقط ڪامريڊ مائوءَ پيدا ڪيو هو. پراڻي نسل جي ٻين انقلابين بہ اُن کي ٺاهيو هو ۽ ترقي ونائي هُئي ۽ بنيادي طرح اُن ۾ ڪامريڊ مائوءَ جو تفڪر آهي، پر پوءِ بہ فتح هن جي دوراند يشيءَ کي گهٽائي ڇڏيو ۽ هو ساڳو ماڻهو نہ رهيو. نتيجو اهو ٿيو تہ هن جي پوئين سالن ۾ ڪجهہ نامعقول قياس آرايون ۽ اهي رَوشون جي ٺڪي ٺوڪي نہ ڏنيون ويون هيون، خاص ڪري جي ڪابي پاسي واريون هيون ظهور پذير ٿيون. اهڙيون ڪيئي ڳالهيون ٿيون، جن ۾ هو پنهنجي فڪر جي برخلاف ويو، انهن عمدين ۽ ٺيڪ ٺاڪ رٿن جي برخلاف، جي هن پاڻ پيش

ڪيون هيون، ان طريقي ڪار ۾ ڏنگ ڏؤل جي برخلاف، جنهن جو هن پهريائين پاسو ڪنيو هو. ان وقت هن ۾ حقيقت جي لغار نہ رهي. هِن جو ڪارڪرت جو نمونو درست نہ هيو. هن ڪهڙي ڪَرتيءَ ۾ جمهوري مرڪزيت تي عمل نہ ڪيو، مثال طور هو عوامِي ڏس ۾ نہ هليو ۽ هو پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ پنهنجن خيالن کي ادارن جي صورت ۾ بدلائي نہ سگهيو. اها غلطي فقط ڪامريڊ مائوزي تنگ جي نہ هئي، پيا پراڻي نسل جا انقلابي، مون سوڏا بہ اِن ڳالهہ جا ذميوار هئا. اسان جي پارٽيءَ ۾ رياست جي زندگيءَ ۾ ڪجهہ معمول خلاف ۽ غير معتدل واقعا ٿيا. ڪجهہ رئيس قبيلي ۽ وڏيرا شاهيءَ (Patriarchal) وانگر طور طريقا اپنايا ويا ۽ فرد جي حمد ثنا عام ٿي وئي جا عام طور سياسي صحتمند نہ رهي. نيٺ اهي ڳالهيون ثقافتي انقلاب ڏانهن وَٺي ويون جا هڪ وڏي غلطي هئي.

***سوال: اوهان چيو تہ پوئين سالن ۾ چيئرمين مائوءَ جي صحت جَهري چُڪي هئي، پر ليوشائوءَ جي گرفتاريءَ ۽ قيد ۾ موت وقت تہ مائو چڱو ڀلو هو ۽ پيون بہ غلطيون آهن، جن جو احتساب ڪرڻو آهي؟ ڇا اڳتي وڏو ٽپو (Great leap forward) غلطي نہ هئي؟ سوويت طور طريقي جو نقل غلطي نہ هئي؟ اهي ماضيءَ جو مائوءَ واريون غلطيون ڪيترو پٺتي تائين ڏسون؟ ۽ چيئرمين مائوءَ ثقافتي انقلاب مان ڇا چاهيو ٿي؟***

جواب: سال پنجاهہ (۱۹۵۰ع) جي آخر ڌاري غلطيون ٿيڻ لڳيون، پر اهو ڏوهہ فقط چيئرمين مائوءَ جو نہ هو. جيڪي هن جي چوڌاري هئا، اُهي بہ لڙهي ويا. اسان معروضي (Objective) قانونن جي برخلاف ڪم ڪيا ۽ اقتصادي حالت کي اوچتو زور ونايو. جيئن تہ اسانجون داخلي آرزوئون معروضي قانونن جي برخلاف هيون، نقصان اڻ-ٽر هو ۽ اَوَس ٿيڻو هو. پوءِ بہ چيئرمين کي ئي "اڳتي وڏي ٽپي" لاءِ ذميوار سمجهڻ گهرجي، پر هن کي اها ڳالهہ سمجهڻ ۾ فقط ڪجهہ مهينا لڳا ۽ هن اسان کان اڳ ۾ پنهنجي غلطي محسوس ڪئي ۽ ان کي درست ڪرڻ لاءِ اُپاءَ ورتا. سال ٻاهتر (۱۹۷۲ع) ۾ جڏهن اِهي درستيون وجود ۾ آيون هيون، تڏهن هن خود-تنقيد ڪئي. پرماٺهو پورو سبق نہ سکيو ۽ انکري ثقافتي انقلاب ڦاٽ ڪاڏو. جيستائين چيئرمين مائوءَ جي اميدن جو سوال هو، هن سوچيو هو تہ

ثقافتي انقلاب سرمائيداريءَ جي واپسيءَ تي روڪ رڪندو، پر هن چين جي سچي پچي حالت جو غلط اندازو لڳايو. پهريون تہ انقلاب جا نشانا غلط طئي ڪيا ويا ها. جن سبب "سرمائيداريءَ جا راهرو" (Capitalist roaders) نوَسي لڌا وَيا ۽ انهن ڪي پارٽيءَ تي اقتدار ڏيڻ لاءِ وَس ڪيو وَيو. جن بہ رهنما ڪارڪنن کي انقلاب ۾ هٽي ڏني هئي ۽ جن کي عملي تجربو هو. انهن کي هر سطح تي زبرا ڌڪ هنيا وَيا ۽ انهن ۾ ڪامريڊ لِيو شائوچي بہ شامل هو. پنهنجي موت کان بہ ٽي سال اڳ چيئرمين مائوءَ چيو تہ ثقافتي انقلاب ٻن سببن ڪري غلط هيو. پهريون سبب اهو تہ هر شيءَ کي ڊاٺو وَيو (ڪنفيوشس جو مندر بہ ڊاٺو ويو هو-مصنف) ۽ ٻيو سبب اهو هو تہ هڪ ڀرپور خانہ جنگي ڇيڙي وئي. فقط انهن ٻن سببن تي غُور ڪيو وڃي تہ نظر ايندو تہ ثقافتي انقلاب غلط هو. چيئرمين مائو جي غلطي سياسي غلطي هئي ۽ ننڍي غلطي نہ هئي. ٻي طرف ان جو فائدو ٻن انقلاب- ورودي چنڊال-چؤڪڙين ورتو، جن جا مهندار لن بيائو (مائوءَ جي زال) ۽ "چئن جو ٽولو" هيو، جن اقتدار تي قبضي لاءِ سازش ڪئي هئي. انڪري اسان کي چيئرمين مائوءَ جي غلطين ۾ لن بيائو ۽" چئن جي ٽولي" جي ڏوهن جي وچ ۾ سنڌو ڪرڻو پوندو.

***سوال: اسان سيني کي اهو معلوم آهي تہ چيئرمين مائوءَ، لن بيائوءَ کي ساڳي نموني پنهنجو جاءِ نشين چونڊيو هو، جيئن هڪ شهنشاهہ پنهنجو وارث چونڊيندو آهي؟***

جواب: مون انهيءَ جي باري ۾ ٿي تہ اشارو ڪيو آهي تہ اِهو غلط طريقو هو، ڪنهن بہ رهنما لاءِ پنهنجو جاءِ نشين چونڊڻ هڪ جاگيردارانو عمل آهي. اهو اسان جي ادارن ۾ خاميءَ جو مثال آهي. جنهن جي باري ۾ مون ٿوري دير اڳ چيو آهي.

***سوال: چيئرمين مائوءَ کي ڪيتريءَ حد تائين ذميدار سمجهيو ويندو، جڏهن توهان پارٽي جي ايندڙ ڪانگريس ڪوٺائيندا؟***

جواب: اسان چيئرمين مائوءَ جي غلطين ۽ هن جي مدد جو ڀيهر معروضي جائزو وٺنداسين. اسان اهو دهرائينداسين تہ هن جي مدد کي بنيادي حيثيت آهي ۽ هن جون غلطيون ٻئي درجي جون آهن. هن جيڪي غلطيون زندگيءَ

جي پوئين حصي ۾ ڪيون، اسان انهن جي باري ۾ حقيقت پسنديءَ واري رَوَش اختيار ڪنداسين. اسان مائوزي تنگ جي فڪر کي اڳتي به ڇهنڻيا رهنداسين، جيڪو هن جي زندگيءَ جي رڳو هڪ حصي جي نمائندگي ڪري ٿو نه رڳو ماضيءَ ۾مائوزي تنگ جي فڪر اسان جي رهنمائي ڪئي ۽ آئينده به ڪندو رهندو، پر اهو چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ ۽ اسانجي ملڪ جو خزانو آهي، انڪري ٿي اسان چيئرمين مائوءَ جو بُت تاءِ نان مين جي شاهي دروازي وٽ سدائين رکنداسين، جيئن هو اسان جي پارٽيءَ ۽ ملڪ جي علامت هجي. ان ڪانسواءِ اسان چيئرمين مائوءَ جي خيال کي ڇهنڻيا رهنداسين. اسان چيئرمين مائوءَ سان اُهو نه ڪنداسين جو ڪَروشچوف اسٽالن سان ڪيو.

**سوال: ڇا اوهان جو مطلب اهو آهي ته چيئرمين جو نالو ايندو، جڏهن "چئن جي ٽولي" تي ڪارروائي ڪئي ويندي ۽ اوهان پارٽيءَ جي نئين ڪانگريس ڪندا؟**

جواب: هن جو نالو ايندو، نه رڳو ايندڙ ڪانگريس ۾ پر ٻين موقعن تي به. ائين ٻين اڳواڻن سان به ٿيو آهي، پر ڪارروائي وقت "چئن جو ٽولو" چيئرمين مائوءَ جي آبروءَ کي ٽِڪو نه لائيندو. ان ۾ شڪ نه آهي ته هو (مائو) انهن کي پنهنجن عهدن تي آڻڻ لاءِ ذميوار هو پوءِ "چئن جي ٽولي" جا ڏوهه ان لاءِ ڪافي آهن ته هنن کي سزا ڏني وڃي.

**سوال: مون ٻڌو آهي ته چيئرمين مائو اڪثر شڪايت ڪندو هو ته تون هُن کي ڏيان سان نه ٻڌندو هئين ۽ هو توکي پسند نه ڪندو هو. ڇا اها ڳالهه سچي آهي؟**

جواب: هائو، چيئرمين واقعي چيو هو ته مون هن کي ڌيان سان نه ٿي ٻڌو، پر اها ڳالهه رڳو منهنجي باري ۾ نه ڪئي وئي هئي، مون وانگر ٻيا اڳواڻ به هُيا. اهي خيال هُن جي سنجها سَمئہ ۾ هُن جي روڳي سوچ جو اولڙو آهن، يعني هن وڏيرڪي واٽ ورتي آهي، جنهن کي جاگيردارانه ذهنيت آهي. هن ٻين جي راءِ کي ترت نه ٿي ٻُڌو. اسان اِهو نه ٿا چئي سگهون ته هن تي ساري تنقيد غلط هئي. هُو اهي صحيح رايا ٻڌڻ لاءِ تيار نه هو، جيڪي مون ۽ ٻين رفيقن هن جي اڳيان پيش ڪيا ها. جمهوري مرڪزيت گهٽائي وئي هئي ۽ اجتماعي رهنمائي به جي ائين نه هجي ها ته. ثقافتي انقلاب جي اوچتي ڦاٽ لاءِ ٻي ڪهڙي سمجهاڻي ڏئي سگهجي ها.

**سوال: چين ۾ فقط هڪ شخصيت هئي، جنهن کي رَهڙ نہ آئي ۽ اهو وزيراعظم چو-اين-لاءِ هو. توهان انهيءَ ڳالهہ جي ڪهڙي سمجهاڻي ڏين ٿو؟**

جواب: وزير اعظم چو اٽڪ پورهيو ڪندڙ هو ۽ زندگيءَ ۾ ڪنجهندو ڪُرڪندو گهٽ هيو. هو ڏينهن ۾ ٻارنهن ڪلاڪ ڪم ڪندو هو ۽ ڪنهن وقت سورنهن ڪلاڪ يا انهيءَ کان بہ وڌيڪ. ائين هو ساري زندگي ڪندو رهيو. اسان هڪٻئي جا واقف گهڻو اڳي ٿيا هياسين، جڏهن ١٩٢٠ع ۾ اسان فرانس ۾ مشاهدي ۽ مطالعي لاءِ گڏجي سفر ڪري رهيا هياسين. مون هن کي پنهنجي وڏي ڀاءُ وانگر ڏٺو آهي. اسان انقلاب جي راهہ ساڳي وقت ورتي هئي. هن کي هن جا رفيق ۽ ٻيا ماڻهو ڏاڍي عزت ڏيندا ها. خوش بختيءَ سبب هو ثقافتي انقلاب ٻيري جيئرو رهجي ويو، جڏهن تہ اسان کي نوڪر هٽي، پٽ تي ڪيرايو ويو. هو ان وقت وڏي مخمصي ۾ هئو ۽ هن ڪيترين اهڙيون ڳالهيون چيون ۽ ڪيون جي هو چوڻ يا ڪرڻ نہ چاهي ها، پر ماڻهن هن کي معاف ڪيو ڇو تہ اهي ڳالهيون هن جون ڪيل يا چيل هجن ها تہ هو ٻاڻ بچي نہ وڃي ها ۽ اهو ٿرشي ڏيارينڊڙ ڪردار ڪري ها جو هن نہ ڪيو ۽ جنهن ڇيهو گهٽايو.

**سوال: ماڻ نٿي چئي سگهان تہ "ثقافتي انقلاب" جهڙيون ٻيانڪ ڳالهيون ڪيئن ٿاري سگهجن ٿيون، يا انهن کي وري ٿيڻ کان ڪيئن روڪي سگهجي ٿو؟**

جواب: اهو معاملو اسان جي ادارن ۾ اٿاري اُن کي حل ڪري سگهجي ٿو. انهن مان ڪجهہ ماضيءَ ۾ قائم ڪيا ويا ها، جن تي جاگيرداريءَ جو اثر هو ۽ جو اُنهن جي شخصيتت پرستيءَ يا انهن جي وڏيرڪي ٺاٺ ۽ ڪم ڪار جي چالِ چَلت مان يا مکيہ عهدن تي، تاحيات فائز رهڻ مان ظاهر آهي. اسان هاڻي ڪوشش ڪري رهيا آهيون تہ اهڙيون ڳالهيون وري نہ ٿين ۽ پنهنجن ادارن جي نئين سِر تعمير ڪري رهيا آهيون. اسان جي ملڪ کي هڪ هزار سال جي جاگيرداريءَ جي تاريخ آهي ۽ قانون جي احترام جي ڪمي آهي. اسان انهن لاءِ ديانتداريءَ سان محنت ڪري رهيا آهيون. رڳو انهيءَ طريقي سان اسان پنهنجو مسئلو حل ڪري سگهون ٿا.

**سوال: اوهان کي پَڪ آهي تہ ڳالهيون اڳي کان وڌيڪ آسان ٿي وينديون، اوهان اهو مقصد ماڻي سگهندؤ جو اوهان پنهنجي اڳيان رکيو آهي.**

**مون پڌو آهي ته نام نهاد مائوئسٽ (Maoist) اجا ڇپيا لِڪا وتن. مائوئسٽن مان منهنجي مراد اُنهن سان آهي، جن ثقافتي انقلاب جي پيرائي ڪئي هئي؟**

جواب: ”چئن جي ٽولي“ (Gang of four) جي اثر ڪي گهٽ نه سمجهيو وڃي، پر ان ڳالهه ڪي خيال ۾ رکيو وڃي ته ۹۷ يا ۹۸ سيڪڙو عوام انهن سان انهن جي ذوهن سبب شديد نفرت ڪري ٿو. اها ڳالهه اُنهيءَ تحريڪ مان ظاهر ٿي پئي جا ۵ اپريل ۱۹۷٦ع تي تاءِ نان مين اسڪوائر ۾ پڙڪي پئي، جڏهن ٽولو اجا انڌ جي گهوڙي تي سوار هو. چيئرمين مائو سخت بيمار هو، پر وزيراعظم چو گذاري ويو هو. ۱۹۷٦ع ۾ ”چئن جي ٽولي“ جي زوال کان پوءِ ۽ خاص ڪري گذريل ٻن سالن ۾ عوام مرڪزي ڪميٽيءَ جي ٽين، چوٿينءَ ۽ پنجينءَ ويهڪ ۾ اسان پنهنجن ادارن ڪي سڌاري پنهنجن مسئلن جو حل تلاش ڪري رهيا آهيون. ڪيئي تنازعا هاڻي ئي اُپاريا ويا آهن. خاص زور جديد ڳالهين تي ڏيان سان ڪم ڪرڻ تي ڏنو وڃي ٿو ۽ ان ڳالهه عوام جي دل جيتي ورتي آهي. هنن ڪي سياسي استحڪام ۽ اتحاد جي ضرورت آهي. اهڙين تحريڪن ڪيترن ئي ماڻهن ڪي ناراض ڪيو. مسلسل تحريڪون قومي تعمير ڪي ناممڪن بڻائي ڇڏن ٿيون، انڪري اسان چئون ٿا ته عوام اسانجي مهم جي حمايت ڪندو ۽ ”ثقافتي انقلاب“ جهڙي ڳالهه وري نه ٿيندي.

**سوال: ”چئن جو ٽولو“ فقط مائوءَ جي موت کان پوءِ گرفتار ٿي سگهيو. انهن جي گرفتاريءَ جو بند وبست ڪنهن ڪيو؟**

جواب: اِها هڪ ڪَني ڪوشش هئي. پهريون ته مان سمجهان ٿو ته اُن ڪي هڪ عوامي بنياد هو، جو ۵ جولاءِ ۱۹۷٦ع واري تحريڪ تي رکيو ويو هو. ”چئن جي ٽولي“ وارا لفظ، پنهنجي موت کان اڳ چيئرمين مائوءَ گهڙيا ها. اسان ٽولي جي خلاف ٻه سال جدوجهد ڪئي. ايستائين ماڻهن هنن ڪي اصلي روپ ۾ ڏسي ورتو هو. جيتوڻيڪ ڪين چيئرمين مائو پنهنجو گادي نشين چونڊيو هو، ”چئن جي ٽولي“ هن ڪي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. چيئرمين مائوءَ جي موت کان پوءِ، انهيءَ ٽولي اقتدار تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اسان ڪي ترت ڪارروائيءَ جي ضرورت محسوس ٿي. انهن

حالتن ۾ سياسي بيورو جي ڪامريڊن جي گهٽائي انهيءَ تي ڪارروائي ڪرڻ لاءِ متفق ٿي. هڪ يا ٻه فرد ڪوشش ڪن ها ته ڪافي نه هئي.

ائين ڳالهه ظاهر ڪرڻ ضروري آهي ته "چئن جي ٽولي، ڪانپوءِ ڪجهه اهڙيون ڳالهيون ڪيون ويون جي چيئرمين مائوءَ جي خيالن کان متضاد هيون، مثال طور چيئرمين مائوءَ جي يادگار لاءِ هال جي تعمير. هن پنجاهه واري ڏهاڪي ۾ چيو هو ته اسان سڀني کي موت کانپوءِ ساڙيو وڃي ۽ اسان جي رک کي محفوظ رکيو وڃي ۽ پيو ڪجهه به سانڀيو نه وڃي ۽ اسان تي ڪوئي مقبرو نه ٺاهيو وڃي. ان ڳالهه تي چيئرمين مائوءَ پهريائين پنهنجي صحي ڪئي ۽ پوءِ اسان ڪئي. مرڪزي ۽ صوبائي سطح تي سڀني سينيئر آفيسرن صحي ڪئي ۽ پووءِ اسان ڪئي. اسان وٽ اڃا تائين اهو صحين وارو ڪتاب موجود آهي. "چئن جي ٽولي" کي تهس نهس ان لاءِ ڪيو ويو ته ٽِڪاءُ حاصل ڪيو وڃي.

***سوال: ڇا ان جي معنيٰ اها آهي ته چيئرمين مائوءَ جو يادگار هال ڊاٿو ويندو؟***

جواب: مان ان کي بدلائڻ جي فائدي ۾ نه آهيان. هاڻي جڏهن اهو اُتي آهي ته اُن کي ڊاهڻ نه گهرجي. پهريون ته اُن کي ٺاهڻ نه گهربو هو. پر هاڻي ان کي ڊاهڻ جي ڪري ڇه مي گويون ٿينديون. ڪيئي ماڻهو ان تي سوچي رهيا آهن ته اسان کي يادگار هال ڊاهڻ گهرجي يا نه. اسان کي اهڙو خيال نه آهي.

***سوال: ڇيو وڃي ٿو ته اوهان نائب وزيراعظم جو عهدو ڇڏيو ٿا؟***

جواب: رڳو مان استعيفيٰ نه ڏيندس. اڳئين دور جا سڀ ڪامريڊ پنهنجا عهدا ڇڏن ٿا. چيئرمين هُئاگيوفينگ (Huo Guofeng) اسٽيٽ ڪائونسل جو وزيراعظم نه رهندو. مرڪزي ڪاميٽيءَ، ڪامريڊ زائو زيانگ (Zhou Zaing) کي انهيءَ عهدي لاءِ تجويز ڪيو آهي. جي اسان پراڻا ڪامريڊ پنهنجن عهدن تي قائم رهنداسين. ته نون جي ترقي روڪجي ويندي. اسان لاءِ اهو مسئلو آهي ته ڪيئن هر سطح تي رهنمائن جي عُمر گهٽايون اسان کي ئي ان ڳالهه ۾ اڳواٽي ڪرڻي پوندي.

اڳ ڪي بہ لاڳو قائدا قانون نہ ھا. دراصل مُهنداريءَ ڪري سربراھہ ماڻھن کي ھٽائڻ ۽ نون ماڻھن کي ترقي ڏيڻ آسان ھو. اھا ادارن جي خامي سٺ واري ڏھاڪي ۾ بہ ظاھري ھئي، ڇاڪاڻ جو اُن وقت اسان جو ڦوھہ جوڀن ھيو. اھو مسئلو فقط انفرادي نہ ھو پر ان ۾ سارا ادارا اچي ٿي ويا. ان جو اسان جي عام نيتيءَ ۽ ان ڳالھہ تي اثر آھي تہ اسان جديديت حاصل ڪري سگھون ٿا. انڪري اسان چئون ٿا تہ اھو جھونن لاءِ بھتر ٿيندو تہ حق شناسيءَ جي راھہ اختيار ڪن ۽ ٻين لاءِ مثال قائم ڪن.

***سوال: مون چين ۾ ٻيون تصويرون ڏٺيون آھن. مون تاءِنان مين اسڪوائر ۾ مارڪس، اينگلز ۽ لينن جون تصويرون ڏٺيون آھن ۽ خاص ڪري اسٽالن جي. ڇا توھان انھن تصويرن کي اُتي رکڻ چاھيو ٿا؟***

جواب: "ثقافتي انقلاب" کان اڳ انھن کي اُتي رکيو اھم موقعن تي رکيو ويندو ھو، پر اھا رسم "ثقافتي انقلاب" جي وچ ۾ بدلائي وئي ۽ انھن جي سانده نمائش ڪئي وئي. اسان ھاڻي پراڻي رسم ڏانھن موٽي ٿا وڃون.

***سوال: ڇا جديد ڳالھيون چين ۾ ٻاھريون ناڻو سيڙائينديون. اھا ڳالھہ خانگي سيڙپ کي نہ ھمٿائيندي. ڇا ان سان ٿورڙي سرمائيداري نہ وڌندي؟***

جواب: آخر تجزئي ۾ اسان جي اقتصادي ترقيءَ جا عام اصول چيئرمين مائوءَ ڏنا ھا، جي ھا تہ اسان پنھنجي مدد پاڻ ڪيون ۽ ٻاھرينءَ مدد تي گھٽ ڀروسو رکون. اسان ڪيترا بہ ٻاھرين دنيا سان تعلقات وڌائينداسين ۽ ٻاھرين سيڙپ ڪنداسين، ان جي اھميت تمام ٿوري ھوندي ۽ اھا اسانجي سوشلسٽ نظام تي اثر انداز نہ ٿيندي، جنھن ۾ پيداواري ذريعن جي ملڪيت عوام جي ھوندي. ٻاھرين سرمائيڪاري ۽ ٽيڪنالاجي رڳو اسانجي سوشلسٽ معاشري سان گڏوگڏ ھلنديون ۽ اسانجي سوشلسٽ پيداواري قوتن کي وڌائينديون. ان ۾ شڪ نہ آھي تہ اھا ڳالھہ چين ۾ ڪجھہ زوال آميز سرمائيدارانہ نظام آڻي. اسان انھيءَ امڪان کان باخبر آھيون، اسان کي ان مان خطرو نہ آھي.

***سوال: ان جي معنيٰ تہ اھا ٿي تہ پوري سرمائيداري خراب نہ آھي؟***

جواب: اھو انھيءَ تي مدار ٿو رکي تہ اوھان سرمائيداري جي معنيٰ

کھڙي ٿا وٺو. ڪابہ سرمائيداري جاگيرداريءَ کا بهتر آهي. اسان اهو بہ چئي ٿا سگهون تہ هر ڳالهہ جنهن سرمائيداري نظام ۾ ترقي ڪئي آهي، سا سرمائيدارانہ نوعيت جي نہ آهي. مثال طور ٽيڪنالاجي، سائنس، نہ رڳو اهو پر ترقي يافتہ پيداواري نظام بہ هڪ سائنس آهي. اهي سڀ ڪنهن بہ مُلڪ يا سماج ۾ ڪارآمد ثابت ٿيندي يون. اسان ترقي يافتہ ٽيڪنالاجي هٿ ڪرڻ چاهيون ٿا، پنهنجي سوشلسٽ پيداوار لاءِ سائنس ۽ انتظامي مهارت حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا. اهڙين ڳالهين کي ڪوبہ طبقاتي ڪردار نہ آهي.

***سوال: مون کي ياد آهي تہ ڪيئي سال اڳ، جڏهن ديهاتي علائقي ۾ خانگي پلاٽن جي باري ۾ مان ڳالهائي رهي هيس، تو اها ڳالهہ مڃي هئي تہ پيداوار لاءِ ماڻهوءَ جو ذاتي مفاد ضروري آهي. ڇا ان جو اهو مطلب نہ آهي تہ خود ڪميونزم کي زير بحث آندو وڃي؟***

جواب: مارڪس موجب، سوشلزم ڪميونزم جي پهرين حالت (داہي جي جاءِ) آهي ۽ اها هڪ لنبو تاريخي سفر ڪري ٿي، جنهن ڪري اسان کي انهيءَ اُصول تي عمل ڪرڻ گهرجي ”هر ڪنهن کي پنهنجي پورهئي مطابق ملڻ گهرجي“ ۽ ان ڳالهہ سان رياست، اجتماعيت ۽ فرد جو مفاد بہ شامل رکڻ گهرجي. ڇو تہ رڳو اُن ريت اسان ماڻهن کي پورهئي ۽ سوشلسٽ قوتن جي ترقي لاءِ اُتساهي سگهون ٿا. ڪميونزم جي مٿاهينءَ حالت ۾، جڏهن پيداواري قوتون ڪافي ترقي ڪري وينديون. اسان ”هر ڪوئي پنهنجي سگهہ موجب ڪان هر ڪوئي پنهنجي لوڙتائين“ جي اصول تي عمل ڪنداسين، ذاتي مفاد تي روز بروز وڌيڪ ڌيان ڏنو ويندو ۽ وڌيڪ ذاتي گهرجون پوريون ڪيون وينديون.

***سوال: تو چيو تہ پيا بہ ها جن مائوزي تنگ جي فڪر ۾ اضافو ڪيو. اهي ڪير ها؟***

جواب: اُهي اڳين نسل جا انقلابي هئا. مثال طور وزيراعظم چو اين لاءِ، ڪامريڊ ليو شائو قي ۽ زودي (Zhude) ۽ پيا بہ ڪيئي هئا. ڪيئي سينئر انقلابي تخليق جا اهل ۽ پنهنجيءَ سوچ ۾ منفرد آهن.

**سوال: تون پنهنجو نالو ڇو ٿو ڇڏي ڏين؟**

جواب: مان ايترو اهم نہ آهيان. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ مون بہ ڪجهہ ڪم ڪيو آهي. ائين نہ هجي ها تہ مونکي انقلابي نہ سمجهيو وڃي ها.

**سوال: جيڪي اسان نہ سمجهيو آهو هي هيو تہ: جي" چئن جو ٽولو" جيئن تون ٿو چئين، هڪ اقليت هو ۽ سڄو ملڪ انهن جي برخلاف هو تہ اهو ڪيئن هيو تہ سارو ملڪ، اڳواڻن سميت، هنن جي وس ۾ هيو؟ اهو انڪري تہ نہ هو تہ انهن چئن مان هڪ مائوزي تنگ جي زال هئي ۽ سندس مائوزي تنگ سان تعلقات ايترا گهرا ها جو من ڪي هٿ لائڻ جي همت ڪنهن ۾ بہ ڪانہ هئي؟**

جواب: اهو بہ هڪ سبب هيو، جيئن مون چيو آهي تہ چيئرمين مائوءَ غلطيون ڪيون ۽ انهن غلطين مان هڪ غلطي اها هئي تہ هَن ٽولي کي استعمال ڪيو ۽ انهن کي اقتدار ۾ آندائين، انهيءَ ٽولي کي وري پنهنجا حواري هيا، انهن پنهنجو وڏو حلقو ٺاهيو، خاص ڪري انهن نادان نوجوانن کي استعمال ڪيو ۽ اڳ ۾ آندو، انهن جي پويان بہ ڏاڍي خلق هئي.

**سوال: ڇا هنن مائوزي تُنگ کي ايترو اندو ڪري وڌو هو جو هو ڏسي نہ پئي سگهيو تہ ڇا ٿي رهيو آهي؟ ۽ ڇا مائوءَ جي زال ايتري مهم پسند هئي، جيتري راڻي يهونالا (Yehunala)؟**

جواب: زيانگ چنگ مائوزي تُنگ جو جهنڊو ڏيکاري ڪيئي بُرا ڪم ڪيا، پر چيئرمين مائو ۽ زيانگ چنگ ڪيترو ئي وقت هڪٻئي کان علحده رهيا.

**سوال: اسان کي تہ ان ڳالهہ جي خبر ڪانہ هئي؟**

جواب: زيانگ چنگ چيئرمين مائو جي جهنڊي جي مخالفت ۾ گهڻايو ڪونہ، پر چيئرمين مائوءَ هن تي اثرائتي روڪ نہ رکي، ان لاءِ هو ذميوار آهي. زيانگ چنگ هڪ ڪِني رَن هئي، جيڪا بہ چئن جي ٽولي کي سزا ڏني وئي، اها زياده ليکي نہ ويندي. هنن ڪروڙن ماڻهن جو نقصان ڪيو.

**سوال: تون زيانگ چنگ جو جائزو ڪيئن لڳائين ٿو؟ هن کي گهڻو اسڪور (Score) ڏين ٿو؟**

جواب: ٻُڙي کان بہ گهٽ. هزار ٻڙيون، ٻُڙي کان بہ گهٽ.

**سوال: تون پنهنجو جائزو ڪيئن ٿو لڳائين؟**

جواب: مان انهيءَ تي راضي آهيان، جي مون کي خامين ۽ خوبين جي معاملي ۾ اڌو اڌ سمجهيو وڃي، پر پنهنجي باري ۾ مان هڪ ڳالهہ چئي

سگهان ٿو. مون پنهنجو ضمير ساري زندگي صاف رکيو آهي. مهرباني ڪري منهنجا لفظ غور سان پڙ: مان بہ ٿوريون غلطيون ڪيون آهن ۽ ڪامريڊ مائوزي تنگ جي غلطين ۾ منهنجو بہ حصو آهي. پر اهو چئي سگهجي ٿو تہ انهن غلطين ڪرڻ مهل منهنجي نيت صاف هئي. اهڙو ڪوبہ نہ آهي جو غلطيون نٿو ڪري. اسان ماضيءَ جون سڀئي غلطيون مائوزي تنگ جي سر تي نہ مڙهيون. اسان ڪي هُن جي امداد ڪي اوليت آهي ۽ هن جون غلطيون ثانوي حيثيت رکن ٿيون. اسان چيئرمين مائوءَ جي سوچ مان ڪيئي چڱيون شيون ورثي ۾ وٺنداسين، پر ساڳي وقت هُن جي غلطين جي اُپٽار بہ ڪندا رهنداسين.

(Selected works of Deng Xio Ping: Page 326 to 334)

ooo

انهيءَ ڊينگ، جنهن جو انٽرويو مٿي ڏنو ويو آهي. مائوءَ جي حوارين "چئن جي ٽولي" کي ڦاسي ڏئي ڇڏي، جنهن ڳالهہ کي سال ڪان مٿي عرصو ٿي ويو آهي. ٢٠ ڊسمبر ١٩٩٢ع جي ڏان ۾ آيو هو تہ ڊينگ ٨٨ سالن جو ٿي چڪو آهي، پر هن جي صحت سٺي آهي ۽ اقتدار کي اڃا چنبڙيو پيو آهي. هُو روس جي سربراهہ ييلسن سان نہ مليو ۽ ييلسن پنهنجو دورو ملتوي ڪري ماسڪو موٽي ويو.

جڏهن يو-ايس-ايس-آر ۾ جمهوريت لاءِ بغاوت ٿي. تڏهن اُن جو اثر چين تي بہ ٿيو ۽ بيجنگ جي تاءِ نان مين اسڪوائر ۾ ڪيئي باغي نوجوان ڪٺا ٿيا، جن کي ٽئنڪن سان مارايو ويو ۽ جمهوريت لاءِ اُپار کي دٻايو ويو. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ چيني ڪميونسٽ ناشتو ئي ڪوڙ سان ڪندا آهن. ڪميونزم جي فلسفي ۾ سياسي غلطيءَ لاءِ ڪائي معافي نہ آهي ۽ ماٺهوءَ جي نيت ڪا شيءِ نہ آهي. جي چيئرمين مائو غلطيون ڪيون ۽ انهن جو ذميوار ڊينگ بہ هو تہ هن کي بہ "چئن جي ٽولي" واري سزا اچڻ گهرجي هئي، پر ڪميونزم ۾ نہ رڳو ڏاڍو ڳابو آهي، پر ڏاڍو ڏاند آهي، خطرناڪ سڱن وارو.

انسان جڏهن مائوءَ وانگر پاڻ کي عقل ڪُل سمجهي ٿو ۽ قدرت سان گهٽي هٿ چراند ڪري ٿو تہ اهڙا هيبت ناڪ نتيجا نڪرن ٿا جي خواب

خيال ۾ نہ آهن. مائوءَ جو اڏ مڻ جو هنداتو هڪ وقت ڪائيندو هو، تنهن جو پيٽ ايترو پريو جو ڪنهن جي صلاح تي حڪم ڪيائين تہ چين ۾ جهرڪين سان جنگ ڪئي وڃي، ڇو تہ اهي مٽي ڪائو هيون ۽ گندگيءَ ۾ آزار جو باعث هيون. ردِ عمل طور ڪروڙين چيني گهٽين ۾ نڪري آيا، تَيون ۽ ٻيا استعمال ۾ ايندڙ ٿانوءَ کڙڪائيندا رهيا تہ جيئن اهي پکي هراسجي وڃن. دراصل هنن جو مقصد اهو هو تہ انهن کي بار بار اڏائي ايترو ٿڪائجي جو هو ٿڪو ڏئي ڪرن ۽ مريءَ وڃن. هنن سڀني ائين ئي ڪيو. انهيءَ مهم تي روڪ تڏهن پئي جڏهن ملڪ ۾ ڪروڙين سُوَيٽ (Caterpillar) ڦهلجي ويا، جن کي هونءَ جهرڪيون کائي ڇڏينديون هيون. اُنهن فصل تباهہ ڪري ڇڏيا، وڻن کي ويڙهي ويا ۽ ايندڙ ويندڙ تي برسات وانگر ڪِريا ٿي.

(ٽائيم- مضمون ٢٨ ڊسمبر ١٩٩٢ع)

مون مٿيون مثال بہ اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ڏنو تہ آمريت جلدي يا دير سان دماغ ۾ ڪيئي خلل پيدا ڪري ٿي، جي ملڪ قوم ۽ خود آمر جي ستياناسيءَ جو سبب بڻجن ٿا. مائو جي ڳاڙهي ڪتاب تي مٿي ذڪر ڪيل آلبرٽ موريويا جي ڪتاب ۾ طنز ۽ مذاح پڙهڻ جي قابل آهي. مون اهو ڪتاب تڏهن پڙهيو هو جڏهن مائوءَ جي نالي جي تسبيح پڙهي ويندي هئي ۽ 'سرخ ڪتاب' دنيا جو سڀ کان مقدس سياسي ڪتاب سمجهيو ويندو هو. هاٿي اهو تورتي بہ گهورڙيا وٺڻ لاءِ تيار ناهن.

" ڪيترن ئي پاٿيءَ جي بُدبُدن جا سِر لهرن تلوارن
وانگر ڪٽي ڇڏيا آهن."
(بيدل دهلوي)

# مولانا ابوالڪلام آزاد

( ١٨٨٨ع کان ١٩٥٨ع تائين)

دين جو عالم، انشا پرداز ۽ ساستدان هيو. هن جو نالو معيح الدين احمد ۽ تخلص آزاد هيو. هن جي پيءُ جو اباڻو وطن دهلي ۽ ماءُ جو وطن مدينو هيو. هن جو پيءُ مولانا خير الدين آزاديءَ جي جنگ ڪانپوءِ مڪي ۾ رهي پيو ۽ هن جي ماءُ سان مديني ۾ نڪاح ڪيائين. مولانا آزاد ١١ نومبر ١٨٨٨ع ۾ مڪي معظم ۾ پيدا ٿيو. هن کي پنج ڀينرون ۽ ڀائرن، جن ۾ هي سڀني کان ننڍو هو. ١٨٩٨ع ۾ مولانا خير الدين ڪلڪتي آيو، جتي مولانا آزاد جي ماءُ گذاري وئي. هن جي پيءُ هن کي مشرقي علم سيکاريا هيا ۽ هن قرآن شريف مڪي ۾ ئي ختم ڪيو هيو. هن جو گهريلو ماحول ديني عظمت سان ٿمتار هيو. انهيءَ ڪري مولانا آزاد وقت کان اڳ ئي سنجيده ٿي ويو ۽ ڪيئي ڪتاب پڙهيائين. هن جي پيءُهن کي عربي ۽ فارسي جي تعليم ڏني، پر ڪيس اردو ڪتاب پڙهڻ کان منع ڪيائين، تنهن هوندي بہ مولانا چوريءَ چوريءَ اردو ڪتاب بہ پڙهندو رهيو.

انهيءَ زماني ۾ مولانا کي شاعريءَ جو بہ شوق ٿيو. پهريائين اردوءَ پوءِ فارسي ۾ شعر لکندو هو. اِن جو پهريون غزل پنهنجي رسالي "ارمغانِ فرخ"۾ شايع ٿيو.هن ڪانسواءِ لکنوءَ جي "خدنگ-نظر"۽ "پيام-يار" ۾ باقاعده غزل ڇپجڻ لڳا. ١٩٠٠ع ۾ هن فارسيءَ جي تعليم مڪمل ڪئي ۽ ١٩٠٣ع ۾

درس-نظاميہ کان فارغ ٿيو. باقي ٻيا جيڪي علم هيا ان ۾ هن پاڻ دسترس حاصل ڪئي. پهريائين فرانسيءَ ۾ پوءِ انگريزيءَ ۾ ڪيئي ڪتاب پڙهيائين. جيئن تہ هن کي شاعريءَ جو شوق ڏاڍو وڏي ويو، ان ڪري هڪ گلدستو ڪڍڻ جو خيال ڪيائين. ان وقت هو مولوي ظفر الحسن "شوق" کان اصلاح وٺندو هو. هن کي غزل ۾ ايتري قوتِ بيان هئي، جو ماڻهن کي هن جي عمر جي باري ۾ شڪ پوندو هو. ۱۹۰۴ع ۾ جڏهن هو مولانا شبليءَ سان مليو هو تہ ان هن کي چيو هو تہ:

"ابوالڪلام تنهنجو والد آهي!"

جنهن تي مولانا جواب ڏنو:

"مان خود آهيان."

مولاناجي حاضرجوابي ڏسي شبلي حيرت ۾ پئجي پيو.

انهيءَ زماني ۾مولانا؛ ابن رشد، امام غزالي، سرمد ۽ مولوي محمد حسين آزاد جهڙا مصنف پڙهيا ۽ مختلف علمن تي ڪتاب ڪٺا ڪيا. نيٺ عبدالرحيم دهلوي ۽ مولوي ڪبير الدين اردو گائيڊ ڪلڪتي جي مالڪ جا ڪتب خانا خريد ڪيا. ان سان گڏ هن تحرير، تقرير ۽ ترجمي جو ڪم شروع ڪيو. مولوي رضا علي وحشت "انيس الاسلام" نالي هڪ انجمن قائم ڪئي، جتي هو باقاعدي ليڪچر ڏيندو هيو. مولانا جي صحافتي زندگي "نورنگ عالم" سان شروع ٿئي ٿي. ان کانپوءِ هن باقاعدي هڪ ماهوار رسالو "لسان الصدق" ڪلڪتي مان ڪڍيو، جو ۲۰ نومبر ۱۹۰۳ع تائين جاري رهيو. انهيءَ زماني ۾ ئي هن جي علم جي ڌاڪ ڄمي چڪي هئي، پوءِ مولانا شبليءَ جي رسالي "الندوة" جي ادارت لاءِ هن کي منتخب ڪيو ويو، جا هن آڪٽوبر ۱۹۰۵ع کان مارچ ۱۹۰۶ع تائين سنڀالي. انهن ئي ڏينهن ۾ شيخ غلام محمد امرتسر مان اخبار "وڪيل" ڪڍي، ان ڪيس گهرائي ورتو. هن "وڪيل" اخبار جي ادارت انڪري قبول ڪئي جو هن کي "الندوة" ۾ پنهنجي خيالن جي اظهار جي پوري آزادي نہ هئي. ڪجهہ وقت کانپوءِ هن جو ڀاءُ ابوالنصر گذاري ويو ۽ هو وري ڪلڪتي موٽيو. هتي ڪجهہ عرصو اخبار "دارالسلطنت" جي ادارت بہ ڪيائين ۽ هن کان پوءِ وري اخبار "وڪيل" ۾ هٿ وڌائين، ليڪن جيڪي هن جا ذاتي رايا هيا، انڪري هو پنهنجي اخبار ڪڍڻ تي مجبور ٿي پيو.

۱۹۰۹ع ۾ هن جي پيءُ جو انتقال ٿي ويو. آخر ۱۹۱۲ع ۾ هن پنهنجي ذاتي اخبار "الهلال" جاري ڪئي، ان ۾ هن اهڙا قومي ۽ مذهبي مسئلا بحث هيٺ آندا، جن اسلامي ملت جا ذهني نقشا بدلائي ڇڏيا. مولانا پراڻي طرز کان هٽي آزاد صحافت جو بنياد وڌو، جنهن ۾ حريت ۽ صداقت جو پيغام ڏنائين. حڪومت جي نظرن ۾ هو ڪنڊي وانگر چُڀڻ لڳو. جڏهن ڪانپور ۾ مسجد ڊاٺي وئي، تڏهن ان جي باري ۾ "الهلال" ۾ جي مضمون لکيا ويا انهن حڪومت کي بانورائي وڌو. ١٦ نومبر ۱۹۱۴ع ۾ "الهلال" جي ضمانت ضبط ڪئي وئي. ۱۹۱۵ ۾ مولانا کي بنگال مان شهر نيڪالي ملي. "الهلال" ڪانپوءِ مولانا "البلاغ" اخبار ڪڍي. ان ۾ عملي نفسيات جو سبق ڏنو. فڪر، بصيرت ۽ روحاني عزم جو پيغام ڏنو. "البلاغ" جو سلسلو بند ٿيو تہ ۱۹۲۱ع ۾ مولانا ڪلڪتي مان هڪ ٻي اخبار "پيغام" نالي سان ڪڍي. ۱۹۲۷ع ۾ "الهلال" ٻيهر ڪڍيائين. بنگال مان جلاوطنيءَ ڪانپوءِ مولانا کي وانچيءَ ۾ نظر بند ڪيو ويو. سندس نظربندي ۱۹۲۰ع ۾ ختم ڪئي وئي ۽ گانڌيءَ جي اهنسا ۽ عدم اعتماد (Non-cooperation) جي تحريڪ جو آغاز ٿي چڪو هو.

١٨ جنوري ۱۹۲۰ع ۾ هن جي ملاقات گانڌيءَ سان ٿي. اتي مهاتما سان سندس عقيدت ۽ خلوص جو ناتو ٿي ويو. ۱۹۲۰ع ۽ ۱۹۲۱ع جي وچ ۾ مولانا سوين تقريرون ڪيون. آڪٽوبر ۱۹۲۱ع ۾ صوبائي خلافت ڪانفرنس آگري ۾ هندستان جي مسلمانن مهاتما گانڌيءَ کي تحريڪ موالات جي دعوت ڏني. انهيءَ سال علي برادران تي مقدمو هلايو ويو. انگريز سيني ليڊرن بيان جاري ڪرڻ شروع ڪيا. بمبئيءَ جي ٺهراءَ ۾ مولانا جي صحي، گانڌيءَ جي صحي ڪانپوءِ هئي. جڏهن حڪومت ليڊرن کي گرفتار ڪرڻ شروع ڪيو تہ مولانا کي گرفتار ڪري هڪ سال ٽيپ ڏني وئي. ۱۹۲۳ع ۾ جڏهن هو ٻيهر جيل ۾ واپس آيو تہ هن ڏٺو تہ ڪانگريس ۾ ڦوٽ پئجي چڪي آهي. موتي لال، نهرو ۽ گانڌيءَ ۾ اصولي اختلاف پيدا ٿي ويا. انهن اختلافن کي دور ڪرڻ لاءِ مولانا ۱۹۲۳ع ۾ ٻهريون پيرو ڪانگريس جي جلسي جي صدارت ڪئي. انهيءَ زماني ۾ ڪانگريس جي ساک گهٽجي وئي هئي. نيٺ ۱۹۲۴ع ۾ جڏهن گانڌي جيل مان ٻاهر نڪتو

تہ هن ١١١ ڏينهن مرڻ ورت رکيو. ان جو ايترو اثر ٿيو جو دهلي ۾ ڪانفرنس ڪئي وئي ۽ ان ۾ مولانا سمجهوتي جي فضا پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

سائمن ڪميشن خلاف آزاد پارٽيز ڪانفرنس ۾ مولانا بي خوفيءَ سان تقريرون ڪيون. ١٩٣٠ع ۾ ستيہ گرهہ جي تحريڪن ۾ گانڌيءَ جي گرفتاريءَ بعد مولانا پنهنجي قيادت جي ثابتي ڏني. بنگال، پنجاب ۽ صوبي سرحد جا لکين مسلمان ستيہ گرهہ ۾ شامل ٿيا. گانڌيءَ ڪانپوءِ مولانا کي بہ گرفتار ڪيو ويو. ١٩٤٠ع ۾ مولانا هڪ ڀيرو ٻيهر ڪانگريس جو صدر چونڊيو ويو. هن ستيہ گرهہ جي مهم ۾ زور شور سان حصو ورتو، جنهن جي ڪري هن کي ١٨ مهينا قيد ڪاٽڻو پيو. حملي جي زور ٿيڻ سبب حڪومت هندستان جي سياسي ليڊرن کي رها ڪرڻ تي مجبور ٿي وئي، جيئن هو سندن همدريون حاصل ڪري سگهي، انڪري مولانا کي بہ آزاد ڪيو ويو.

١٩٤٤ع ۾ ڪرپس مشن هندستان آئي. آزاديءَ ورهاڱي جي تجويز پيش ڪيائين، پر مولانا ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان نامنظور ڪئي. مولانا جولاءِ ١٩٤٢ع ۾ ڪانگريس جي اجلاس ۾ انگريزن خلاف هندستان ڇڏي وڃو" جو نعرو بلند ڪيو. ان ڪانپوءِ هن کي ٩ آگسٽ ١٩٤٢ع تي گرفتار ڪيو ويو. اها گرفتاري ١٩٤٥ع تائين جاري رکي وئي. ان کان پوءِ جلسن ۾ مولانا ورهاڱي جي بيحد مخالفت ڪئي. ١٩٤٦ع ۾ هن ڪيبينٽ مشن جي مذاڪرن ۾ حصو ورتو ۽ ١٩٤٧ع ۾ دستور ساز اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. عبوري حڪومت ۾ تعليم ۽ فنونِ لطيفہ جو وزير هيو. ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ع تي هندستان آزاد ٿي ويو. پاڻ فرقا پسنديءَ جا هولناڪ شعلا، قتل ۽ خون جا منظر ڏسندو رهيو. احتجاج طور هن ٻهرين سيپٽمبر تي ڪلڪتي ۾ ۽ جنوري ١٩٤٧ع ۾ هندو مسلم اتحاد لاءِ مرڻ-ورت (موت تائين روزو) رکيو. ان وقت هو هندستان جو وزيرِ تعليم هيو. ١٩٥١ع ۾ ڪانگريس پارٽيءَ جو پارليامينٽ ۾ ڊپٽي ليڊر چونڊيو ويو ۽ ١٩٥٢ع ۾ جيڪي ٻهريون چونڊيون ٿيون، تن ۾ بہ پارليامينٽ جو ميمبر چونڊيو ويو. تعليم، قدرتي ذريعن ۽ سائنسي تحقيق جو وزير بہ مقرر ٿيو. ١٩٥٥ع ۾ هو ٻيهر پارليامينٽ ۾ ڪانگريس جو ڊپٽي ليڊر چونڊيو ويو

انهيءَ دوران هن يورپ ۽ مغربي ايشيا ۾ بہ مهينا خيرسگاليءَ جو دورو ڪيو. ۱۹۵۷ع ۾ بہ پيرا گڏگائونءَ جي تڪ مان لوڪ سڀا جو ميمبر چونڊيو ويو. تعليم ۽ سائنسي تحقيق جي وزارت جي عهدي تي برقرار رهيو. ۲۲ فيبروري ۱۹۵۷ع تي هو انتقال ڪري ويو ۽ هن کي جامع مسجد دهليءَ جي سامهون ميدان ۾ دفن ڪيو ويو.

خواجا حسن نظاميءَ چيو هو تہ:

"مولانا ابوالڪلام کي هندستان جو بادشاهہ بڻايو وڃي ها تہ هو اڪبر اعظم وانگر هر قوم ۾ مقبول هجي ها."

مولانا جون مشهور تصنيفون ٽي آهن، هڪ "ترجمان القرآن"، جنهن جو تفسير پهريون پيرو ۱۹۲۰ع کان اول لکيو ويو ۽ ٻيو پيرو جولاءِ ۱۹۳۰ع ۾ لکيو ويو ۽ ان جو پهريون جلد ۱۹۳۱ع ۾ ڇپيو. ان جو ٻيو جلد ۱۹۳۶ع ۾ ڇپيو ۽ ٽيون جلد بہ ڇپجي چڪو آهي. هن جو ٻيو اهم ڪتاب "البيان" آهي، جنهن ۾ قرآن جي اهم مقامن ۽ واقعن جو تفصيل سان تفسير ڏنو ويو آهي. ٽيون "ڪتاب البصائر"، جو بہ قرآن جو مقدمو آهي. هن جون ادبي تصنيفون هيٺيون آهن.

۱. تذڪره
۲. غبار خاطر
۳. خطابات
۴. جامع الشواهد
۵. جزيرة العرب
٦. مقاطيب (خط)
۷. قولِ فيصل
۸. مسئلہ خلافت
۹. اسلامي جمهوريت جي تقاضا
۱۰. اسلام ۽ آزادي
۱۱. حضرت يوسف
۱۲. India wins freedom (هند جي آزادي)
۱۳. ڪاروانِ خيال
۱۴. مقالاتِ آزاد
۱۵. اصحابِ ڪهف

# ميراجي

سندس اصل نالو محمد ثناءُ الله ڊار هو ۽ ١٥ مئي ١٩١٢ع ۾ ڄائو هو. جڏهن تہ ڪتابن ۾ سندس وفات جي تاريخ ٣ نومبر ١٩٤٩ع ملي ٿي.

ميراجي ۽ مون ۾ هڪ ڳالهہ هڪجهڙي آهي تہ هن اڙدوءَ ۾، مون سنڌيءَ ۾ بحر ۽ وزن جي سڄي مروّج نظام کي ٽوڙي ڇڏيو آهي. ٻنهي جي شاعريءَ تي بحر ۽ وزن جي تعلق سان هڪ الڳ مطالعي جي ضرورت آهي. منهنجي نظر ۾ ميراجي دوّرِ جديد ۾ سڀ کان وڌو اڙدوءَ جو شاعر هو ۽ هن جو مطالعو بہ اردوءَ جي هر شاعر کان وڌيڪ هيو. فيض هن کان ايترو متاثر هيو، جو هن جي ڪتاب "ديس ديسْ کي نظيمن" جو مهاڳ پاڻ لکيائين ۽ ان ۾ آمريڪي شاعر ايڊگر ايلن پو، فرينچ شاعر بودليئر، ميٿلي زبان جي شاعر ودياپتي، يوناني شاعره سئفو، بنگالي شاعر چنڊي داس جا خوبصورت منظوم ترجما ۽ انهن جي شاعريءَ تي تبصرا ڏنا اٿائين. هن جو اهو ڪتاب ساقي بڪ ڊيپو دهلي ١٩٤٤ع ۾ ۽ اڪادمي پنجاب لاهور ١٩٥٧ع ۾ ڇاپيو هيو، جو مون ورهاڱي کان اڳ پڙهو هو ۽ مون کي ڏاڍو وڻيو هو. ميراجيءَ جي ٻين ڪتابن جا نالا آهن:

- ميراجي کے گيت (١٩٤٣ع)
- گيت ہر گيت (١٩٤٤ع)
- مِيراجی کی نظيمن (١٩٦٨ع)
- گيت ہی گيت (١٩٤٤ع)

- پابند نظميں (١٩٦٨ع)
- تيں رنگ (١٩٦٨ع)

هن پيا ڪجهہ ترجما بہ ڪيا هيا، جنهن ۾ سنسڪرتي شاعر رامون ڏر گپت جو ڪتاب "نتنی مدهم" جو نثري ترجمو بہ ڪيو هيائين، جو ١٩٤٩ع ۾ بمبئيءَ ۾ "خيال" رسالي ۾ شايع ٿيو هو. هن جو ٻيو ترجمو "خيمے کے آسپاس" عمر خيام جي رباعين جو منظوم ترجمو هيو. هن جي نظم ۾ فيض جيتري رواني نہ آهي، پر هن جا گيت نهايت روان دوان آهن. جيئن:

○ انجانے نگر من مانے ہے، من مانے نگر انجانے رہے

يا ٻيو گيت

○ تم اوُر ديس ہم اوُر ديس وغيره

دکن جي عظمت الله خان جي شاعريءَ کانپوءِ هندستان جي بهترين شاعري ميراجيءَ جي آهي. هو شاعريءَ کي ڪنهن ڪبوتر خاني وانگر محدود نہ سمجهندو هو. وليم بليڪ، لیپو (چينائي) ۽ ميران ٻائيءَ وانگر هن جي غنائيہ شاعريءَ ۾ بہ خيال ۽ فڪر جو عنصر غالب آهي ۽ هن تي زوال پسنديءَ جو طعنو، جو ان وقت جا سڀ مشهور ترقي پسند هڻندا ها، بلڪل غلط هو. هن شاعريءَ ۾ دوهن ۽ لوڪ-يات کانسواءِ ماترڪ ڇندن ۽ ديسي موضوعن کي شاعريءَ ۾ آندو.

پنهنجي نئين پٽي جو شعور ۽ پنهنجي ڪوشش کي اڻپورو ڏسڻ جي ڏک ۾ هن نئين نسل ۾ اميد جاڳائي تہ اهو هن جو قدردان ٿيندو ۽ هن وانگر شاعريءَ جي بحر وزن ۾ ڦيرو آڻيندو.

ميراجيءَ پاڻ تي اهو نالو هڪ بنگالي ڇوڪريءَ "ميراسين" جي عشق ۾ رکيو هو، جيئن چندي داس، رامي نالي ڌوٻڻ سان عشق ڪيو هو ۽ اهو افسانو ٿي ويو هو. اهڙيءَ طرح ميراجيءَ جو عشق بہ لوڪ مشهور ٿي ويو. هو عجيب و غريب طبيعت جو مالڪ هو. جيئن بودليئر پنهنجا ڪيئي دشمن بڻايا هيا، ايئن ميراجيءَ بہ ڪيئي دشمن بڻايا هيا. هو پوين ڏينهن ۾ آنڌي جي ٽي بيءَ جو مريض ٿي پيو ۽ شاعر اختر الايمان جي گهر بمبئيءَ ۾ رهندو هو. منهنجي اختر الايمان سان دوستي غالباً ١٩٤٨-٤٩ع ۾ ٿي هئي، جڏهن

هو ڪراچيءَ ۾ ڪجهه وقت لاءِ آيو هو. اسان ڪافي هائوس ۾ روزانو ملندا هياسون ۽ هڪبئي کي پنهنجا اردو نظم ٻڌائيندا هياسون. هو مون کي ميراجيءَ جي جيون-ڪٿا جون ڪيتريون انوکيون ۽ عجيب ڳالهيون به ٻڌائيندو هو.

دراصل سنڌي ۾ گيت لکڻ جو چاهه مونکي ميراجيءَ جا گيت پڙهي ٿيو. منهنجا گيت پڙهي سنڌيءَ جا دقيانوسي شاعر ايترو بانورجي پيا هيا جو هو سمجهڻ لڳا ته اهي گيت ميراجيءَ جو ترجمو آهن، پر حقيقت ۾ هڪ سٽ به ميراجيءَ تان ورتل ناهي.

ميراجيءَ کي ٽي گولا هٿن ۾ هوندا ها. جي حسن، عشق ۽ موت جي علامت ها. هن جون عجيب عادتون هونديون هيون. الطاف گوهر (ايوب خان جو انفرميشن سيڪريٽري) جو مون سان حلقهءِ احباب ذوق ڪراچيءَ ۾ ملندو هو. منهنجو دوست ٿي ويو هو (جيئن ته ان وقت منهنجا سڀ سنڌي اديب دوست سواءِ ابراهيم ۽ سوڀي جي هندستان هليا ويا ها.) منهنجي اردو شاعرن ۾ ڪافي اچ وڃ هئي، ڇوته مان واحد سنڌي شاعر هيس، جيڪو انهن جهڙي اردو شاعري ڪري سگهندو هوس. انهيءَ ڪري جڏهن آل پاڪستان ترقي پسند مصنفين جي انجمن ٺاهي هيائون، تڏهن مون کي ان جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيائون (ان وقت منهنجي عمر ٢٣ سال هئي.) مونکي الطاف گوهر ٻڌايو هو ته:

”هو ۽ اردوءَ جو ٻيو شاعر مختيار صديقي ميراجيءَ جي گهر ويا ته هوا جي جهوٽي تي گهٽيءَ جي بدبو دريءَ مان اندر آئي، ان تي ميراجيءَ چيو: ”مان هن کي اجهو ٺيڪ ٿو ڪيان!“ پوءِ ٥، ٧ سگريٽ ٿورا ٿورا ڇڪي ڪمري ۾ اڇلي ڇڏيائين ۽ انهيءَ جي دونهين تي بوءِ وقتي طور گم ٿي وئي.“

ڊاڪٽر جميل جالبيءَ هڪ هنڌ لکيو آهي ته:

”پوني ۾ هڪ مشاعرو ٿي رهيو هو، جنهن ۾ جوش، جگر ۽ فراق جهڙا شاعر به شامل هئا. جڏهن ميراجيءَ جو شعر پڙهڻ جو وارو آيو ته هو ويٺل ماڻهن کي پٺي ڏئي شعر پڙهڻ لڳو:

”نگری نگری پهرا مسافر، گهر کا رستا بهول گیا“

هو آخري ڀيرو لاهور مان دهلي ١٩٤٦ع ۾ ويو ۽ جون ١٩٤٦ع ۾ دهلي مان بمبئيءَ ويو، جتي ٤٩-١٩٤٨ع ۾ "خيال" رسالي جو ايڊيٽر بڻيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. هو ميري لائين قبرستان بمبئيءَ ۾ دفنايل آهي.

منهنجي مطالعي ڪي ايتري وسعت ڏيڻ ۾ ميراجيءَ جي مطالعي جو هٿ آهي ۽ جي مان هن سان ملان ها تہ سندس گهرو دوست ٿي وڃان ها، جيتوڻيڪ اسان جون عادتون بلڪل مختلف هيون. ميراجيءَ جي ڄمڻ کان ٻہ سال پوءِ پهرين مهاياري لڙائي لڳي ۽ هن جي مرڻ کان ڪجهہ وقت اڳ ١٩٤٥ع ۾ ٻي مهاياري جنگ پوري ٿي. انهيءَ دور جي وچ ۾ مان فيض وانگر سياست ۽ انقلاب سان وڌيڪ ملوث ٿي ويس، پر ميراجي انهيءَ خفت کان دور رهي پنهنجي ذات ۽ ڪائنات جي باري ۾ سوچيندو رهيو.

هن جا سيئي ڪتاب مون وٽ آهن، جڏهن تہ ڊاڪٽر جميل جالبي اردو مرڪز لندن ۾ هن جو ڪليات ڇپايو، جو مون کي يوسف شاهين تحفي طور ڏنو ۽ تازو "ميراجی ايک مطالعه"جي نالي سان ميراجي جي فني مطالعي تي هڪ وڏو ۽ مفيد ڪتاب لکيو اٿائين.

# لورڪا

فاشلزم دنيا جي بدترين نظام حڪومت کي جنم ڏنو هو. جرمنيءَ ۾ هٽلر، اٽليءَ ۾ مسولنيءَ ۽ اسپين ۾ جنرل فرانڪو اتان جي نوجوانن کي پُرفريب نعرا ڏئي، تعصب ۽ نسل پرستيءَ ذهن آماده ڪيو ۽ جنگ جي آڳ ۾ وجهرائي ڇڏيو. ٻي جنگ عظيم ۾ نه رڳو ڪيئي شهر تباهه ڪيا ويا، پر لکين ماڻهو ماريا ويا. نتيجو نازي ۽ فاشي قوتن جي شڪست ۾ نڪتو ۽ اٽليءَ ۾ شڪست کان پوءِ مسولنيءَ جو لاش چونڪ تي اونڌو لڙڪايو ويو ۽ هٽلر جنگ جي خاتمي کان ٿورو وقت اڳ پنهنجي زال ايوابران سان سائنائيڊ کائي خودڪشي ڪئي ۽ گوئبلز پنهنجي لاشن تي پيٽرول ڇڙڪائي تيلي ڏني ۽ لاش پوري ڇڏيا ۽ تاريخ نويس اجا تائين ڳوليندا رهيا آهن ته هُو ڪٿي پوريا ويا ها. ايئن ضرور آهي ته جنرل فرانڪو ڊگهي عمر گذاري پنهنجي طبعي موت مئو. خدا هن کي سزا ڇو نه ڏني. اهو ڪيئن چئجي! فاشزم انساني دليون پٿر ڪري ڇڏيون هيون. مسولنيءَ پنهنجي نياڻيءَ ڪائونٽ ڪيانو کي سازش جي الزام ۾ فائرنگ اسڪئاڊ جي سامهون ڏئي مارايو ۽ هٽلر پنهنجي پياري ساٿيءَ جنرل هملر تي غداريءَ جو شڪ رکي هن

کي خودڪشيءَ تي مجبور ڪيو. نيورمبرگ مقدمي ۾، جي راز فاش ڪيا ويا انهن انسان ذات کي اهو سوچي حيران ڪري ڇڏيو تہ انسان اهڙو وحشي درندو بہ ٿي سگهندو آهي. هٽلر ۽ مسولني ٻئي ڏاڍا چڱا مقرر هيا ۽ تقرير کان پوءِ عوام کي ايئن ڪنيي وٺندا ها جيئن عقاب جهرڪيءَ کي ڪنيي وٺندو آهي. ڳيالڙي هٿڻ بہ وڏو فن آهي. عوام تہ رڳو ڪيالڙي ڪنهندا آهن.

اسپين جو عظيم شاعر لورڪا، جنهن فاشزم ۽ پنهنجي دؤر جي نعري بازيءَ کي پنهنجي ادبي تخليق ذريعي رد ڏنو، نيٺ فاشسٽن هٿان ماريو ويو.

لورڪا جي زندگيءَ تي هڪ خوبصورت ناول لکيو ويو آهي، "لورڪا جو قتل" The assasination of Garica Lorca لورڪا جو پورو نالو گارشيا لورڪا هو. ان ناول تي پهرين باب جي مٿان هن جو هڪ شعر لکيل آهي:

Give him alms, woman, for nothing in life can equal the agony of being blind in granada.

(ترجمو: هن کي خيرات ڏي چو تہ غرناطا ۾ انڌي هجڻ کان زياده اذيت ڪابہ ٿي نہ ٿي سگهي)

غرناطا لورڪا جو شهر هو، جتي هو ماريو ويو هو. اُتي فرانڪو جا فاشي سپاهي انڌا ٿي قتل و غارت ڪري رهيا ها. انهن کي پيار جي خيرات جي ضرورت هئي، ان ڪتاب تي اسپين ۾ بندش وڌي وئي هئي ۽ ويجهڙائيءَ ۾ اُن جو ترجمو انگريزيءَ ۾ ڪيو ويو آهي. مشهور اديب آرٿر ڪوئسلر، جو ان وقت لزبن ۾ فرانڪو جو قيدي هو، اُن پنهنجي ڊائري "لزبن ڊائري" جي نالي سان لکي آهي، جنهن ۾ ڏيکاريو اٿائين تہ فرانڪو جا ماتحت جيلن ۾ قيدين سان ڪهڙيون عقوبتون ڪندا ها. اهڙي اذيت ناڪ ماحول ۾ لورڪا پنهنجي قتل جي اڳ ڪتي ڪئي هئي جا ڏيکاري ٿي تہ ڪيئن شاعر جي دل تي مستقبل جا پاڇاوان پوندا آهن. شاعر جي ڪرشمہ ساز شخصيت سياست دان کي گهڻو وقت اڳ ۾ مستقبل کي ڏسي سگهندي آهي. گهڻو ڪري ان وقت هن جي اظهار ۾ ابهام هوندو آهي. پر لورڪا جڏهن پنهنجي موت جي باري ۾ لکيو تہ اُن ۾ ڪوبہ ابهام نہ هو. هن لکيو تہ، "موت

محسوس ڪيو تہ مون کي قتل ڪيو ويو آهي. هُو مون لاءِ ڪئفي، قبرستان ۽ ديوليون ڳوليندا رهيا. انهن شراب جا ڍرم ۽ الماريون ڏٺيون، انهن ٽن هڏاون پيڃرن ڪان سونا ڏند ڦريا، پر مون کي ڳولي نہ سگهيا. هو مون کي ڪڏهن بہ ڳولي نہ سگهيا، ڪڏهن بہ نہ."

لورڪا کي غرناطا جي ٻهاڙين تي ڪُٺو ويو هو، پر هن جو لاش ڪوئي بہ تلاش ڪري نہ سگهيو. هسپانوي شاعر ۽ ڊراما نويس لورڪا جو مون تي ڪافي اثر آهي. هن جي شاعري جي انگريزي ترجمي جي آخر ۾ هن ُجي فن تي هڪ خوبصورت تبصرو بہ شامل آهي. جيئن ٿر جي پيلن، ڪولهين ۽ مينگهواڙن جي رقص جا منهنجي شاعري ۾ پڙاڏا آهن، ايئن اسپين جي جپسين جي زندگي لورڪا جي شاعري تي اثرانداز آهي. چون ٿا تہ جپسي اصل سنڌ جي شهر جاتيءَ جا هئا. مون هندستان جي اخبار ۾ هڪ سنڌي هندو محقق جو مضمون پڙهيو هو، جنهن لکيو هو تہ جپسين جي ٻوليءَ ۾ اٽڪل ٽي سؤ سنڌي لفظ ساڳيءَ معنيٰ سان ملن ٿا، جنهن سان اهي سنڌيءَ ۾ استعمال ٿين ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ سنڌي موسيقي تي تصنيف ۾ موسيقار عبدالعزيز جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن هسپانوي موسيقي ۾ "سر راڻو" ۽ "سُر معذور" ڳاتو آهي. هُن جا رڪارڊ يورپ ۾ ڪافي مشهور ٿيا آهن. راڪ هائوس واري سيٺ دولت مهتاڻي جي وڏي ڀاءُ (جنهن کي دادا چوندا ها، پر پورو نالو وسري ٿو وڃي) مون کي ٻڌايو تہ عبدالعزيز کي هن ئي هن جي ننڍي هوندي اسپين موڪليو هو، جتي راڪ هائوس وارن جي ڪوٺي آهي. اها ڳالهہ سان کي دولت جي وڏي ڀاءُ سيٺ هوتوءَ بہ ٻڌائي هئي، جڏهن مان ۽ محمد ابراهيم جويو ٺاٺي بولا خان ۾ هُن جي بنگلي تي مهمان ٿي ٽڪيل هياسون.

گارشيا لورڪا اندلس ۾ ٺيٺ هسپانوي گهراڻي ۾ ۵ جون ۱۸۹۸ع تي ڄائو هو. هن غرناطا يونيورسٽيءَ ۾ قانون ۽ مئڊرڊ يونيورسٽيءَ ۾ ادب ۾ مهارت حاصل ڪئي. ننڍي هوندي ئي هن جي موسيقيءَ ۾ دلچسپي پيدا ٿي. لورڪا کي مصوريءَ لاءِ بہ ذات هئي ۽ اسپين جي شهر بار سيلونا ۾ هن جي تصويرن جي نمائش ٿي.

جڏهن هو ٻن سالن لاءِ نيويارڪ ويو تہ هن هڪ نظمن جو مجموعو

ڇپايو، جنهن جو نالو ”نيويارڪ ۾ شاعر“ ۽ ٻيا نظم لکيائين. اهو ڪتاب هن جي قتل کان پوءِ ۱۹۴۰ع ۾ ڇاپيو ويو. جڏهن هو اسپين موٽي آيو ته هُن جي گهڻ ڪُنڊي شخصيت ايترو مشهور ٿي چڪي هئي جو هن کي ”بئرڪ“ نالي عوامي ٿيئٽر جو معاون ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. ان ۾ ڪيترن ئي شاگردن ڀهرو ورتو ۽ اسپين جي ڪلاسيڪي ٿيئٽر جي نمائندگي ڪئي. ۱۹۳۳ع ۾ لورڪا لاطيني آمريڪا ۾ بيوناس ايئرس ويو، جتي پنهنجا ڊراما اسٽيج تي آندائين. ۱۹۳٦ع ۾ جنرل فرانڪو جي حمايتن هن کي غرناطا ۾ ناحق قتل ڪري، هن جو لاش لڪائي ڇڏيو. لورڪا جي ڪنهن به سياسي جماعت سان وابستگي نه هئي.

اسپين ۾ خانه جنگي وقت ۽ اُن کان پوءِ لورڪا اسپين جو هڪ زبردست عوامي شاعر هو. هو هونءَ ته عوام ۾ مقبول هو، پر هن جي شاعريءَ ۾ آرٽ جي بلندي ۽ يڪانگت بي مثال آهي. هن جي شاعريءَ تي ڪجهه همعصر شاعرن، روبن ۽ جمينز جو اثر آهي، پر ان ۾ هن جي انفراديت به لاجواب آهي. (روبن ۽ جمينز جو ذڪر مان پنهنجي مضمون اسپين جي شاعريءَ ۾ ڪندس.) هن ۾ ترنم ۽ عوام مان ورتل اُتساهه پنهنجو مٽ پاڻ آهي. جيتونيڪ عوامي گيتن مان لورڪا جي شاعريءَ کي اُتساهه مليو، پر لورڪا پنهنجيءَ شاعريءَ جي مواد ۽ فارم ۾ انوکا ۽ منفرد تجربا ڪيا، جن سان اسپين گونجي اٿي. هن جي شاعريءَ جو اسلوب Style ايترو هن جي ذات جي تخليق آهي، جو ٻُڌڻ سان پڙهندڙ ڄڻي سگهي ٿو ته اها شاعري لورڪا جي آهي. هر عظيم شاعر جي پنهنجي تخليق تي پنهنجي مهر ثبت هوندي آهي ۽ اها هڪ نظر سان سڃاڻي سگهبي آهي ته اها فلاڻي شاعر جي آهي. ٻوليءَ مان شاعر جي سڃاڻ هر ڪنهن جي ذات کي نه هوندي آهي. هن جي ٻئي ڪتاب ”گيت“ ۾ موضوع بنهه بدلايا ويا آهن ۽ اُن مان به لورڪا جي سڃاڻ آسان آهي. هن جي نظم ”گهوڙي سوار جو گيت“ ۾ به هن جي انوکائپ آهي ۽ اُن نظم سان لورڪا جي شاعريءَ ۾ هڪ نئون دؤر شروع ٿئي ٿو، جنهن ۾ هو ماضيءَ جو سارو تجربو سميٽي آيو آهي. اهو گيت اندلس جي ڊرامائي شاعريءَ کي هڪ نئون ترنم ڏئي ٿو. هن جي

مترنم فارم هينان پنهنجي ڊرامائي تقدير جو تصور آهي، جنهن سان تخليقار جي لونءَ لونءَ لرزي اٿي هوندي.

هو پنهنجي شاعريءَ مان ايئن ٿو ظر اچي، ڄڻ هو موت جي اکين ۾ گهوري رهيو آهي ۽ هن جي جذبات مان موت ٽپڪي رهيو آهي. هو اندلس جي زندگيءَ ۾ جيڪي روزمره جون شيون ۽ منظر آهن، اُنهن ڏانهن اشارو ڪري ٿو، اسپين جا شهر چٽا پيش ڪري ٿو ۽ ساڳي وقت اُنهن کي هڪ ماورائي ۽ غير حقيقي دنيا ۾ بدلائي ڇڏي ٿو، جن ۾ عنصري قوتون اُن انساني الميي جون واڳون وس ۾ رکن ٿيون، جو اُنهن جي نگاهه ۾ آهي ۽ اُن ڊرامي ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪن ٿيون. آخر ۾ لورڪا پنهنجي تخليق سازيءَ جو رخ شاعريءَ کان ڊراما ڏانهن موڙيو. ١٩٣٠ع ۾ هو ٿئيٽر ڏانهن سنجيدگيءَ سان رجوع ٿيو.

هونءَ تہ هن جا پنج ڊراما آهن، پر مون فقط ٽي پڙهيا آهن، جي Penguin Series ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپيا آهن ۽ اُنهن مان "موچيءَ جي هٽ ڦاڙ زال" ۽ "رت هاڻي شادي" مون کي ڏاڍا وڻيا.

"رت هاڻي شادي" ۾ تہ ڄڻ سنڌي عورت جي تقدير چٽي وئي آهي ۽ اُن جو ڊرامائي انداز ايترو خوبصورت آهي، جو هڪ ڀيري مون کي اُن جي ترجمي جو خيال آيو هو. ١٩٣٣ع ۾ اسپين ۾ ٿيئٽر جو نئون دؤر شروع ٿيو، جو اڳ وانگر حقيقت پسندانہ ڪونہ هو، پر شاعرانہ هيو. لورڪا جا ڊراما نہ رڳو اسپين ۾ ڪامياب ٿيا، پر جلد ئي انگريزيءَ، فرينچ ۽ ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيا. لورڪا ٻہ الميا بہ لکيا. ١٩٣٥ع ۾ شاعريءَ ڏانهن واپس موٽيو ۽ ١٩٣٨ع ۾ ڏاندن سان ويڙهاڪ (Bull fighter) تي هن هڪ خوبصورت نظم لکيو. اهو شخص جو ڏاند سان ويڙهہ ۾ ماريو ويو هو، لورڪا جو دوست هو. مون جڏهن اهو نظم پڙهيو، تڏهن اُن مان مون کي هن جي دوست جو رت ڦوهارا ڪري نڪرندو نظر آيو. هن مهل تائين مون اهڙو ڪوئي نظم نہ ڏٺو آهي جنهن ۾ موت پنهنجي ڀٽ هتائي ايتري چٽائيءَ سان اکيون اکين ۾ وجهي ڏسندو هجي. ها، مون اڳ امير خسروءَ جو سلطان محمد جي موت تي فارسي جو هڪ نهايت رقت انگيز مرثيو پڙهيو هو، جو

غزل جي فارم ۾ آهي. اُن مان بہ موت جي دهشت سچ گهرڻ وانگر ڇانئجي ٿي وڃي. روز اياٿا اديب منهنجيءَ شاعريءَ ۾ موت جي ذڪر مان بيزارگي محسوس ڪندا آهن. جيتوڻيڪ ان ابدي حقيقت تي غور ۽ فڪر بہ ايترو ادبي اهميت جو حامل آهي. جيترو زندگيءَ سان محبت ۽ وابستگي منهنجي آپيرا "دودي جي موت" ۾ آهي اها بہ طرفي ڪيفيت واضح طور چٽيل آهي.

لورڪا جي زندگيءَ تي ايان گبسن Ian Gibson جو مٿيون ذڪر ڪيل ڪتاب لکيل آهي. جنهن ۾ لورڪا جي موت جي باري ۾ ڪافي تحقيق ٿيل آهي. مشهور ناول نويس گرهام گرين ان کي هڪ جاسوسي ناول ڪوٺيو هو. اُن مان ظاهر آهي. زندگيءَ ۾ لورڪا جي ذاتي رشتن ۽ ڏات ڪافي دشمن پيدا ڪيا ها. دنيا ۾ ورلي ڪو جينيس ٿيو آهي. جنهن جا رت پياڪ ويري ڪونہ ٿيا آهن. هر جينيس جي ڏات، ڏات ڪان وانجهيل تخليقڪار کي ڏنيبندي آهي. حسد روح جو ڪامڻ آهي. حاسد شاعر ۽ اديب بہ ٻئي هر حاسد وانگر بي ديدو ٿيندو آهي.

لورڪا سياسي ماڻهو نہ هو. هن ساريءَ اسپين کي پنهنجي آغوش ۾ آندو هو. اسپين جون سڀ ترقي پسند تحريڪون ۽ رجعت پسند روايتون هن جي شاعريءَ ۾ ملن ٿيون. هن جي محبت سياست کان ماورا آهي ۽ هن کي اڪرائيءَ، تقليد ۽ تعصب کان سخت نفرت هئي. جا هن جي شاعريءَ مان ڇلڪي رهي آهي. ڪيترن سالن لاءِ هسپانوي حڪومت لورڪا جي قتل کي لڪايو. جيستائين ايان گبسن اُن تي تحقيق ڪئي. اهو ڪتاب ان غيض و غضب جو عبرتناڪ داستان آهي. جو هڪ عظيم شاعر جي شخصيت هن جي دشمن ۾ نفرت پيدا ڪري ٿي ۽ هو هن جي معصوم رت جا پياسا ٿي پون ٿا.

# ائنا مُلڪا احمد

صدر فاروق لغاريءَ ۽ وزيراعظم محترمہ بينظير ڀٽو، ائنا ملڪا احمد جي رحلت تي ڏک جو اظهار ڪندي، آرٽ جي دنيا ۾ هن جي اهم مقام جو اعتراف ڪيو آهي. ائنا مُلڪا جنهن پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ڊپارٽمينٽ آف فائين آرٽس جو بنياد رکيو هو، گذريل خميس تي ٧٧ ورهين جي عمر ۾ گذاري وئي. هوءَ هڪ يهودي خاندان ۾ ١٩١٧ع ۾ ڄائي هئي ۽ ارڙهن ورهين جي عمر ۾ اسلام قبوليو هيائين. ١٩٣٩ع ۾ هن لنڊن جي رايل ڪاليج آف آرٽس مان گريجوئيشن ڪئي هئي ۽ اُن ڪان پوءِ هن امرت سَر جي شيخ احمد سان شادي ڪئي.

ساڳي سال هوءَ هندستان آئي ۽ ڪجهہ وقت کان پنجاب يونيورسٽي ۾ مٿي ذڪر ڪيل حيثيت ۾ ڪم ڪيائين. ائنا مُلڪا هن جي ڏاڏيءَ جو نالو هو جو هن فني تخليق وقت پنهنجو نالو ڪري استعمال ڪيو. پنجاب يونيورسٽيءَ جي آڊيٽوريم ۾ هن جا ٺهيل قائداعظم ۽ علامہ اقبال جا وڏا پورٽريٽ لڳل آهن. هن پاڪستان جي تحريڪ ۽ هند- پاڪ جنگين جي باري ۾ بہ مصوري ڪئي آهي. ١٩٦٣ع ۾ هن کي ”تمغئہ امتياز،“ ١٩٦٩ع ۾ ”قاعداِعظم اعزاز“ ۽ ١٩٨٣ع ۾ ”خديجة الڪبرا“ جو تمغو مليو.

ائنا مُلڪا سنڌ يونيورسٽي جي اُنهن پروفيسرائين جي اُستاد بہ هئي، جن فائين آرٽس جي ڊگري پنجاب ۾ ورتي هئي. اُنهن جي اصرار تي مون هن کي فون ڪيو تہ پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ رٽايرمينٽ کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڊپارٽمينٽ آف فائين آرٽس اچي سنڀاري پر هن معذرت پيش ڪئي.

منهنجي هن سان فقط هڪ ڀيرو لاهور ۾ ملاقات ٿي هئي ۽ هن سان آرٽ تي ڪافي وقت گفتگو ٿي هئي. هوءَ آرٽ ۾ پاڻ تہ اظهاريت پسند (Expressionist) هئي پر هن کي پوري آرٽ جي تاريخ تي گرفت هئي. حسب عادت مون پنهنجي سوانح حيات لاءِ هن جي گفتگوءَ تي نوٽ ورتا ها جي اجا مون وٽ آهن ۽ جن مان ڪجهہ هيٺ ڏيان ٿو:

مشهور هسپانوي مصور گويا (Goya) جي باري ۾ هن هڪ چوڻي ٻڌائي، ”ساري دنيا لغو ۽ بي معنيٰ آهي، ان جا چهرا، اُن جا رنگ روپ، اُن جا آواز- سڀ هڪ خواب پريشان وانگر آهن، سڀ هڪ ٻئي کي تڪن ٿا ۽ ڪوئي ڪنهن کي نہ ٿو ڄاڻي.“

فرينچ مصور پال گوگن جي باري ۾ هن چيو تہ ”هو ماڻهو تہ نہ هو جن هو، ڪنهن بربريت پسند وانگر هن کي سماج جي رسم و رواج کان نفرت هئي، هو هڪ خالق وانگر پنهنجي مخلوق ناهي ڏاهي ڇڏيندو هو ۽ وري اُن کي ٺاهيندو هو.“ هن گوگن جي پاليزين (Polenesian) عورتن جي باري ۾ تصويرن جي ڏاڍي ساراهہ ڪئي هئي ۽ چيو هو تہ هو هڪ ڪلاسيڪي قديم انسان (A classical primitive) هو. جڏهن مون هن سان وان گوگ جي باري ۾ ڳالهايو ۽ چيو تہ ”هو گوگن جو همعصر هو ۽ هن سان گڏ ٽهڻي ۽ پيٽ تي پونوچ سمنڊ ۾ رهندو هو. پر گوگن کان ڪيترو نہ مختلف هو.“ تڏهن هن چيو تہ ”وان گوگ خدا جي اسرار کي ڇهڻ چاهيو هو ۽ انڪري ديوانگي هُن جي مقدر بڻي هئي. ڏسين نہ ٿو تہ هن جي سورج مُکيءَ جي کيت ۾ ڪيئن هڪ برقي رَو ڊوڙي رهي آهي. اهڙي تصوير هڪ ديوانو ئي ڪڍي سگهي ٿو. جنهن جي نظر ۾ هر فرزانو ديوانو هجي.“

تلوس لاترڪ جو نہ رڳو آرٽ مون ڏٺو هو پر هن جي زندگيءَ تي ناول ”مولان روش“ بہ پڙهيو هو جو مون کي بيحد پسند آيو هو ۽ جنهن ۾ جڻ منهنجيءَ جوانيءَ جي تصوير چٽي وئي هئي. لاترڪ لاءِ هن چيو هو تہ: ”هن جي ذهانت نهايت تيز هئي ۽ هو پنهنجي هر هم عصر جي روح ۾ پيهي ٿي سگهيو. هو هر صاحبِ ڪشف آدميءَ وانگر پيڙهہ رکي سگهندو هو، بودليئر وانگر بنياد رکندڙ هو.“

پوءِ ڪافي وقت اسان سيزان مٽنسيءَ، رينار (Renoir) براڪيو (Braque) وغيره جي تصويرن تي ڳالهائيندا رهياسين. ائنا ملڪا جوخيال هو تہ پاڪستان ۾ نظريئہ پاڪستان ۽ مسلم ثقافت جي مصوري ڪئي وڃي چو تہ اُها اسانجي نفسيات سان ٺهڪي اچي ٿي.

هر آرٽسٽ جي زندگي بہ ٻي انسان جي زندگيءَ وانگر ناپايدار آهي. جي ڪائي پايداري آهي تہ اُها آرٽ کي آهي ۽ اُهوئي وقت جي يلغار جو مقابلو ڪري سگهي ٿو ۽ ڪنهن وقت فتح ان جو مقدر ٿئي ٿي.

# سنڌ جون ٿي بي مثال اديبائون

عورت جي بيداري قوم جي بيداري آهي. عورت جي آزادي قوم جي آزادي آهي. عورت جي شعور تي زنجير، نئين زندگيءَ جي شعور تي زنجير وجهڻ برابر آهن، جنهنجي تخليق جو هوءَ باعث آهي. جيئن انگلينڊ ۾ ايملي برانٽ، ورجينيا وولف ۽ ايڊٿ سٽويل قومي شعور تي اثرانداز ٿيون، تيئن سنڌ ۾ به ٽي بي مثال اديبائون پيدا ٿيون آهن. ماهتاب محبوب، نورالهديٰ شاهه ۽ زرينا بلوچ. ماهتاب محبوب هڪ نهايت نرم مزاج ۽ مهمان نواز ۽ خانه داريءَ ۾ مصروف اديبا آهي، جنهن کي مطالعي لاءِ ته وقت گهٽ آهي، پر سندس معاشري جو مشاهدو ايترو تيز آهي، جيئن هڪ ماهر جراح جا وڍ ڪپ جا اوزار هوندا آهن. سندس ڪهاڻيون خاڪا ۽ سفرناما ان جا گواهه آهن ته هن جو مشاهدو جيترو وسيع آهي اوترو گهرو آهي. اُن ۾ سندس حقيقت پسندي به لاجواب آهي. اُن ۾ نعري بازي ته ڪانه آهي پر پنهنجي ديس جي ڏک درد جو احساس، هُن جي سِٽ سِٽ مان ٽپڪي رهيو آهي. هن کي حساس دل آهي پر هن جي طبيعت ۾ جو طنز ۽ مزاح جو عنصر آهي، اهو سندس تحرير کي زعفران زار بڻائي ٿو ڇڏي، ۽ هن جي تخليقن جي مطالعي کان پوءِ ائين ٿو نظر اچي ته ادبي لطافت جو احساس هن جي تلخ حقيقت نگاريءَ تي غالب آهي.

نورالهديٰ شاهه، جنهن جي تخليق ”مارئي“ نالي ناٽڪ ٽي وي جي دنيا کي ڌوڏي وڌو آهي، نه رڳو هڪ بي مثال اديبا آهي پر هڪ شاعره به آهي، جنهن ڪجهه لازوال تندوتيز نثري نظم لکيا آهن. هن جا ٽي وي ناٽڪ ”جهنگل“ ۽ ”مارئي“ ڏسي، ستيه جيت ري جي ياد اَچي وڃي ٿي. هُن جا ۽ عبدالقادر جوڻيجي جا وڊيو ڪئيسٽ هندستان ۾ هزارن جي تعداد ۾ ٿي وڪاڻا ۽ اُتي سنڌي هندو ان ڳالهه جا معترف ها ته سنڌ جا ڪي ٽي وي ليکڪ ۽ ليکڪائون هندستان جي ٽي وي ليکڪن ۽ ليکڪائن کان گهڻو اڳتي آهن. هن جون ڪهاڻيون به حقيقت پسنديءَ جو خوبصورت اظهار آهن. هوءَ

پنهنجي ڪهاڻي، ٽي وي ڊراما ۽ نظم ۾ اُهو نـاسور نهايت ڪاميابيءَ سان چٽي ٿي جو سنڌ جي رڳ رڳ ۾ چڪي رهيو آهي.

زرينہ بلوچ ٿورو لکيو آهي پر ڏاڍو چڱو لکيو آهي. هن جو تازو شايع ٿيل ڪتاب ”تنهنجون ڳالهيون، تنهنجي ڳولا“، ان ڳالهہ جو گواهہ آهي تہ هن کي لاجواب ادبي شعور ۽ ان جي اظهار جي صلاحيت آهي، جا ورلي ڪنهن گلوڪاره ۾ هوندي آهي. هن کي سنڌ ۾ ”راڳ جي راڻي“ ۽ ”جيجي“ چئي تخاطب ڪيو ويندو آهي، جنهن جي هوءَ مستحق آهي. اها منهنجي خوش نصيبي آهي تہ هن منهنجا ڪيئي گيت، غزل ۽ وايون ڳاتيون آهن، جن جو آڊيو ڪيئسٽ بہ پريل آهي. اهڙي طرح ماهتاب محبوب بہ مون تي هڪ نهايت دلچسپ خاڪو لکي ڪرم فرمائي ڪئي آهي.

دنيا ۾ آرٽ جا ڪيئي فارم آهن، جن مان حقيقت پسندي بہ هڪ آهي. جنهن ۾ فن ۽ ادب ۾ دنيا جي سچي، خارجي ۽ غير جانبدار عڪاسي ڪئي وڃي ٿي ۽ اُن ۾ همعصر زندگيءَ جو تُز مشاهدو ملي ٿو. اشتراڪي انقلاب ۾ زلزلي ڪان پوءِ بہ سنڌي ادب ۾ حقيقت پسنديءَ تي ترقي پسنديءَ جو خمار آهي پر سنڌي لفظ ”ترقي پسند“ ان معنيٰ ۾ استعمال نہ ٿا ڪن، جنهن ۾ اشتراڪي روس ۾ ڪيو ويندو هو ۽ ان ڪري سنڌي ادب ۾ ”ترقي پسند حقيقت نگاريءَ“ کي بہ پنهنجي جاءِ آهي.

سنڌ کان ٻاهر پوپٽي هيراننداڻي، سندري اُتم چنداڻي، ڪلا پرڪاش، ريتا شهاڻي، ڪملا گوڪلاڻي اهم اديبائون آهن، جن سان بہ منهنجي ذاتي واقفيت آهي.

مغرب ۾ حقيقت نگاري، جا ايملي زولا سان شروع ٿي، پر ويهينءَ صديءَ ۾ اُن جي مقبوليت گهٽجي وئي. وري آمريڪا ۾ آرٽ ۽ ادب ۾ اُڀري آئي آهي.

حقيقت اصل ۾ ڇاهي، ان تي ڪنهن حقيقت نگار اديب، هيگل وانگر فلسفي جي نڪتہ نگاهہ کان غور نہ ڪيو آهي ۽ نہ وري ڪنهن بودليئر وانگر سوچيو آهي تہ شاعري سڀ کان سچي ۽ پائيدار حقيقت آهي.

سنڌ ۾ حقيقت نگاريءَ سان مراد سماجي حقيقت نگاري آهي ۽ اُن ۾ مٿين ٽن اديبائن جو اهم ڪردار آهي. جنهن نوجوان نسل جي سوچ تي اَمٽ ڇاپ ڇڏي آهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَن سيني ڪي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن ڪي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ ڪي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽنر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن ڪي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)